# ويا سي وينجھار

ھاڻوڪي دور جي ناليرين شخصيتن تي لکيل وفات ناما

(سماھي مھراڻ مان ورتل)


ليکڪ

غلام محمد گرامي




سھيڙيندڙ

سيد بچل شاھ




سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ

پهريون ايڊيشن 1977ع ڪاپيون ٻه هزار

س. ا. ب ڪتاب نمبر: 261

قيمت: ڏهه رپيا
[Price: Rs. 10.00]

S.A.B Publication No: 261

VIYA SE VEENGHAR
(Gone are the Jewels)
Biographical notes on Writers and
Intellectualls of the Contemporary Period.
**Written by:** Ghulam Mohammed Girami
**Compiled by:** Syed Bachal Shah.
**Published by:** The Sindhi Adabi Board,
P. O. Box 12, Hyderabad, Pakistan.
First Edition: 1977.

# فهرست

هن ڪتاب جا شروعاتي 8 صفحا ۽ ڪوَر سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، تلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيا ۽ باقي مواد 304 صفحا اسٽار پرنٽرز، ڀائي خان چاڙهي حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيا ۽ ظفرحسن سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# مهاڳ

سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي 17- ڊسمبر 1976ع تي ڪيل ميٽنگ جي ٺهراءَ نمبر 24-الف ۾ فيصلو ڪيو هو ته جديد سنڌي ادب جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ٽماهي مهراڻ جو انتخاب شايع ڪيو وڃي ۽ ”وڌا ۽ وڻجهار“ جي چونڊ جو ڪم منهنجي حوالي ڪيو ويو. مرحوم مولانا غلام محمد صاحب گراميءَ انهي موضوع تي جيڪي مضمون لکيا آهن سي تاريخوار گڏ ڪري اوهان آڏو پيش ڪريان ٿو. هنن مضمونن ۾ مرحوم مولانا صاحب سنڌ جي ڪيترن عظيم اديبن ۽ شاعرن جي وڇوڙي تي پنهنجي مخصوص انداز ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي ۽ پنهنجي دلي جذبات جو اظهار ڪيو آهي. ڪاش، ڪو هن جي باري ۾ به ساڳئي شان سان قلم ڪي هلائي! مرحوم جي لکڻ جو نمونو بس سندس ئي هو ۽ هن تائين محدود هو ۽ اها حقيقت آهي ته اها ڳالهه ڪنهن ٻئي ۾ نظر نٿي اچي. سندس پيش ڪيل مضمون تي پلي سندس نالو لکيل نه هجي، پر هرڪو پڙهندڙ يڪدم سمجهي ويندو ته هي مضمون گرامي صاحب جو لکيل آهي. ظاهر آهي ته هن جي تحرير ۾ وڏي طاقت هئي، حافظو به غير معمولي تيز هوس، سنڌي زبان جو ته استاد هو.

انسان هن دنيا مان هميشه لاءِ لڏي وڃي ٿو، مگر هو جيڪي به ڪم هن دنيا ۾ ڪري ٿو اهي پنهنجي پٺيان ياد رهڻ لاءِ ڇڏي وڃي ٿو. پر ڪيترا اهي ڪم آهن، جي قدر جي نگاهه سان ڏٺا وڃن ٿا ۽ ماڻهن جي دل ۽ دماغ تي نقش رهن ٿا. اهي ئي ڪم دنيا ۾ يادگار طور قائم رهندا آهن، جي ان ڪي دنيا ۾ امر ۽ لافاني بنائي ڇڏيندا آهن. مرحوم مولانا صاحب جون هي پيش ڪيل تحريرون اهي ئي آهن، جي سج جي روشنائيءَ وانگر سنڌ جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين مرحوم جي ياد کي هن جي قدردانن جي دلين ۾ تازو رکنديون.

مرحوم مولانا گرامي صاحب 20- ڊسمبر 1920ع تي ميهڙ ۾ ڄائو. هن جي نصابي تعليم اگرچه عربي فارسي ۽ سنڌيءَ تائين محدود هئي، پر لاڳيتي مطالعي ۽ محنت سان هن اهو درجو حاصل ڪيو جو انگريزيءَ جي وڏن امتحان پاس ڪيلن ۽ دستاربند مولوين کي به نصيب نه ٿيو. هن جي زندگي انهن ماڻهن لاءِ سبق آهي جي دنيا ۾ وڌڻ ۽ ڪجهه ڪرڻ چاهين ٿا. مرحوم جي زندگي اسان آڏو اهو مثال پيش ڪري ٿي ته لياقت جو معيار امتحان پاس ڪرڻ ۽ ڊگريون حاصل ڪرڻ نه آهي.

منهنجون ته مرحوم سان ڪچهريون ٿينديون ٿي رهنديون هيون. اڪثر انهن ۾ سندس پيارو شاگرد مسٽر پريو 'ناشاد' به هوندو هو. گرامي صاحب جون ڳالهيون نهايت

قيمتي ۽ دلچسپ هونديون هيون. انهن ۾ ڇڻ جادو هو جو ٻڌندڙن جي دلين تي وڏو اثر ڪندو هو. هو عام توڙي خاص ماڻهن ۾ نهايت مقبول ۽ پيارو هو. هن جو مطالعو نهايت وسيع هو. هو چرندڙ پرندڙ انسائيڪلوپيڊيا (معلومات جو وڏو ڀنڊار) هو. هن جي ڪچهريءَ واري گفتگو ۾ جو اثر هو اهڙو مون مرحوم علامه آءِ-آءِ قاضي صاحب، مرحوم مولانا دين محمد صاحب وفائي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن ۾ ڪونه ڏٺو. هن جي ڳالهين ٻڌڻ مان وڏو سبق حاصل ٿيندو هو. چوندو هو ته واقعن جي هر پهلوءَ تي نظر وجهڻ گهرجي نه ته صحيح نتيجي تي پهچڻ ڏکيو آهي. منهنجي ذاتي ڊائري ته هن جي دانائيءَ جي قولن سان ڀريل آهي.

زماني جي ترقيءَ ڪي ڪڏهن به هڪ هنڌ روڪي نه سگهجي. هن جو قدم هميشه اڳتي ئي ٿو هلي. ممڪن آهي ته اسان ۾ ڪيترائي عالم ۽ فاضل ماڻهو پيدا ٿين، پر انهن ۾ مولانا غلام محمد گرامي ڪٿي؟ هن جون ڳالهيون افسانن وانگر ياد رهنديون ۽ ڪو زمانو ته ماڻهو هن جو ذڪر ڪندي هن کي ياد ڪندا رهندا. مولانا مرحوم هاڻي اسان جي وچ ۾ موجود ڪونه آهي، هو وفات فرمائي ويو. ڪيڏو نه چڱو ماڻهو هو! الله به چوندي چوندي چڱا ماڻهو پاڻ وٽ جلد گهرائي ٿو، حيرت آهي ته اڪين آڏو ڪيتريون

گرانقدر هستيون هن دنيا کان رخصت ٿي ويون آهن ۽ اسان انهن لاءِ ڪجهه به ڪري نه سگهياسين.

دنيا ۾ هڪڙا اهي ماڻهو آهن، جن کي زماني قضا سان وڏو ماڻهو ڪيو آهي. هو ڪنهن امير گهر ۾ پيدا ٿيا آهن ۽ وڏا ماڻهو سڏجن ٿا. ٻيا وري اهڙا آهن جي پنهنجو نالو ڪڍڻ لاءِ زمين ۽ آسمان هڪ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ پنهنجي مشهوريءَ لاءِ سڀ ڪجهه ڪندا آهن ۽ آخر وڏا ماڻهو ٿـي ويندا آهن. ٽيان وري اهڙا آهن، جـي رڳو پنهنجي لياقت، محنت ۽ خلوص سان ڪم ڪري عزت ۽ وڏماڻپائي حاصل ڪندا آهن. هيءَ عزت هميشه لاءِ هوندي آهي. اهي نهايت ٿورا هوندا آهن. مولانا مرحوم انهي ٽئين گروهه مان هو. اسان کي هن جي زندگيءَ مان سبق حاصل ڪرڻ گهرجي. اسان ۾ ڀلا ڪيترا آهن اهي، جـن مرحوم وانگر پنهنجي ساري عمر علم ۽ ادب جـي خدمت ۾ وقف ڪري ڇڏي آهي. هـن رڳو پنهنجي محنت ۽ قابليت سان هي درجو حاصل ڪيو. هو پنهنجي علم ۽ شوق ۽ همت جي زور سان اهڙو ٿيو جو هن جي موت تي هڪ وڏي طبقي کي حقيقي ڏک ۽ غم آهي ۽ ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي ته سنڌي علم ۽ ادب جو هڪ ٿنڀو ڪري پيو آهي. هـن جي زندگي صاف ۽ چٽو پڌائي ٿي ته شوق ۽ محنت عجيب شيون آهن. جنهن کي اسين ڪمال ٿا چئون سو انهن ٻنهي جي پيدائش

آهي. جينوٽيڪ هو هن وقت اسان ۾ موجود نه آهي، مگر هن جي ياد اسان جي دلين ۾ آهي. 'پکي نه اڏامي ويو پر ٿاري نه اچا تائين پينگهه وانگر لڏندي ٿي رهي.'

امشب صداي تيشه از بيستون نيايد
شايد بخواب شيرين فرهاد خفته باشد.

حيدرآباد
7- اپريل 1977ع

سيد بچل شاهه

# ڊاڪٽر گربخشاڻي

سنڌ جو مشهور عالم ۽ اديب، سنڌي زبان جو ڄاڻو، ۽ شاهه جو شارح، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، تقسيم هند واري سال، **11 فيبروري 1947ع** تي ڪراچيءَ ۾ گذاري ويو.

ڊاڪٽر صاحب جي ادبي حيثيت امر ۽ جاودان آهي: سنڌي ادب ۾ جيسين شاهه جو ڪلام رهندو، تيستائين سندس علمي ۽ محققانه شرح به زنده رهندي.

ڊاڪٽر صاحب، 8 مارچ 1884ع ۾، حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. سندس ابتدائي زندگي، هڪ اديب ۽ سنڌي زبان جي ڄاڻوءَ جي حيثيت سان شروع ٿي. ڊاڪٽر صاحب اگرچ نحيف ۽ نازڪ طبع جو هو، تاهم ابتدائي ۽ ثانوي تعليم نهايت امتياز سان حاصل ڪري، 1900ع ۾، ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو، جتان 1905ع ۾ بي. اي پاس ڪيائين، ايم - اي لاءِ بمبئيءَ جي ولسن ڪاليج ۾ داخل ٿيو. 1907ع ۾ تعليم ختم ڪيائين، ۽ ساڳئي ڪاليج ۾ انگريزي ۽ فارسيءَ جو استاد مقرر ٿيو. 1928ع ۾ انگلنڊ روانو ٿيو ۽ لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ رهي هڪ مقالو ”انگريزي شاعريءَ ۾ تصوف“ تي

لکي، ڊاڪٽريٽ جي سند حاصل ڪيائين. آخري عمر تائين ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي مختلف منصبن تي فائز رهيو ۽ آخر ۾ پرنسپال ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب جي تصنيفات مان شاهه جي رسالي جي شرح جا 3 جلد، نورجهان ناول، لواريءَ جا لال، نهايت معياري ۽ بي نظير آهن. شاهه جو رسالو سندس وسيع مطالعي، محققانه ڪاوش، لغت تي عبور، تصوف ۽ ويدانت جي ڄاڻ، ۽ صحيح ادبي مذاق جو ثبوت آهي. ڊاڪٽر صاحب جنهن محنت ۽ عرق ريزيءَ سان ويهي، ڇنڊ ڇاڻ ڪري شاهه جو ڪلام جمع ڪيو آهي، اهو هڪ عظيم علمي ڪم آهي، پر ان تي اڪتفا نه ڪيائين ۽ هڪ نقاد ۽ زباندان لغوي ۽ صوفي محقق ۽ عالم جي حيثيت مان شرح لکيائين، ۽ اڳين سڀني رسالن کان گوءِ کڻيائين، بلڪ اڄ تائين اهڙي معياري شرح اڃا ڪانه لکي وئي آهي. ڊاڪٽر صاحب هن شرح جا 4 جلد لکي پورا ڪيا هئا، جنهن جا ٽي جلد، 1923ع، 1924ع ۽ 1931ع ۾ ڇپيا هئا، ۽ باقي چوٿون ۽ آخري حصو تقسيم کان پوءِ، هندستان ڏانهن ويل آهي، ۽ معلوم ٿيو آهي ته سندس عزيزن وٽ محفوظ آهي.

رسالي جي شرح متعلق ڪن عالمن سخت تنقيدون لکيون، پر ڊاڪٽر صاحب اٽل رهيو، ۽ شرح ڪرڻ ۾ پنهنجي نقطه نظر سان لکندو رهيو. ياد رهي ته ڊاڪٽر

صاحب پنهنجي رسالي ۾ اگين ڇپيل رسالن کان هڪ هزار بيت گهٽ شايع ڪيا آهن.

شرح جي ابتدا هڪ عالمانہ مقدمي سان ٿئي ٿي، جنهن ۾ شاهہ جي سوانح حيات جا مختلف پهلو، نهايت لذيذ ۽ محققانہ انداز ۾ پيش ڪيل آهن، ۽ آخري پن بابن ۾ شاهہ جي زبان ۽ ان جي صرفي ۽ نحوي بناوت تي عالمانہ بحث ڪيو اٿس. ٻروچ رهاڻ ڪتاب ۾، شاهہ جون آکاڻيون نهايت سلوڻي ۽ سوادي، مٺيءَ ۽ دلنشين ٻوليءَ ۾ لکيون اٿس. هن ڪتاب ۾ سندس اسلوب بيان نهايت دلڪش ۽ وڻندڙ رنگين ۽ شيرين آهي.

"لوازيءَ جا لال" سوانح نگاريءَ ۽ سنڌي بزرگن جي حالات تي مفيد علمي چيز آهي، ۽ "نورجهان" هڪ لذيذ تاريخي ناول آهي.

سنڌي زبان ڪڏهن بہ اهڙي محسن ۽ عظيم الشان اديب کي وساري نہ ٿي سگهي. ضرورت آهي تہ سندس علمي ڪارنامن ۽ شخصيت تي ڪو مفصل ڪتاب لکيو وڃي.

## ڪشنچند - "بيوس"

سنڌ جو مشهور عوامي شاعر مسٽر ڪشنچند "بيوس" 23 سيپٽمبر 1947ع تي پرلوڪ پڌاريو.

"بيوس" پنهنجي سليس ۽ سلوڻي، عوامي ۽ فطرتي

شاعريءَ جو موجد هو. انهين چوڻ ۾ وڏاءُ ڪونہ آهي، تہ ”بيوس“ ڀهرين شخص آهي، جنهن گل ۽ بلبل واري ايراني ۽ اردو رنگ کي ڇڏي، ٺيٺ سنڌي زبان ۾ طبع آزمائي ڪئي، ۽ قومي فطري خيال پيش ڪيا.
سندس زندگي هڪ آدرشي استاد جي حيثيت سان شروع ٿي، ۽ هڪ باڪمال قومي ۽ عوامي شاعر ٿي، هيءُ دنيا ڇڏيائين.

ڪانگريس ۽ خلافت جي دؤر سياست ۾ بہ بهرو ورتائين. هو گانڌيءَ جو معتقد ۽ شش هو، ۽ هندو مسلم ايڪتا جو حامي هو. سرڪاري نوڪريءَ هوندي بہ قومي ترانا ۽ جوشيلا شعر، پنهنجي پياري شاگرد، هوندراج ”دکايل“ جي نالي لکندو هو، ۽ اخبارن کي موڪليندو هو. اهي سليس قومي گيت، سنڌ جي هر قومي ميڙ ۾، ڏاڍي جوش ۽ محبت سان پڙهيا ويندا هئا.
زندگي بلڪل سادي گذاريندو هو، ۽ ڪوشش ڪري ولايتي چيزن کان پري رهندو هو، ۽ ديسي شيون واپرائيندو هو. حڪمت سندس آبائي پيشو هو، پينشن تي وڃڻ کان پوءِ بہ حڪمت جو دڪان هلائيندو رهيو.
مارچ، 1933ع ۾ سنڌي ساهتيہ سميلن سندس صدارت ۾ سڏائي وئي، جنهن ۾ سنڌي زبان ۽ سنڌي تهذيت، ۽ سنڌ جي سليس شاعريءَ متعلق، پاڻ نهايت ڪارائتا خيال پيش ڪيائون.
سندس ڪلام سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن ۽ روزانہ

اخبارن ۾ شايع ٿيندو رهيو. سندس "شيرين شعر" ۽ هئملٽ ڊرامو، نصابي طور هاءِ اسڪولن ۾ منظور ٿيل ڪتاب هئا.

سندس شاگردن ۽ صحبتين مان هوندراج دکايل ۽ پروفيسر رام پنجواڻي مشهور شاعر ۽ اديب آهن.

ضرورت آهي ته "بيوس" جي ڪلام ۽ مضمونن کي جمع ڪجي، ۽ سندس ڪلام ۽ سوانح حيات تي ڪو ضخيم ۽ مفصل ڪتاب لکيو وڃي.

## چيتمل پرسرام گلراج

سنڌ جو مشهور اديب، قومي ۽ ملڪي خدمتگذار، صوفي ۽ ٿيا سافسٽ، چيتمل پرسرام، 7 جولاءِ 1948ع تي گذاري ويو.

چيتمل پرسرام، سنڌ جي سماجي زندگيءَ جو هڪ نه وسرندڙ هيرو هو. وسيع مطالعي، وسيع فڪر ۽ وسيع مشرب وارو صوفي صافي هو. تصوف ۽ ويدانت جي ڪتابن جو ڪافي علم هوس. شاهه لطيف جي ڪلام ۽ رمزن جو ته وڏو ڄاڻو هو. سندس زبان سلوڻي ۽ مٺي، هلڪي ۽ دلپذير هئي.

قومي زندگيءَ جو آواز ڪانگريس هلچل ۾ ڪيائين، ۽ ساري عمر سچو ديش ڀڳت ٿي رهيو. "سنڌ" سان ته خاص الفت هئس. وفات وقت، پنهنجن پوين کي وصيت ڪري ويا آهن، ته منهن هاڻي يا گورو يعني

سنڌ ڇڪيا جي خاڪ ۽ هڏيون، سنڌو درياءَ جي سپرد ڪيون وڃن. پهرئين دور ۾ مرحوم غلام محمد خان پرڳڙيءَ جو بانهن ٻيلي ۽ صلاحڪار ٿي ڪم ڪيائين، ۽ پرڳڙي صاحب جي خيالات ۽ قومي ڪمن جي ڦهلائڻ لاءِ سنڌي ۽ انگريزي اخبارن جو ايڊيٽر ٿيو. سندس بيباڪ ۽ هندو مسلم فساد کي ختم ڪندڙ، اتفاق ڏي ڇڪيندڙ مضمون اڄ به موجود آهن. ڪانگريس جي تحريڪ ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏ جيل به ماڻيائين. سندس طبيعت فقيرائي هئي. سنڌ جي صوفين ۽ سنتن، ۽ هندو توڙي مسلمان فقيرن جي ڪلام جو مٿس خاص اثر پيو. پيغمبر اسلام ۽ ان جي سچي تعليم کان به متاثر ٿيو، ۽ پيغمبر اسلام تي هڪ ڪتاب لکيائين.

سندس زندگيءَ جو ٻيون دور، مائي ايني بيسنٽ جي صحبت، ۽ ٿيا سافي تحريڪ کان شروع ٿيو. ان تحريڪ ۾ اچڻ کان پوءِ، سڀني مذهبن ۽ ڌرمن جي سچائي ۽ يگانگت تي خوب ليڪچر ڪيائين.

سندس ڪوشش سان، حيدرآباد سنڌ ۾، بيسنٽ لاج جو بنياد وڌو ويو، جو حيدرآباد جو مذهبي، ڌرمي ۽ ڪلچرل مرڪز بڻجي پيو.

ٿيا سافي ۽ تصوف جي پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ "روح رهاڻ" نالي رسالو 1923ع ۾ ڪڍيائين، جو 1944ع تائين پورا 21 سال سانده، باقاعدگيءَ سان هلندو رهيو، جنهن ۾ قرآن، گيتا، تصوف، ويدانت،

ٿياسافي ۽ روحانيت متعلق معياري مضمون شايع ٿيندا هئا. نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو سندس هيءُ دلپذير رسالو، ڏهن سالن کان پوءِ، وري هاڻي، سندس لائق فرزند ۽ انهن بمبئيءَ مان شروع ڪيو آهي.

سندس انگريزي ۽ سنڌي ڪتابن جو چڱو انداز آهي: اوم جي ڪهاڻي، سڌيون ۽ چڪر، پيغمبر اسلام، فلاسفي ڇا آهي، موت آهي ئي ڪونه، شاهه جون ڪهاڻيون، روح رهاڻ جا 21 جلد ۽ سنڌڙيءَ جا فائيل ۽ ٻيا ڪيئي علمي ۽ ادبي مضمون سندس يادگار اڄ اسان وٽ موجود آهن.

برهمو سماج، سناتن ڌرم، اسلام ۽ ٿياسافيءَ جو وڏو ڄاڻو، سنڌ جو سورهيه ۽ عاشق، قلم ۽ ڪلام، علم ۽ عمل، اخلاق ۽ محبت جو مجسمو، مرحوم چيتنمل پرسرام، تقسيم کان پوءِ جڏهن سنڌ جا وڻ ڇڏي ويو، تڏهن 7 جولاءِ 1948ع تي، بمبئيءَ ۾، سندس مرتبو ٿيو.

ضرورت آهي ته سندس شخصيت ۽ ڪتابن ۽ خيالن تي مفصل ڪتاب لکيو وڃي، ۽ سندس سموري ڪتاب ۽ لکيتون "ڪليات چيتنمل" جي نالي شايع ڪيون وڃن.

## مولانا دين محمد وفائي

سنڌ جو مشهور ۽ معروف عالم ۽ اديب، عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن جو ڄاڻو ۽ فاضل، حديث ۽ تفسير، تاريخ ۽ علم الانساب، فقه ۽ فلسفي، تصوف ۽

فلسفہ وليالاهيءَ جو وڏو ماهر ۽ استاد، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو فڪري ترجمان، الوحيد جو سابق ايڊيٽر، توحيد جو مدير، ”مهراڻ“ جو معاون تحرير مولانا دين محمد وفائي صاحب 10 اپريل 1950ع تي وفات ڪري ويو. سندن عمر 60 ورهيہ هئي.

”مهراڻ“ سان تہ فقط سندن تعاون هو پر ايڊيٽوريل بورڊ جو هڪ فرد هو. ”مهراڻ“ جي ناليسان، سندن انس ۽ محبت جو اهو روشن دليل آهي، جو پاڻ ”مهراڻ“ پبلشنگ هائوس جي طرفان، پنهنجن جو تحقيقي ۽ معياري ڪتاب ”لطفاللطيف“ شايع ڪري، سنڌي ادب ۾ ”مهراڻ“ کي وڌيڪ مشهور ۽ مقبول ڪيائون.

مولانا وفائي، سنڌي زبان، سنڌي تهذيب، سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي روايات ۽ سنڌ جي شاعريءَ جو وڏو محقق ۽ چاڙهو هو. پنهنجي ساري عمر عزيز علوم دينيہ ۽ سنڌي ادب جي خدمت ۾ گذاري، مولانا مرحوم هڪ عمدو مثال قائم ڪيو. مولانا مرحوم جي ملڪي ۽ وطني، سياسي ۽ صحافي زندگي بہ قابل قدر آهي. توحيد، هڪ بلند معيار ديني ۽ ادبي رسالو آهي. سندن تصنيفات ۾ بيشتر ديني ڪتاب آهن. ان کان سواءِ سنڌ جي شخصيات متعلق سندن گڏ ڪيل ڪتاب، سنڌ جي علمالانساب ۽ علم رجال جو بهترين شاهڪار آهي.

مولانا مرحوم پنهنجي آخري زندگيءَ ۾، امام الانقلاب، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو هڪ طالب ۽ ترجمان

تي اٿيو، ۽ ولي الاهي فلسفہ جي مطالعي ۾ وقت گذاريائين.
مرحوم مولانا سنڌيءَ کي سندس اجتهاد، علمي تبحر،
معلومات مطالعي ۽ خوش ذوقيءَ تي پورو پورو اعتماد
هو. اها اميد قائم ٿي چڪي هئي تہ مولانا وفائي
سنڌي زبان ۾ فلسفہ ولي الله جي ترجماني ۽ شرح جا
فرائض بجا آڻيندو، پر اي بسا آرزو کہ خاک شد.
مولانا مرحوم 1919ع کان وٺي 1946ع تائين "الوحيد"
جي معرفت قوم ۽ وطن جي خدمت ڪندو رهيو، ۽
اميرفرنگ بہ رهيو ۽ تحريڪ خلافت جو سرگرم رڪن
هو. مولانا هڪ خوش اسلوب صاحب تحرير هو. سندس
زبان سلاست جو آئينو آهي. سندس تصنيف "لطف اللطيف"
سنڌي ادب ۾ زنده جاويد آهي.

اهڙو جامع العلوم ۽ جامع الفنون عالم، سنڌي ادب
لاءِ باعث فخر هو. اهڙو عالم، اديب، سخن سنج، مورخ،
محقق، فلسفي، صحافي، منطقي، علم الانساب جو ڄاڻو،
سنڌي شخصيات جو ماهر، وري پيدا ٿيڻ مشڪل آهي.
خلفائي راشدين، سيرت النبي، الهام باري ۽ ٻيا ڪتاب
سندس يادگار آهن.

"مهراڻ" جو معاون مدير هو، تنهن ڪري
"مهراڻ" جو ادارو ۽ مهراڻ جا ناظرين ۽ سنڌي ادب
سندس وفات کي هڪ علمي نقصان تصور ڪن ٿا.
دعا آهي تہ مولا پاڪ مرحوم کي مرهي، ۽ جوار
رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## غلام محمد شاهواڻي

مسٽر غلام محمد شاهواڻي ايم - اي، مرحوم، 14 ڊسمبر 1950ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي آهي. نهايت ارمان آهي، جو سنڌ جو هي نوجوان اديب ۽ علم دوست ۽ خوش اخلاق ۽ ولڙو ملڙو ماڻهو، اجا تازو شاهه جو رسالو شايع ڪري چڪو هو. مرحوم پنهنجي تعليمي ڪمن ڪارين سان گڏ علمي ڪتاب به شايع ڪرائيندو رهيو. پاڻ اول نورمحمد هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر هو، ۽ پوءِ وري گورنمينٽ هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو. مرحوم ٿوري وقت ۾ نهايت عمدا ڪتاب شايع ڪرائي، سنڌي ادب ۾ چڱو اضافو ڪيو آهي.

مثنوي مولانا روم جا ٻه جلد "علمي خزانو" جي نالي سان نثر ۾ شايع ڪرايائين. ان طرح غوث اعظم جي ڪتاب فتوح الغيب جو ترجمو، گلستان سعدي جو ترجمو، مر مسئي آبري، ادبي اصول، چونڊ نظم نثر 3 حصا، راز رمزون، ۽ ننڍڙو ڪتاب رسول ڪريم تي، خلفائي راشدين يعني چئني يارن جون جدا جدا سوانح عمريون ۽ اسلامي افسانن جو ڪتاب، ترڪن جي بهادري، وغيره شايع ڪرايائين. سنڌس هميشه جو يادگار شاهه جو اهو رسالو آهي، جنهن تي هن پاڻيءَ وانگر هزارها روپيا هاريا، ۽ نيٺ رسالو شايع ڪيائين.

سخت محنت ڪري، تندرستي وڃائي ويٺو، پر وسالي جي شوق ۾ ائين چوندو رهيو ته "منهنجي رڳي اها تمنا آهي تہ سرڻ ڪان اول شاهه جي رسالي جو هڪ جلد مون ڪي ڇپي ڏيکاريو وڃي" سندس اها آرزو نيٺ پوري ٿي، رسالو ڪيس ڇپجي مليو، پر طبيعت جيئن پوءِ تئن ڪرندي وئي ۽ آخر پاڻ چيائين تہ "مان رسالي جو شهيد ٿيندس."

آخري وقت ۾ ڪيس علاج لاءِ لاهور نيو ويو، جتي 14 ڊسمبر 1950ع تي وفات ڪيائين. سندس لاشو ٽرين ذريعي آندو ويو، ۽ حيدرآباد سنڌ ۾ دفن ڪيو ويو.

سندس علمي ذوق ڪي ڏسي اها پيشنگوئي ڪيل هئي تہ هي ماڻهو سنڌي ادب لاءِ اڃا بہ وڪ وڌائيندو. پر اي بسا آرزو ڪہ خاڪ شد. دعا آهي تہ رب جليل ڪيس علمي خدمت جي صلي ۾ مغفرت فرمائي، ۽ ان جي ڪتاب ڪي مقبول ڪري.

## غلام احمد "نظامي"

مرحوم غلام احمد نظامي، سنڌ جي قومي شاعر، سنہ 1951ع ۾ وفات ڪئي آهي. نظامي صاحب وڏا اصل تہ لاڙڪاڻي جا هئا، پر پوءِ اُتي ڪراچيءَ ۾ آيا. سندس والد حاجي محمد صديق هڪ محنتي ماڻهو هو، جنهن ڪراچيءَ ۾ سنڌ اسلاميہ هوٽل جو بنياد وڌو. نظامي صاحب 15 جون 1895ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو

۽ ڇهن ورهين جي عمر ۾ سندس تعليم ۽ تربيت جي ابتدا هڪ اردو اسڪول ۾ شروع ٿي. اگرچه سندس تعليمي معيار موجوده اسڪولن ۽ ڪاليجن ۽ مڪتبي نقطئه نظر سان ايترو وسيع نه هو، تاهم ذوق سليم ۽ ذاتي جوهر، مسلسل مطالعي ۽ سير و سفر ۽ علمي مجلسن ۾ اٿڻ ويهڻ ڪري، ايترو استعداد ڪيائين، جنهن اڳتي هلي کيس سنڌي زبان جو قومي شاعر بڻايو. سندس ذوق سليم ۽ طبع روان کيس ننڍيءَ عمر کان وٺي شعر و شاعريءَ ۽ ادب جي دنيا ۾ آندو. اول اول اردوءَ ۾ ڪلام چيائين، ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾. ابتدا ۾ تخلص اصغر، ۽ پوءِ خبطي، ۽ آخر ۾ "نظامي" ڪيائين. حضرت نظام‌الدين محبوب الهيءَ جي گاديءَنشين، اردو جي وڏي اديب، شمس‌العلماء خواجه حسن نظاميءَ جي بيعت ڪرڻ کان پوءِ، 1926ع ۾، مرحوم پنهنجي مرشد جي نسبت قائم ڪرڻ لاءِ "نظامي" تخلص اختيار ڪيو.

سندس ابتدائي ڪلام جي اصلاح، مرحوم مخلص ۽ پوءِ حاجي محمود خادم صاحب ڪئي آهي. تحريڪ خلافت‌وقت گل و بلبل جي شاعريءَ کي ترڪ ڪري، قومي شاعري شروع ڪيائين. "بياض‌نظامي" ۽ "رياض نظامي" سندس ڪلام‌جا ٻه مجموعا ڇپجي چڪا آهن . نثر ۾ سندس ڪئين مضمون آهن، جي "ڪاميابي"، "الوحيد"، ۽ "ترقي" رسالن ۽ اخبارن ۾ موجود آهن. "حور دمشق" ۽ "خدائي انتقام" چڱا علمي ناول آهن . نظامي صاحب،

پنهنجي آخري ايام ۾ هڪ علمي ۽ ادبي ۽ سياسي هفتيوار پرچو "وحدت" جاري ڪيو، جنهن جا ٻه چار نمبر سندس زندگيءَ ۾ شايع ٿيا.

نظامي صاحب، 23 فبروري 1951ع تي جمع جي ڏينهن، ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. دعا آهي ته الله تعاليٰ کيس مرهي، ۽ سندس پسماندن کي صبر جي توفيق عطا ڪري.

## محمد بخش "واصف"

فخرالشعراء سنڌ، محمد بخش واصف صاحب هڪ جامع الفنون ۽ جامع الڪمالات اديب هو. سندس وفات سنڌي ادب لاءِ ناقابل تلافي نقصان آهي. هو اسلامي علوم ۽ ديني فنون جو ڄاڻو به هو، تاريخ، سير، رجال جو محقق به هو، مناظر ۽ مباحث به هو، ته هڪ زباندان ۽ لغوي به هو، ۽ تصوف، ويدانت، مجوسي فلسفي، ۽ يوناني فلسفي جو ڪافي مطالعو هوس. سنڌي، اردو، عربي، فارسي، هندي، سنسڪرت ۽ انگريزي زبانون ڄاڻندو هو. هڪ مشاق ۽ استاد شاعر به هو، ۽ بلند پايه جو اديب به هو. هو هڪ خوش خط خطاط، ۽ نقاش ڪاتب ۽ مصور به هو، ته هڪ سخن سنج، سخن فهم ۽ نقاد به هو. ايترين خوبين جو هڪ هنڌ گڏ هجڻ پنهنجيءَ جاءِ تي ڪرامت کان گهٽ نه آهي. واصف مرحوم، 1892ع ۾ڄائو ۽ 1952ع ۾ 60 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

سندس تصنيفات ۾ شرح لطيفي، اسان جو پيارو رسول، گلزار چنبيلي، رباعيات واصف، ديوال واصف، اسلامي شريعت بہ حصا، ردتناسخ، خزينةالعوم (اڻ ڇپيل) مشهور ڪتاب آهن.

شعر و شاعري ـــ شاعريءَ ۾ هڪ انفرادي مقام حاصل اٿس، سندس ڪلام ۽ زبان سليس ۽ رنگين آهي. هڪ قادرالڪلام، ۽ ڪهنہ مشق شاعر هجڻ جي ثبوت ۾ سندس ديوان ۽ رباعيات جو مجموعو پيش ڪري سگهجن ٿا. سندس غزليات ۾ تخيل جي بلنديءَ سان گڏ، استعاري ۽ ڪنايي جو صحيح استعمال ۽ بندش جي چستي ۽ برجستگي نمايان خصوصيتون آهن.

واصف، جديد ۽ قديم دور جي وچ ڌاري پيدا ٿيو، تنهن ڪري سندس ڪلام ٻنهي دورن کان متاثر ٿيو آهي. ان ۾ سانگيءَ ۽ قليچ جو رنگ بہ نظر ايندو، تہ جديد ۽ قومي رنگ بہ؛ جتي صوفيانہ نڪات ۽ عارفانہ اسرار بيان ٿيل نظر اچن ٿا، اتي وطن دوست ۽ درد دل رکندڙ قومي شاعر جي حيثيت بہ نمايان نظر اچي ٿي. رباعيءَ جي سنگلاخ زمين ۾ مرحوم واصف جي حڪيمانہ خيالات ۽ عارفانہ جذبات کي ڏسي سگهجي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ طرفان تيار ٿيل سنڌي لغت ۾، واصف مرحوم نمايان ڪم ڪيو آهي. گهڻين زبانن ڇاڻ ڪري ۽ خاص طرح سنسڪرت جي اڀياس سببان، سنڌي زبان جي لغوي تحقيق ۽ اشتقاقن جي صحت

متعلق سنڌي لغت لاءِ ڪارآمد معاون هئي. سندس قلمي ڪتابن ۾ خزينةالعلوم معياري چيز آهي. سندس "ديوان" جا باقي بيا حصا به اڃا اڻ ڇپيل آهن. سندس لئبرري، هڪ گرانمايه علمي خزانو آهي. دعا آهي ته واصف مرحوم کي رب تعاليٰ مرهي، ۽ سندس نعم البدل سنڌ کي عطا فرمائي. نهايت ضروري آهي ته واصف مرحوم جون سموريون تصنيفون "ڪليات واصف" جي نالي شايع ٿين.

## جمع خان "غريب"

سنڌ جي مشهور شاعر جمع خان "غريب" 7 آگسٽ 1953ع تي وفات ڪئي. "غريب" صاحب، مريد خان لاکير تعلقه ميهڙ ضلع دادو ۾، 15 جنوري 1885ع تي ڄائو. سندس ابتدائي زندگي علمي ماحول ۾ شروع ٿي، سڪولي تعليم سان گڏ پنهنجي خدا داد ذهن ۽ ذڪاوت سان فارسي، اردو ۽ سنڌي جا ادبي ڪتاب مطالع ڪندو رهيو، ۽ سنڌ جي مشهور شاعر ۽ اديب مرحوم "بلبل" جي صحبت ۽ علمي تربيت سان شاعريءَ جي فن ڏانهن متوجه ٿيو، ۽ مرحوم بلبل جي اصلاح ۽ اشاري سان ڇگو ڪلام چوڻ شروع ڪيائين. مرحوم "غريب" هڪ بهترين ۽ مثالي استاد جي حيثيت سان زندگي شروع ڪئي. ماستريءَ سان گڏ قاضي عبدالوهاب شڪارپوريءَ کان طب جي تحصيل ڪري سنڌ ورتائين.

سندس شعر ۾ سوز ۽ اصليت ۽ سلاست موجود آهي. سندس غزل ۽ بزم مشاعرن ۾ پيش ٿيل طرحي ڪلام نهايت رنگين ۽ لذيذ آهي. هو هڪ انفرادي طرز ڪلام جو موجد هو، جنهن ۾ سلاست ۽ مينا ج، نماڻائي ۽ تواضع ۽ هلڪي ظرافت موجود آهي. سندس شعر جي اصلاح مخلص مرحوم ۽ محمد صديق مسافر پڻ ڪئي آهي. ”گل نوبهار“ سندس ڪلام جو معياري انتخاب آهي، جو هاءِ اسڪول لاءِ ڪورس طور منظور ڪيو ويو هو. سنڌ جي سڀني بزم مشاعرن ۽ ادبي مجلسن سان سندس علمي تعلق رهندو آيو. سندس ادبي ذوق کيس اڳتي هلي رسالي ”اديب سنڌ“ جو ايڊيٽر ۽ ”مسلمان“ جو مدير معاون ۽ رسالي ”طالب المولى“ سيتاروڌ جو ايڊيٽر بڻايو. پينشن تي 1940ع ۾ لٿو، ۽ پوءِ سارو عرصو ادب ۽ حڪمت جي خدمت ۾ گذاريائين.

قطع تاريخ جي فن ۾ غريب صاحب جو پايو بلند آهي. هزارين تاريخي مادا ڪڍيا اٿس، ۽ علمي ۽ فني طور نباهيا اٿس. ان فن جا چاڻندڙ هن وقت آ ڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس آهن. جميعت الشعراء سنڌ ۽ مجلس علم و ادب هالا جو سرگرم رڪن ٿي ڪم ڪندو رهيو. وفات کان اڳ پنهنجو مادہ تاريخ بہ ڪڍي ڇڏيائين: ”بابقا جان غريب“ 1372 هجري. مرحوم جو ڪلام ۽ ”قطعات تاريخي“ ڪي سهيڙڻ ۽ مرتب ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. اميد تہ سندس فرزند محترم

وسول بخش "دوست" ان ادبي خدمت لاءِ ڪم ڪندو، جنهن غريب صاحب جو ڪلام سنڌي ادب لاءِ چڱو اضافو ٿي سگهي. دعا آهي ته الله تعاليٰ مٿس مغفرت فرمائي.

## فقير غلام علي "مسرور"

فقير غلام علي "مسرور" هڪ صاحب ذوق، صوفي صافي اديب ۽ شاعر هو، سندس وفات 19- آگسٽ 1953ع تي ٿي آهي.

هي فقير صاحب، شڪارپور جي بدوي خاندان ۾ پيدا ٿيو. سندس نشونما، شڪارپور جهڙي مردم خيز علمي زمين ۾ ٿي. فقير صاحب ننڍيءَ عمر کان وٺي ذهين، ذڪي، سليم الطبع ۽ شاعرانه طبع جو ماڻهو هو. طبعي طور سندس لاڙو "فقر" ڏانهن رهيو. سندس صوفيانه طبيعت ان وقت جي ڪن صوفين کان اهڙو متاثر ٿي، جو پنهنجا سڀ علمي مشغلا ۽ تعليمي مسئلا ڇڏي بيدل فقير جو طالب بڻيو ۽ سندس درگاهه تي وڃي اعتڪاف ۾ ويٺو ۽ ذڪر فڪر جي نعمتن، حال ۽ واردات جي ڪيفيتن کان مستفيد ٿيو. 1908ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ پوءِ سنڌ مدرسه ۾ ڪجهه وقت رهيو. وري شڪارپور موٽيو، پر زخمي ۽ بيقرار دل کي قرار نه آيو ۽ وري به اچي بيدل فقير جي درگاهه تي دم ڪنيائين. اهڙا ٻيهارو سال سندس سلوڪ ۽ طريقت جي پنڌ ۾

صرف ٿيا. ان وچ ۾ پنهنجي چاچي فقير حاجي امام بخش خادم جي صحبت ۾ شعرو شاعريءَ جو فيض حاصل ڪيائين.

1918ع کان پوءِ مٿس سماع ٻڌڻ ڪري جذب جي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي. ان جذب ۽ استغراق، منجهس سوز ۽ درد پيدا ڪيو، ۽ سندس شاعرانه ساز ڏي مضراب جو ڪم ڪيو. آخري زندگيءَ ۾ سنڌي صوفين جي پيروي ڪري هڪ صوفيانه اوتارو بڻايائين، جتي موسيقي ۽ سماع جي مجلسن کان سرور حاصل ڪندو هو، ڳائڻا ۽ موسيقار ايندا ويندا هئا، ۽ سندس درد ۾ اضافو ٿيندو رهندو هو. ان عرصي ۾ تپيدار ٿيو، 1948ع ۾ رٽائر ڪري ڳوٺ آيو، ۽ وري خانگي ملازمت اختيار ڪيائين. ان سلسلي ۾ پوئون عرصو ٺٽي آدم ۾ گذاريائين، ۽ اتي 19- آگسٽ 1953ع تي وصال ڪيائين.

سندس ڪلام پختو آهي، ۽ فني ڪمالات سان پريل، فن عروض تي پورو، ان سان گڏ درد ۽ سوز سان ٽمٽار. سندس ڪلام اڃا غير مطبوع آهي. سنڌي ادبي بورڊ، ان جي تاليف ۽ ترتيب ۽ اشاعت جو ڪم پنهنجن هٿن ۾ کڻي چڪو آهي.

## مخدوم محمد صالح ڀٽي

سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي خاموش، ۽ صاحب فن خدمتگذار مخدوم محمد صالح ڀٽيءَ، 27 ڊسمبر

1953ع تي وفات فرمائي آهي. سندس عمر 66 ورهيه هئي. مخدوم صاحب پراڻين هالن جي علمي ۽ ديني خاندان پٺي بزرگن مان هڪ قابل قدر فرد هو. مخدوم صاحب جو نسب ستين پيڙهيءَ ۾ مخدوم عبدالله سان لڳي ٿو، اهو صاحب، جيسلمير جي راجپوت راجائن مان هو ۽ سندس اصلوڪو نالو "ارجن" هو. اهو صاحب 625 هجريءَ ۾ غوث بهاوالحق زڪريا ملتانيءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيو هو ان خاندان جو تعلق سري رامچندر سان آهي. هن نومسلم خاندان سنڌ ۾ اسلامي تبليغ ۽ طريقت جي ڦهلائڻ ۽ سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت لاءِ ڪافي ڪم ڪيو آهي. سارو خاندان مسلسل سٺن صدين ڪائين عالم ۽ عارف، اهل الله ۽ صاحب باطن ماڻهو پيدا ڪندو رهيو آهي. ٿر جا ڏکر ۽ پير پٺورو هن خاندان جا مريد آهن.

مخدوم صاحب هالن ۾ 4 درجا پڙهيا ۽ پوءِ مدرسة الاسلام ۾ 1902ع ۾ داخل ٿي، 1909ع ۾ فائنل ۽ ميٽرڪ پاس ڪئي ۽ 1910ع ۾ پوني جي زراعتي ڪاليج ۾ تعليم ورتائون. سٽ ئي سنڌ مدرسه ۾ استاد جي حيثيت سان داخل ٿيو. اتي ايس. ٽي. سي پاس ڪري، 1920ع ۾ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر، ملا سڪولس حيدرآباد مقرر ٿيو. 1922ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين، حيدرآباد سنڌ ۾ استاد مقرر ٿيو. آخر سنڌ جي تعليم کاتي ۾ رهي سنڌ جي سڀني ضلعن ۾

تعليمي خدمت ڪندو رهيو ۽ ايڊمنسٽريٽو آفيسر توابشاهم جي حيثيت ۾، 1944ع ۾ وظيفي تي ويو.

مخدوم صاحب، ماستريءَ جي اوائلي زندگيءَ ۾ ڪراچيءَ مان "الاسلام" شايع ڪيو، جو هڪ علمي، ادبي ۽ ديني معياري رسالو هو، جنهن ۾ بلبل، مخلص، حڪيم مرحوم ۽ مولوي محمد عثمان نورنگ زاده ۽ ٻيا ڪهنه مشق اديب لکندا هئا.

مخدوم صاحب هڪ صاحب طرز اديب هو. دينيات ۽ اسلامي تاريخ سان خاص طور تعلق هوس. سندس لئبرريءَ ۾ نهايت معياري تاريخي ڪتاب موجود آهن آخر تائين پڙهي ڪتاب لکيائين. سندس تصنيفات ۾ هي معياري ڪتاب آهن:

(1) سيدة النساء (2) بيبي رابع بصري (3) منصور حلاج (4) صديق اڪبر (5) عروس ڪربلا (6) سقراط (7) اخلاقي جواهر (8) منهاج المومنين (9) اسان جو پيارو آقا (10) فاروق اعظم (11) واندڪائيءَ جي وندر، (12) فتوحات اسلام

سندن ڪي ڪتاب اڻ ڇپيل آهن: 1 ـ ڪيڏارو احسان فقير جو 2 ـ المرتضيٰ 3 ـ حيات سعدي 4 ـ ڪلام صوفي (مخدوم محمد ابراهيم پڻي، سندن والد مرحوم) 5 ـ ڪلام مخدوم عبدالرؤف پڻي (سندن ڏاڏو مرحوم)

6 ـ مضامين متفرقه 7 ـ ڪلام صالح. اهي ڪتاب نهايت تحقيق ڪان پوءِ مرتب ٿيل آهن.

سندن لئبرريءَ جا 4 هزار ڪتاب سندن انتخاب، مطالعي ۽ ذوق سليم جو دليل آهن. سندن زندگي نهايت سادي هئي. مرحوم زنده دل، خوش ذوق ۽ دوستن جو دوست، يارن جو وفادار يار هو. دعا آهي ته مرحوم کي رب عظيم مرهي، ۽ سندس علمي خدمتن جو انعام ۽ صلو بخشي، ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## پيرومل مهرچند آڏواڻي

سنڌ جي مشهور اهل قلم ۽ اديب مسٽر پيرومل مهرچند، 1953ع ۾ وفات ڪئي آهي. مسٽر پيرومل مهرچند، سنڌ جو سچو مؤرخ ۽ سنڌي زبان ۽ ان سان تعلق رکندڙ زبانن ـ سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ماهر ۽ فارسيءَ ۽ عربيءَ جو چڱو ڄاڻو هو.

20 ورهين جي ڄمار ۾، 1896ع ۾ ايڪسائيز کاتي ۾ 25 رپين پگهار تي ملازمت شروع ڪري، ايڪسائيز انسپيڪٽر ٿي رٽائر ڪيائين. ان زماني ۾ سنڌي رڳو ميٽرڪ تائين پڙهائيندا هئا، ۽ ڪاليج ۾ سنڌي ڪانه وکيل هئي. 1924ع ۾ ڪاليج ۾ فقط بي ـ اي ۾ سنڌي مقرر ڪئي وئي، ۽ اها رڳو ڪراچي ڪاليج تائين محدود هئي، سا به ان شرط سان ته جي سنڌي شاگردن ۾ چاهه وڌيو ته واهه، نه ته بمبئي

يونيورسٽيءَ ڪي سنڌي ڪيڏي پوندي. ان وقت علامه دائود پوٽه صاحب سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيل هو. جڏهن هو صاحب ڊاڪٽريءَ لاءِ ولايت اسهيو تڏهن ان جاءِ تي، نومبر 1924 ع ۾، ڀيرومل مهرچند کي سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ڪيو ويو. ان دؤر ۾ مسٽر ڀيرومل "سنڌي زبان جي تاريخ" نهايت تحقيق سان لکي.

سندس ڪتابن جو اندازُ ڀنجيتاليهه آهي، جي گهڻو ڪري سنڌي زبان، سنڌي قومن، سنڌي تهذيب، سنڌي لغت، شاهه لطيف ۽ سنڌ جي فقيرن ۽ صوفين جي ڪلام متعلق آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، غريب اللغات، سنڌ جو ميلاني، لطيفي سير، گلقند ٻه حصا، شاهه جي ڪن سرن جي تشريح، "قديم سنڌڙي" (اڻ ڇپيل) ۽ سنڌي زبان تي سندن مضمون بهترين علمي ذخيرو آهي. 1905 ع کان وٺي جيڪي سنڌي درسي ڪتاب اسڪولن ۾ پاڙهجن ٿا، تن ۾ هڪ سئو کن سبق نثر ۽ نظم تي سندن لکيل آهن: ماءُ جي پيار بابت، "مون کي ڪنهن ٿي ڪير پياريو؟" لاٻاري بابت، "اڇهو اسوءَ جو مهنو آيو"، ماکيءَ جي مک بابت، ۽ "وقت چوي آءٌ بادشاهه" وغيره سندس جوڙيل آهن.

سندس شعر جو ڪتاب به ڇپيل آهي، سندس تخلص "غريب" هو. سنڌو ۽ ٻين ميٺي علمي ۽ ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس انيڪ علمي ۽ ادبي ۽ تاريخي مضمون

شايع ٿي چڪا آهن. سندس جهڙو سنڌي زبان جو ڄاڻو
وري پيدا نہ ٿيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ابتدائي
ڪارڪنن مان هو، ۽ سنڌي لغت ۾ بہ هڪ محقق
جي حيثيت سان ڪم ڪيو اٿس. ”مهراڻ“ جي پهرئين
دور جي ايڊيٽوريل بورڊ جو هڪ رڪن هو ۽ سندس
مضمون ”مهراڻ“ ۾ نهايت معياري حيثيت حاصل ڪري
چڪا هئا. نهايت ضروري آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي
هن لافاني خادم جا سمورا ڪتاب ۽ لکيتون ”ڪليات
ڀيرومل“ جي نالي شايع ڪيون وڃن.

## قادربخش ”بشير“

مرحوم ماسٽر قادربخش ”بشير“ سنڌ جو هڪ ساده
دل، خاموش طبع، شاعر ۽ اديب هو، ۽ 14 مارچ 1954 ع
تي 58 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

مسٽر قادربخش مرحوم، سنڌي ماسٽر جي حيثيت
سان زندگي شروع ڪئي، ۽ هڪ مقبول عام اديب ۽
شاعر جي حيثيت ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام سليس،
دلڪش ۽ اصلاحي آهي. شاعريءَ جي مختلف انواع ۽
اصناف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سنڌ جي سڀني روزانہ
اخبارن، هفتہ وار پرچن، ماهوار رسالن ۾ سندس ڪلام ڇپبو
آيو آهي، ۽ تحسين حاصل ڪري چڪو آهي. سندس
ڪلام جو ڪو مجموعو اڃا شايع نہ ٿيو آهي. اخبارن
۽ رسالن ۾ ڪافي مواد منتشر صورت ۾ موجود آهي.

هڪ المناڪ حادثي کان متاثر ٿي، فن شاعريءَ ڏانهن رجوع ڪيائين، ۽ پنهنجي حسرتن ۽ پريشانين ۽ نااميدين کي شاعريءَ جي رنگين دنيا ۾ وندرائيندو رهيو. عشقيہ غزل بہ چيائين، تہ مذاقيہ ڪلام بہ چيائين، وطني حب جا ترانا بہ ڳاياڻين تہ بيوفا دنيا لاءِ مرثيا بہ پڙهيائين. هاري ۽ مزدور، ماستر ۽ زميندار متعلق بہ لکيو اٿس. رسالن ۽ اخبارن جي جمع ڪرڻ جو کيس تمام گهڻو شوق هوندو هو. هڪ دفعي ذڪر ڪيائون تہ "الوحيد جا شروع ٿيڻ کان اڄ تائين مڪمل فائيل مون وٽ موجود آهن." ان مان پتو پوي ٿو تہ سنڌ جو علمي سرمايو وٽس ڪافي موجود رهندو پئي آيو، ۽ اهو اڄ تائين ضايع نہ ٿيو آهي. هر ڪانفرنس ۽ مشاعري ۾ شريڪ ٿيڻ لازم سمجهندو هو.

دعا آهي تہ رب پاڪ شال مٿس رحمت ڪري، ۽ سندس اولاد کي سندس علم مان مستفيد ٿيڻ جي صلاحيت عطا ڪري.

## لالچند امرڏنومل جڳتياڻي

سنڌ جو مشهور اهل قلم، پختہ فنڪار، سليس ۽ سهڻي زبان لکندڙ، ظرافت آميز عبارت جو صاحب ۽ گهرو نقش ڇڏيندڙ خاص اسلوب ۽ اسٽائيل جو موجد، مرحوم لالچند امرڏنومل جڳتياڻي، سنڌ ۽ سنڌي ادب کي هميشہ جي لاءِ وڇوڙو ڏئي، 18 - اپريل 1954ع تي،

وڃي آنجهاني ٿيو.

جديد سنڌي ادب، پين بيشمار اعليٰ هندو خادمن سان گڏ ٽن هندو سڄڻن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهي: ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي ۽ لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻي.

اهي ٽيئي صاحب سنڌي زبان لاءِ ڄڻ "ابو امان" هئا، جن سنڌيءَ کي پاليو، پختو ڪيو ۽ سينگاريو. هر هڪ پنهنجيءَ جاءِ تي بي مثال اديب جي حيثيت رکي ٿو. افسوس جو هن سياسي جدائيءَ کان پوءِ اهي صاحب هندوستان ۾ اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي ويا.

لالچند هڪ جانٺو، قداور، مضبوط، تندرست ۽ توانو مرد هو. ڪلمڪ، خوش ذوق، کاڌي پوش، آزاد خيال ۽ محبتي ماڻهو هو. هو حق گوهو، ۽ ياروپس ماڻهو هو. هڪ ماستر ٿي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين، ۽ هڪ بلند پايه اديب، ۽ سنڌي فنڪار ۽ مصنف جي حيثيت سان هي لوڪ ڇڏيائين. قومي ڪم ڪندي، خلافت جي دور ۾ قطع تعلقات تحريڪ ۾ گهڙي پيو، ۽ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ پاڻ موڪيائين، ۽ ان جي انعام ۾ جيل ياترا به نصيب ٿيس.

طبيعت صوفيانه هئس، تنهن ڪري اسلامي تصوف مطالع ڪيائين، ويدانت جا ورق ورايائين ۽ پيٺيائين. ڏٺائين ته هرهنڌ حق آهي، ۽ اهو هڪ آهي، فساد ۽ فتنو ته اجايو آهي. انهن ڏينهن ۾، ڊاڪٽر ايني بيسنت

جي صوفيانہ ۽ فلسفيانہ ڪم ڪان متاثر ٿيو، ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ آيو ۽ اتي بہ پنهنجي هر دلعزيز شخصيت ڪي خوب چمڪايائين .

"پيغمبر اسلام" جي تاريخ نهايت لذيذ ۽ وجداني انداز ۾ لکيائين، جنهن ڪري ڪيس ڪي دوست مذاق طور لالچند مان لعل محمد سڏيندا هئا. ساري عمر سنڌي ادب جي خدمت ڪندو آيو. ادب جي سيني فنن ۾ ڪتاب لکيائين: سنڌي ٻوليءَ، شاهہ صاحب، ڊراما، تصوف، گهرو زندگي، سوشل معاملات، مطلب تہ هر چيز تي لکيائين . سندس ڪتابن مان سيٺ ڪي ويٺ، نقد ڏوم، چوٽ جو چنڊ، ڪشني جا ڪشٽ، ڏکن ڏڌي زندگي، شاهانو شاهہ، سچل سونهارو، بيرنگي باغ جو گل سنڌي، معياري چيزون آهن.

1914ع ۾، سنڌي ساهت سوسائٽي، مسٽر چيفمل سان گڏجي، برپا ڪيائين . 1923ع ۾، حيدرآباد سنڌ ۾، رابندرناٿ ٽيگور نانڪ منڊليءَ جو افتتاح ٿيو: ان منڊليءَ جو برک اگواڻ بہ مسٽر لالچند ئي هو. ان سوسائٽيءَ لاءِ "عمر مارئي" لکيائين. سندس مضمون جا مجموعا "ڦلن مٺ" ۽ "سدا گلاب" فڪر ۽ زبان جي لحاظ سان نهايت عمدا ۽ معياري آهن . سندس وسيلي زبان ۽ حقيقي ۽ فلسفيانہ خيال انهن ٻن ڪتابن ۾ سمايل آهن. سدا گلاب، اگرچ ٽيگور جي گارڊنر

(Gardnar) جي گيتن تان ورتل آهي، پر ترجمو آزاد آهي، ۽ اصليت کي قائم آهي. ائين وسهڻ ۾ ٿي نه ايندو ته ڪو سدا گلاب ترجمو آهي.

سنڌس ڪتابن ۾ "لڳه نئڙو جيءُ گهڻو" هڪ بهترين چيز آهي. سنڌس بلڪل آخري ڪتاب آهي، شاهه جي رسالي جو "سر ڏهر ۽ ان جي تشريح". ٻهريون ڪتاب "هندواسيءَ" وارن شايع ڪيو آهي، ۽ ٻيو ڪتاب "هندستان ساهتيه مالا" وارن ڇپايو آهي.

مرڻ کان ٿورو اڳ "سنڌي ساهت جو نچوڙ" ڪتاب لکي رهيو هو، جنهن جو مسودو اڃا باقي آهي، پر افسوس اهو آهي جو هن سنڌي اديب جي ديهانت کان پوءِ سندس مسودا ۽ ڪتاب بروقت چوري ٿي ويا. اها علمي چوري سندس قضيي جي ڏينهن ڪئي وئي! اها به مزي جهڙي ڳالهه آهي، جو جنهن ڏينهن P.E.N بمبئي جي سهاري هيٺ اديبن جي ڪوئنايل سميلن، مدراس جي پرسان هلي رهي هئي، جنهن ۾ ڪيس "1947ع کان 1953ع تائين سنڌي ادب تي تبصره" جي عنوان هيٺ مقالو پڙهڻو هو، پاڻ ان ڏينهن گذاري ويو، پر اڃا به زيادهه اها دلچسپ ۽ دکدائڪ خبر آهي، جو جنهن وقت سندس پويون مضمون ان سميلن ۾ پروفيسر منگهارام ماڪاٽي پڙهي رهيو هو، عين ان وقت مسٽر لالچند بمبئيءَ ۾ پويان پساهه کڻي رهيو هو، ۽ سندس ڪتابن ۽ لکيل مضمونن ۽ مسودن

ڪي بيدرد چور ۽ لٽيرا لٽي وٺيا هئا!

سندس زبان مٺي ۽ سليس هئي۽ اجايا عربي، فارسي، هندي ۽ سنسڪرت جا ڳاٽي ڏوڙ لفظ استعمال نه ڪندو هو. ٻولي صاف ۽ مائيدار لکندو هو ۽ ڪردار جي هوبهو تصوير چٽڻ ۾ ڪمال حاصل هوس. خاص ڪري گهرجي ٻيڙين ماڻن جي ٻولي اهڙي لکندو هو، جو سمجهبو ته چڻ ڪنهن گهر ۾ ويٺا ٻڌون.

هندستان ورهائڻ کان پوءِ به اتي سنڌيءَ جي خدمت لاءِ لڙپندو رهيو. سندس آخري خواهش هئي ته سياسي تفريق کان پوءِ سنڌ ۽ هند جي سنڌين ۾ علمي، ادبي ۽ ثقافتي ميل جول جيئن جو تيئن رهي ته بهتر. مرحوم لالچند جا "مهراڻ" سان گهرا ناتا هئا. هو صاحب هن رسالي جي شروع کان وٺي آخر ڏائين مئنيجنگ ايڊيٽر ٿي رهيو. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو "ڪليات لالچند" شايع ٿي سگهي.

## علي خان ابڙو

سنڌ جو مشهور اديب، اهل قلم ۽ تعليمي ماهر، مسٽر علي خان ابڙو، 16 جولاءِ 1954ع تي وفات ڪري ويو.

مرحوم سنڌ جو هڪ خاص قسم جو سادو دل، اصلاح پسند، غريبن جو هڏ ڏوکي، اسلام ۽ دين جو انقلابي مطالع ڪندڙ، ۽ چند اصلاحي ڪتابن جو مصنف

هو، مرحوم، ساري زندگي قوم جي تعليمي خدمت، ۽ قلم سان اصلاح ڪندي گذاري آهي، ۽ سندس مٿا ڪتاب ـ سنڌ جي مسلمانن جي ترقي 5، ـ 6 حصا، اسلام ۽ اليڪشن، حالات نبي، رسومات ڪباهي، اخلاقي گلدستو، احاديث نبوي، تعليمات اسلام پهريان حصا شايع ٿيل آهن.

پڇاڙيءَ ۾، مرحوم قرآن جو تفسير لکيو هو، جنهن جا بعض حصا مون کي به ڏيکاريا هئائين. اهو تفسير طلوع اسلام تحريڪ کان متاثر آهي ۽ مسٽر غلام احمد پرويز جي "معارف القرآن" جي طرز تي لکيل آهي.

مرحوم، سيهڙ جي پرسان هڪ ننڍي ڳوٺ "سانگين" ۾ هڪ غريب هاريءَ جي گهر ۾، 1888ع ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جي تربيت، ۽ مرحوم جي پنهنجي ذاتي صلاحيتن کيس ڪامياب انسان بڻايو. مرحوم، 1901ع ۾ سنڌ مدرسه ۾ داخل ٿيو ۽ 1906ع ۾ مئٽرڪ امتحان پاس ڪيائين، ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر کڻيائين. 1912ع ۾، سنڌ جو پهريون ايم ـ اي ٿي نڪتو، ۽ ثابت ڪيائين ته محنت ۽ استقلال ۽ علمي صلاحيتون ئي انسان کي ڪاميابي ڪن ٿيون. ان کان پوءِ مرحوم، غريبن جي ٻچن جي تعليمي ۽ اخلاقي خدمت لاءِ تعليم کاتي ۾ گهڙيو، ۽ آخر پرنسپال جي عهدي تان رٽاير ڪيائين.

مرحوم جي ساري تصنيفات، جهالت، بيدينيءَ،

بداخلاقي، وسمپرستيءَ جي خلاف آهي، ان ڪري مٽس ڪن غلط ماڻهن، وهابي هجڻ ۽ ڪفر جي فتويٰ به ڏني، ۽ کيس ڪافي پريشان ڪيو. مرحوم، خلافت جي دؤر ۾، هڪ حق پرست جي حيثيت سان ڪافي ڪم ڪيو، ۽ انگريزن جي انتقام جو پڻ شڪار ٿيو.

مرحوم، ساده زندگي بسر ڪندڙ، ٿور ڳالهائو، بردبار، ڪلمک، سادي طبيعت وارو، سچار، ۽ حق گو ماڻهو هو. سندس گفتگو ۾ اثر هو، ۽ محفل ۾ دلي راحت هوندي هئي. مرحوم، پوئين زماني ۾ هت حيدرآباد ۾ ڪافي وقت رهيو ۽ تمام محبت سان مون ناچيز سان روح رهاڻ ڪندو هو، ۽ علمي مسئلن تي دل کولي پڌندو هو ۽ پڌائيندو هو.

سچ پچ ته سنڌ هڪ بهترين علم دوست کان محروم ٿي آهي. مرحوم جا آخري لفظ هئا: ”مومن جي نشاني اها آهي ته هن دنيا مان مشڪندو وڃي، ۽ ڏسو ته مان کلي رهيو آهيان، صرف هڪ ارمان اٿم جو هڪ مضمون نه لکارائي سگهيو آهيان.“

مرحوم، وفات کان اڳ پنهنجن عزيزن کي گهرائي عمل، اخلاق، قرب ۽ پائيپيءَ سان هلڻ جي تلقين ڪئي ۽ 16 جولاءِ 1954ع تي شام جو سوا ڇهين بجي وفات ڪئي. اسان جي دعا آهي ته مرحوم جي پسماندن، مسٽر جمال الدين ابڙي سب جج ڪپري، مسٽر ڪمال الدين ۽ مسٽر شمس الدين، سندس ٻين پٽن ۽ انهن جي اولاد

۽ سندس رفيق عزيز مولوي عرض محمد صاحب کي صبر جميل عطا فرمائي ۽ مرحوم کي رب تعاليٰ مرهي ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## شيخ مراد علي "ڪاظم"

سنڌ جي معياري ۽ غزل گو شاعر، شيخ مراد علي "ڪاظم" آڪٽوبر 1954ع تي وفات ڪئي. سنڌي شاعريءَ ۽ غزل گوئي. ۾ شيخ ڪاظم مرحوم جو مقام صف اول ۾ هو. شيخ صاحب، روهڙيءَ ۾ 10 مئي 1901ع ۾ ڄائو ۽ هڪ غريب خاندان مان ترقي ڪري، سنڌي علم و ادب ۾ وڏي مقام تي پهتو. سندس ڪلام نهايت رنگين، پختو ۽ برجستو آهي. سندس تغزل جي فني حيثيت مسلم آهي. مرحوم سنڌيءَ سان گڏ، فارسي ڪلام به چيو آهي. سندس فارسي ڪلام جو داد، بلبل هند سروجني نيڊو جهڙي اديبه ۽ عالمه به ڏنو هو، جنهن جي هدايت ۽ نصيحت تي ئي هن ڌارين ٻولين ۾ طبع آزمائيءَ کي ڇڏي پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو. مرحوم روهڙيءَ ۽ خيرپور ميرس ۾ تعليم ورتي ۽ 1919ع ۾ سنڌ مدرسه ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين. ان عرصي ۾ فارسي ۽ ڪجهه عربي پڙهيائين، ۽ چڱو استعداد پيدا ڪيائين. هندستان جو سير به ڪيائين، ۽ اردو زبان ۾ خاصي مهارت حاصل ڪيائين. خيرپور جي مفتي سعيدالله وٽ ديوان

حافظ فارسي باقاعدي مطالع ڪيائين. 1919ع کان 1923ع تائين، سنڌي شعر چوندو رهيو. 1923ع ۾ هڪ سنڌي ديوان شايع ڪرڻ لاءِ مرتب ڪيائين، پر افسوس جو اهو گم ٿي ويو. مرحوم پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو ڪراچيءَ ۾ گذاريو، ۽ اتي ملازمت ڪندو رهيو.

اوائلي دور کان لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد جي ادبي حلقن سان وابسته رهيو، ۽ پوئين دور ۾ ڪراچيءَ ۾ رهي، ادبي خدمت ڪندو رهيو. سندس ڪلام سنڌ جي ميني معياري ۽ علمي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي.

افسوس جو سنڌي ادب اهڙي پختہ ۽ فني صلاحيتن واري غزل گو شاعر کان محروم ٿيو آهي.

دعا آهي تہ الله تعاليٰ کيس مرهي ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## حافظ عبدالله "بسمل"

مرحوم عبدالله صاحب "بسمل" 1949ع ۾ وفات ڪئي آهي. حافظ صاحب وڏو عالم، فاضل، اديب، شاعر ۽ سخن شناس ماڻهو هو. سندس تعلق ٺٽو جهڙي مردم خيز ۽ علمي مرڪز سان آهي. سندس علمي زندگي اگرچ هڪ علمي درسگاهہ مان ٿي، پر اڳتي هلي حافظ صاحب مرحوم سنڌ جو بهترين شاعر ۽ اديب ليکجڻ

۾ آيو. افسوس آهي جو سنڌس ڪلام جو ڪو خاص مجموعو نه ڇپجي سگهيو آهي. سنڌس سارو ڪلام سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ محفوظ آهي، فقط مثنوي محمدي ڇپيل آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان بسمل صاحب جي ”ڪلام“ جي اشاعت جو انتظام ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ سنڌس سوانح ۽ ڪلام تي مفصل طور علمي تبصرو پيش ڪيو ويندو. دعا آهي ته الله تعاليٰ شال مرحيم ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

[نمبر 1، سال 1955ع]

## مرحوم روشن آرا مغل

سنڌ جي مشهور تعليمي ۽ اصلاحي ڪم ڪندڙ، محترمه روشن آرا مغل، 25 مئي 1955ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. (انالله واناالیه راجعون .) مرحومه روشن آرا علم ۽ عمل، ادب ۽ اخلاق جي زيورن سان آراسته هئي. هڪ غريب خاندان ۾ ڄائي ۽ پنهنجي محنت ۽ ڪشالي سان اعليٰ درجي تي پهتي.

مرحومه "روشن" جي ابتدائي تربيت پنهنجي ماءُ جي هنج ۾ ٿي، جنهن زناني سڪول ۾ ماستري ڪندي ۽ بيواهه هوندي پنهنجي ٻچن کي پاليو ۽ تاتيو. "روشن" پرائمري پوري ڪري، سيڪنڊري تعليم ڪاميابيءَ سان حاصل ڪئي. پاڪستان کان اڳ 1947ع ۾ بمبئي مان بي . ايس . سي پاس ڪيائين، 1951ع ۾ بي - ٽي، 1952ع ۾ سنڌيءَ ۾ ايم - اي، ۽ 1954ع ۾ ايل ايل - بي جو پهريون سال پاس ڪيائين . 1955ع ۾ ٻئي سال جو امتحان ڏيڻو هوس ۽ اڃا پي ايچ . ڊي ۽ ٻين علمي ۽ ادبي ڊگرين حاصل ڪرڻ جو خيال هوس. تعليمي مشغولين ۽ امتحانن جي ڪاميابين سان گڏ قومي ۽ وطني ۽ اصلاحي ڪمن ۾ ڪيس چڱو اعزاز حاصل هو .

1944ع کان *1948* ع تائين ميونسپل اسڪولبورڊ شڪارپور جي برک ميمبرياڻي ٿي رهي آهي. *1947* ع ۾ سنڌي پرائمري تعليم جي صوبائي بورڊ جي ميمبر هئي. 1948 ع کان ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ انسپيڪٽريس گرلس اسڪولس جي عهدي تي فائز رهي. آڪٽوبر 1952 ع کان اپريل 1953 ع تائين آمريڪا ۾ زرعي، تعليمي ۽ سماجي طريقن جي سکيا لاءِ سرڪاري خرچ تي ويئي ۽ آمريڪا جي وڏن وڏن عالمن کان پنهنجي علم ۽ صلاحيتن جو داد حاصل ڪيائين. ان سان گڏ جپان، هانگ ڪانگ، برما، اوڀر پاڪستان ۽ سيلون جو به سير ڪيائين. "روشن" سچ پچ ته هر اعتبار سان "روشن" هئي ۽ سنڌي عورتن لاءِ هڪ "مثالي عورت" هئي. علم ۽ ادب ۾ پڙهي، طبع ۾ سليم ۽ حليم، نياز ۽ نوڙت واري "روشن" سنڌ جو روشن تارو هئي.

سندس ڪابه تصنيف ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل ڪانه آهي، البت سندس مضمون آهن، جي رسالن ۽ مخزنن ۾ محفوظ آهن، ۽ سندس اٽڪل 150 کن تقريرون موجود آهن، جي هن ريڊيوپاڪستان جي ڪراچي اسٽيشن تان نشر ڪيون، جن سڀني کي گڏ ڪري ڇپائڻ جي ضرورت آهي.

هن تعليم يافته ۽ روشن دل خاتون جي بي وقت وفات، نهايت صدمو پهچايو آهي. دعا آهي ته الله تعاليٰ کيس جوار رحمت ۾ جاءِ عطا ڪري، ۽ سندس پسماندن

خاص طور سندس ماھ صدقي ڪندڙ ماءُ، غمزده پيءُ "بادام"، سندس شريف‌النفس وفادار شوھر مسٽر اسحاق کي صبر جميل عطا ڪري.

افسوس —

"ھوءَ ھير گھلي، ھوءَ رُت بدلي،
گل گل جي منھن تي، سُرڪ ملي
افسوس انھيءَ مکڙيءَ تــي جــا
نه ڪڙي نه ٽڙي، نه ڪٽلي نه ڪِلي!"

## سيد محمد عالم شاھ "عالم"

سيد محمد عالم شاھ "عالم" ٽکڙائيءَ، تازو 28 مئي 1955ع تي وفات ڪئي آھي. (اناللہ واناالیہ راجعون) مرحوم ٽکڙ جي سردم خيز شھر ۾ 30 جمادي الاول 1306ھ ۾ ڄائو. مرحوم علامہ اسداللہ شاھ "فدا" ۽ سيد محمد حافظ شاھ سندس چاچا ھئا. شاھ صاحب ننڍي پڻ کان وٺي نھايت ذھين ۽ سليم طبع ھو. سندس تعليم جي ابتدا ديني مڪتب ۾ ٿي. ان زماني ۾ ٽکڙ علم ۽ ادب جو مرڪز ھو ۽ حافظ محمد يوسف جي "مڪتب جي شھرت وڏن وڏن علم دوست ماڻھن کي ڇڪي آڻيندي ھئي. آخر سندس عزيزن کيس سنڌ مدرسي ۾ داخل ڪرايو، جتي ميٽرڪ تائين تعليم ورتائين، ۽ ان کان پوءِ مرحوم نورمحمد وڪيل ۽ مسٽر دين محمد عليگ جي صلاح تي علي‌ڳڙھ ويو. پر ڪن گھرو معاملن ڪري

اعليٰ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو ۽ ڳوٺ موٽي آيو ۽ اچي شادي ڪيائين .

شعرو شاعري جو شوق "فدا" جي صحبت مان پيدا ٿيس . سندس ڪلام جو زيادهه ذخيرو "ڪافين" جي صورت ۾ آهي. سندس ڪافيون نهايت پرسوز، وقت انگيز ۽ روحانيت سان ڀريل آهن .

مرحوم شاهه صاحب محفل جو مور، گفتگو جو مٺو، معلومات سندس وسيع، سياست، مذهب، علم ۽ ادب تي وهاڻ ڏاڍي رس ڀري ڪندو هو.

سندس ڪافي ڪلام موجود آهي، جو شايع ٿيڻ جهڙو آهي. سندس پسماندن کي گهرجي ته ڪلام کي جمع ڪرائين ۽ شايع ڪرائين . "مهراڻ" جو ادارو شاهه صاحب جي پسماندن ۽ عزيزن سان شريڪ غم آهي. دعا آهي ته رب ڪريم کيس مرحوم ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي!

## قاضي احمد ميان اختر جهوناڳڙهي

اسلامي تاريخ جي وڏي ڄاڻوءَ ۽ مورخ، قاضي احمد ميان اختر جهوناڳڙهي مرحوم 6 آگسٽ 1955 ع رات جو 8 بجي، سنڌيونيورسٽي حيدرآباد سنڌ ۾ انتقال ڪيو. (اناالله وانااليه راجعون) .

مرحوم قاضي صاحب جو اصل نسل سنڌ سان تعلق رکي ٿو. سندس وڏا ٺٽي جا رهاڪو هئا، پر زماني جي انقلاب سبب ڪلهوڙن جي دور ۾ جهوناڳڙهه ڏانهن

لڏي ويا هئا. سندن مادري ٻولي اچا تائين ڪڇي سنڌي آهي. قاضي صاحب وچولي طبقي جو فرد هو. سندس ابتدائي زندگي 'سفيد پوش' نموني ۾ شروع ٿي. اهوئي سبب آهي، جو قاضي صاحب ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ جي تعليم ۽ ڊگرين کان محروم رهيو. ذوق سليم ۽ ذاتي مطالعي ڪيس معراج ترقيءَ تي پهچايو.

قاضي صاحب شعبه تاريخ اسلام ۾ وڏي مقام جو صاحب هو. ان کان سواءِ دينيات، فقه، لسانيات، فلسفي، ادب ۽ تنقيد ۽ ٻين فنن ۾ به وڏيءَ دسترس جو مالڪ هو. باوجود وڏي ڪمال جي، قاضي صاحب مرحوم نهايت نهٺو، ساده دل ۽ شريف الطبع شخص هو.

سندس تحقيقي مقالن جو وڏو انداز هندوستان جي معياري رسالن ۾ محفوظ آهي. سندس هر مقالو، تحقيق ۽ مطالعي جو نچوڙ آهي. سندس لکڻي رنگين ۽ انداز بيان شيرين آهي، اهوئي سبب آهي جو تاريخ جهڙن خشڪ مضمونن ۾ به هڪ قسم جي ڪشش پيدا ڪئي اٿس. قاضي صاحب پاڪستان کان اڳ واري زماني ۾، جهونا ڳڙهه جي نواب جو پرائيويٽ سيڪريٽري هو. ”ورهاڱي“ جي لڏ پلاڻ ۾ قاضي صاحب هجرت ڪري پاڪستان آيو. ڪراچيءَ ۾ اچي ”انجمن ترقي اردو“ جو سيڪريٽري ٿيو، ۽ ان سان گڏ انجمن جي سه ماهي رسالي ”اردو“ جي ادارتي بورڊ ۾ به اعزازي طور ڪم ڪندو رهيو. سندس تصنيفات ۾ هڪ زبردست معياري ڪتاب

علامه اقبال جي فلسفي، ڪلام ۽ شخصيت تي لکيل، اقبال ايڪيڊميءَ شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ قاضي صاحب اقبال جي هر پهلوءَ کي واضح ڪيو آهي.

پوئين دور ۾، ڊسمبر 1952ع ۾، قاضي صاحب مرحوم، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شعبه تاريخ اسلام جو هيڊ ٿي آيو.

مرحوم سنڌ يونيورسٽيءَ جي علمي تقريب لاءِ "سنڌ ۾ اسلام جي اشاعت" تي هڪ تحقيقي مقالو لکي رهيو هو.

قاضي صاحب جهڙي محقق ۽ عالم جي جاءِ پرجڻ مشڪل آهي. سندس وفات، علمي ۽ تاريخي دنيا ۾ ناقابل تلافي خال ڇڏيو آهي. الله تعالىٰ شال مٿس رحمت ڪري.

[نمبر 3- سال 1955ع]

## الحاج حافظ حيات شاهہ ”حافظ“

سنڌيءَ جو هڪ ناميارو شاعر 26 ڊسمبر 1955ع تي 82 ورهين جي عمر ۾ اسان کان جدا ٿي ويو. پاڻ 1294هہ ۾، پنجاب جي ضلعي گجرات جي ڳوٺ ”سيدان“ ۾ تولد ٿيو. سندس والده ڇهن سالن جي عمر ۾، ۽ والد ٻارهن سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويا، ۽ سندس ماسيءَ سندس پرورش ڪئي. گهر جي نااتفاقيءَ سبب، چوڏهن سالن جي عمر ۾ پاڻ وطن ڇڏي، مدراس طرف هليو ويو، ۽ پوءِ ملبار، دکن، بمبئي، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ طرف گذاري، اٺاويهن سالن جي عمر ۾، مارواڙ جي ڳوٺ ٻالوترا (والهوٽو) ۾ اچي رهيو، جتي سخت بخار ۾ ڇهہ مهينا مبتلا رهڻ سبب، اکين کان نابين ٿي ويو. انهيءَ کان پوءِ، قسمت سانگي، 1908ع ۾ سنڌ ۾ آيو، ۽ ”ڪونڊيءَ“ ۽ ”حسن واهڻ“ ۾ رهندو، نيٺ اچي ميان علي بخش پنهنجيءَ وٽ حيدرآباد رهيو. ميان علي بخش سان سندس دوستي ”مولود ڳائيندڙ“ جي حيثيت ۾ ٿي، جو پاڻ بہ سٺو مولودي هو. حافظ حيات اول اول ”مولود“ ٺاهڻ شروع ڪيا. دوستن جي قدر افزائيءَ تي هو وڌيڪ مولود ۽ مداحون چوڻ لڳو، ۽ پوءِ اڳتي

هلي ڪافيون، غزل ۽ نظم وغيره به چوڻ لڳو. اهڙيءَ طرح، سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان جي نهايت عظيم خدمت ڪيائين. مولودن، مداحن، عشقي، اخلاقي، علمي، قومي ۽ ديني غزلن، نظمن ۽ ڪافين جو هڪ بينظير خزانو سنڌ کي عطا ڪري، سچ پچ ته حافظ حيات شاهه سنڌي ادب ۾ خاصو اضافو ڪري ويو آهي.

مرحوم "حافظ" جي ڪلامن جا به مجموعا- "ديوان حافظ سنڌي" ۽ "گلستان حيات" سندس زندگيءَ ۾ ئي شايع ٿي، خراج تحسين حاصل ڪري چڪا هئا. مرحوم شاهوائي صاحب جيڪو "گلستان" جو سنڌي ترجمو شايع ڪيو، ان ۾ شعرن جو ترجمو شعرن ۾ سندس ئي ڪيل آهي. به ڪتاب "وچڙيلن جو ميڙو" ۽ "داستان غم" اجا اڻ ڇپيل آهن.

سندس هڪ شاگرد، محمد موسي "راز" جي پٽ مقبول احمد پنهيءَ، مرحوم جي حياتيءَ ۾ ئي، سندس نالي پٺيان هڪ لئبرري حيدرآباد ۾ کولي، جا اڄ به حيدرآباد شهر ۾ هڪ چڱي لئبرري سمجهي وڃي ٿي.

## ديوان سوڀراج نرملداس "فاني"

15- مارچ 1956ع تي، سنڌي ادب جو روشن ستارو ديوان سوڀراج نرملداس "فاني" پارت ۾ گذاري ويو. سندس جنم 27- فبروري 1883ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو هو. "فانيءَ" جو والد به سنڌيءَ کان سواء عربي

فارسيءَ جو ماهر ۽ خدا ترس صوفي طبيعت وارو انسان هو، ان ڪري "فاني" صاحب به ننڍي هوندي کان ئي صوفي خيالن ڏي لاڙو رکندڙ هو. هن کي شاعريءَ جي ڏات قدرتي مليل هئي، جنهن ڪري لون ورهين جي ڄمار کان ئي شعر چوڻ لڳو. مطالعي جو شوق ايترو گهڻو هوس، جو پيو ڪو بندوبست نه هوندو هوس ته رستن جي شمعدانن تي ويهي به مطالعو ڪندو هو. بمبئي يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيائين. پوءِ سرڪاري نوڪري ڪرڻ لڳو، تان جو 1937ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان رٽاير ڪيائين.

آنجهاني "فاني" نوڪريءَ واري زماني ۾ به شعر، مضمون وغيره لکندو هو، پر رٽائرڊ ٿيڻ بعد ته انهي ادبي خدمت کي هيڪاري جنبي ويو. پنهنجي وهائي هيٺان به پنو پينسل رکندو هو، ۽ ڪنهن به وقت ڪو نئون خيال ايندو هوس، ته يڪدم لکي ڇڏيندو هو. ايتري قدر، جو پڇاڙيءَ ۾ نظر گهٽ ٿي ويس ته پاڻ ڪان به لکائي ڇڏيندو هو، تــه جئن هي املهه ماڻڪ وائگان نه وڃن! هو جئن شاعر هو، تئن موسيقيءَ جو پڻ ماهر هو؛ عربي، پارسي، سنڌي، انگريزي ۽ هندي ٻولين جو سٺو ڄاڻو هو؛ وڏي آفيسر هوندي به نهٺائي، غريبن سان همدردي ۽ رحم سان سندس دل سدا پرپور هئي.

سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ جي خاص اون هوندي هيس. پنهنجي سنڌ جي اٽڪل اسي شهرن جي

قديم تاريخ جي کوجنا ڪري، ڪيترائي تاريخي مضمون ”ڊيلي گزيٽ“ ۾ شايع ڪرايائين. ”سنڌو“، ”غنچهءِ اميد“، ”مهراڻ“، ٽوڙي ڪاليج مخزنن ۽ ٻين رسالن ۾ هميشه سندس مضمون ۽ شعر پونـدا هئا. سندس ڪُجھ ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن مان ”خيالي جهاڪا“، ”چيت ڦلواڙي“، ”روحاني تجلا“، ”ويچار وکـر“، ”ترجمه گلستان“، ”ڀهاڪا“، وغيره ڪتاب ڪافي مشهور آهن، ۽ ٻيو ڪيترو ئي ادب اجا اڻ ڇپيل اٿس.

آنجهاني ديوان سو ڀراج ”فاني“ انسان ذات جـو همدرد هو. پگهار محدود هوندي به صرفي ۽ سنجم سان رهي، بچت ڪري، خير خيراتون ڪندو هو!

سنڌ سان ته کيس خاص محبت هئي؛ ۽ ان ڪان جـدا ٿيڻ جي جهوريءَ جهڄائي ڇڏيس، جنهن ڪري هندستان ۾ گهڻو وقت جالي نه سگهيو- نه ته اهڙن اصولي زندگي گذاريندڙ هستين جي عمر گهڻو ڪري ڪافي وڏي ٿئي ٿي. لاشڪ سندس وفات سنڌي ادب لاءِ هڪ عظيم صدمو آهي.

[نمبر 2، سال 1956ع]

## شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽو

مرحوم مغفور ڊاڪٽر دائود پوٽو، برصغير هند و پاڪ جي هڪ مشهور ۽ جليل القدر مورخ ۽ محقق جي حيثيت سان ڪافي متعارف آهي. سندس شخصيت، سرزمين سنڌ لاءِ خاص طرح فخر جو باعث آهي. سنڌي زبان، ادب ۽ تهذيب هن فرزند جليل جي علمي ۽ ادبي ڪاوشن تي جيترو ناز ڪري، اهو گهٽ آهي. سچ پچ علامه صاحب مرحوم جي ذات ڪي، پنهنجيءَ جاءِ تي، هڪ 'مستقل دور' جي حيثيت حاصل آهي. افسوس جو اهو دور ختم ٿي ويو! سندس تصنيفات ۽ تاليفات، مقالات ۽ تخليقات جو وڏو حصو سنڌي زبان، سنڌي ادب، سنڌي تصوف ۽ سنڌي مشاهير، علماء ۽ شعراء ۽ بزرگان دين سان تعلق رکي ٿو. هڪ 'مثالي انسان' جي حيثيت سان، سندس علمي خدمت جو پايو نهايت بلند آهي. علامه مرحوم هڪ طرف مشرقي ۽ مغربي لسانيات جو وڏو اسڪالر هو، ته ٻئي طرف اسلامي علوم ۽ فنون ۾ به وڏي مقام وارو عالم ڪري تسليم ڪيو ويو. سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي مشاهير جي سوانح ۽ ڪلام جي ترتيب

۽ ڇنڊڇاڻ ۾ ڪين اوليت جو شرف حاصل آهي. سندس انگريزي، فارسي، عربي، ۽ سنڌي ڪتابن کي ڏسڻ کان پوءِ، هرڪو اهل علم سندن تبحر علمي، وسعت نظريءَ، وسيع مطالعي، اصولي انتقاد، تخليقي روح، اصول تنقيد، عالمانه علوءَ، لساني ڇاڻ، ۽ مختلف فنون سان شغف جو دل کولي داد ڏئي ٿو ڏئي ـ خاص طور سنڌي زبان ۽ ادب سان سندن والهانه محبت، اسان لاءِ بهترين مثال آهي. سندس وفات حسرت آيات، سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ ناقابل تلافي سانحو آهي.

علامه مرحوم جو تعلق جڏهن ته 'مهراڻ' جي ادارت سان هو، هي زيـر نظر پرچو پڻ سارو سندن ئي ايڊٽ ڪيل آهي، لهاذا، سندن ياد ۽ محبت کي مد نظر رکي، اسين هن 'مهراڻ' ۾ سندن ئي بهترين مقالا شامل ڪري رهيا آهيون، جي هر حيثيت سان قابل تعريف ۽ افادي آهن.

پهريون مقالـو "ادبي سنگت" جي عنوان هيٺ، جنوري 1946ع واري پهرئين 'مهراڻ' جي پرچي ۾ آيل آهي، جنهن ۾ مرحوم علامه صاحب جن 'مهراڻ' مخزن جي اشاعت ۽ ان جي ادبي پاليسيءَ جي نظرياتي مقاصد ۽ علمي ۽ ادبي طريق ڪار متعلق نهايت صاف ۽ واضح ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. جڏهن ته 'مهراڻ' نالوئي سندن تجويز ڪيل هو، ۽ پهرئين پرچي جو ايڊيٽوريل به پاڻ ئي لکيو هئائون، لهاذا سندن ان تجوين، گذارش ۽ تفصيلي بحث کي 'مهراڻ' جي بنيادي پاليسيءَ ۾ 'سنگ ميل'

جي حيثيت حاصل آهي. شڪر جو مقام آهي تہ 'مهراڻ' اڄ ڏائين ان مفيد ۽ ارتقا پذير پاليسيءَ تي قائم آهي، جنهن جو تعين ۽ قيام علامہ مرحوم پنهنجيءَ تحرير ۾ ڪيو آهي. اسين ان تحرير جو عڪس، تبرڪ طور، 'مهراڻ' ۾ شايع ڪري رهيا آهيون.

ٻيءَ دلڪش تحرير، 'سرها گل' جي تمهيد آهي، جا 1934ع ۾ لکيل آهي. اها تحرير نهايت سليس، دلڪش، رقت آميز ۽ باجهاري انداز ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ گذريل دور جي ڪلاسيڪي ادب جي چيده چيده اقتباسن سان گڏ، سندن تشريحي نوٽ بہ آهن. اها تمهيد، پنهنجي جامعيت ۽ افاديت جي لحاظ کان اڄ بہ نئين ۽ تازي آهي. بطور جملہ معترضہ اها بہ گذارش ڪرڻ مناسب آهي تہ 'سرها گل' جي انتساب لکندي، علامہ مرحوم پنهنجي استاد ڊاڪٽر گربخشاڻي مرحوم کي جن لفظن ۾ خطاب ڪيو آهي، انهن سان 'استاد ۽ رفيق شاگرد' جي تعلقات تي ٻڻ ڪافي روشني پوي ٿي. جيئن لکيو اٿن: "هيءَ 'سرهن گلن' جو دستو پنهنجي پياري استاد پروفيسر هولچند مولچند گربخشاڻيءَ جي سڳوريءَ خدمت ۾ نذر رکان ٿو." هن مان ثابت آهي تہ 'پياري استاد' ۽ 'رفيق شاگرد' جا پاڻ ۾ دلي پيوند هئا، جن کي علامہ مرحوم تادم حيات نهايت اخلاص ۽ محبت سان نباهيندو آيو، ۽ هميشہ سندس ذڪر خير محبت ۽ احترام سان ڪندو آيو.

ڏيون مقالو ”الوحيد“ جي آزادي نمبر، 14 آگسٽ 1949ع ۾ شايع ٿيل، تان ورتل آهي. ان جو عنوان آهي ”اسان جي سنڌي زبان“. مرحوم علامه صاحب جنهن والهانه ۽ جذب انگيز، وجد آور ۽ دلڪش انداز ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ستائش ۽ تعريف ڪئي آهي، اها سندس دلي محبت ۽ عاشقانه ڪيفيت جو دليل آهي. ان جو دوباره شايع ڪرڻ هڪ ته سندن بهترين ’علمي ياد‘ آهي، ۽ ٻيو ته موجوده سنڌي قوم ۽ سنڌي اديبن لاءِ تازيانه عبرت آهي، ۽ ڪم ڪرڻ جي اهميت ڏانهن دلنشين دعوت آهي.

آخر ۾ اسين بارگاهه باري تعاليٰ ۾ دست بدعا آهيون ته رب ڪريم شال ڪين مرهي ۽ مغفرت ڪري، ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل عطا فرمائي.

انا لله و انا اليه راجعون!

* * *

علامه دائود پوٽي مرحوم جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. علامه صاحب مرحوم سر زمين سنڌ جو اهو عالم بي بدل، اديب ڪامل، فاضل الافاضل،

مؤرخ ۽ محقق فرزند هو، جو پنهنجين عالمانه ۽ محققانه خدمتن ۽ ڪاوشن جي ڪري نه فقط هند ۽ سنڌ ۾، پر ايران، عرب ۽ مصر، بلڪ يورپ تائين شهرت ۽ نيڪنامي حاصل ڪري چڪو هو.

علامه صاحب پنهنجي صوري ۽ معنوي انفراديت جي لحاظ سان، پنهنجي معاصر عالمن ۽ اديبن ۾ هڪ ممتاز حيثيت جو مالڪ هو. سندس علمي خدمتون ۽ ادبي تحريرون هڪ خاص فني ۽ انتقادي معيار تي رسيل هيون، جي پنهنجي دلنشين اسلوب بيان ۽ سليس انداز تحرير جي ڪري هڪ مثالي حيثيت جون حامل آهن. سندس تحقيقي ۽ تنقيدي مقالات ۽ تصنيفات ۽ تاليفات کي 'باقيات الصالحات' جو درجو حاصل آهي، جن جي زندگي ۽ تازگي تيسين قائم رهندي، جيسين سنڌي زبان قائم ۽ دائم رهندي، ۽ جيستائين سنڌي سڀاجهڙا هن ٻاجهاريءَ ٻوليءَ کي جهنگن جهرن ۾ جهونگاريندا رهندا.

علامه صاحب اگرچه هڪ مفلوڪ الحال ۽ پس مانده خاندان مان پيدا ٿيو هو، پر پنهنجي ذاتي صلاحيت ۽ جدوجهد سان فضل و ڪمال جي ان مقام تي پهتو، جنهن تائين پهچڻ رڳو ڪن خاص ماڻهن لاءِ مخصوص سمجهيو ويندو هو. علامه صاحب پنهنجيءَ مثالي جدوجهد سان اهو به واضح ڪري ڏيکاريو ته 'انسان پنهنجي زندگي پاڻ ٺو بنائي'. هڪ مشقت پسند ۽ محنتي ماڻهو پنهنجي زندگيءَ جا مادي اسباب ۽ عوامل پاڻ ٺو پيدا ڪري،

۽ دل لائي ڪم ڪرڻ سان، هر مخلص فنڪار، خاڪ کي اڪسير ۽ پٿر کي گوهر بنائڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو ـــ فقط يقين ڪامل، مسلسل جدوجهد، عمل پيهم ۽ دل بينا جي ضرورت آهي، جنهن سان زندگيءَ جي جهاد ۽ جهدللبقاء واريءَ ڪشمڪش ۾ ڪامياب ٿيڻ هڪ بديهي امر آهي. علامه صاحب جي زندگيءَ ۽ سيرت جا ٻه مکيه ۽ اهم حصا آهن: هڪ آهي علم جي تحصيل ۽ تڪميل لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏڻ، ۽ ٻيو سليقي ۽ نيڪ شعاريءَ سان وقت گذارڻ، ۽ لا يعني خرافات کان بچي ڪري، علم ۽ فڪر جي دنيا ۾ مقام پيدا ڪرڻ. سندس زندگيءَ ۽ مثالي جدوجهد مان ثابت ٿو ٿئي ته مشڪل پسند ۽ عملي ماڻهو لاءِ مشڪلاتون ۽ رڪاوٽون خود رهبريءَ جو ڪم ڏيـن ٿيون، ۽ ڏاڪڙا ۽ جاڪڙا سورهيو سونهان ۽ ساٿي ٿي ساڻ هلن ٿا.

"تن سورن کي شاباس، جن پرت پچائي پنهل سين!"

علامه صاحب جو سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان سان جو والهانه پيوند هو، اهو سندس تحريرن مان ظاهر آهي. سندس قلم ۽ زبان هميشه سنڌي ادب، زبان ۽ مشاهير جي مدح و تعريف ۾ رطب اللسان رهندا آيا آهن. باوجوديڪ متعدد مشرقي ۽ مغربي زبانن جي مشهور عالم ۽ اسڪالر هجڻ جي، پنهنجيءَ منڙيءَ مادري زبان سان سندس ايتري والهانه شيفتگيءَ مان ظاهر آهي ته

علامہ صاحب پنهنجيءَ ڪتيءَ جي لچ ۽ آن جو محافظ هو. هو 'پراون دهلن' تي احمقن وانگر نچڻ جي ويجهو بہ نہ ويو. پنهنجيءَ سنڌي تهذيب، سنڌي ادب، سنڌي مشاهير، سنڌي شاعرن ۽ عالمن، ۽ انهن جي هر ڪچيءَ ڦڪيءَ لکيت سان پيار هوس. پراڻن ۽ گمنام، ڪِرم خوردہ ۽ بوسيدہ بياضن کي ڳولڻ، انهن جي نئين سر تسويد ڪرڻ، انهن تي مقدما لکڻ، انهن جي تشريح لکڻ، انهن جي منتشر ۽ غير مرتب ورقن کي نئين سر ترتيب ڏئي سينگارڻ ۽ سنوارڻ، ۽ ان کان پوءِ تمام سهڻي نموني ۾ ڇپائڻ — اهي سندس ادبي ڪارناما آهن، جي سندس شخصيت ۽ فن کي امر رکن ٿا.

"ابيات سنڌي"، "شاهہ ڪريم جو ڪلام"، "ڪلام گروهڙوي"، "تاريخ معصومي"، "چچ نامہ"، "منهاج العارفين"، "سرها گل"، "سنڌي نظم"، "چونڊ سنڌي نثر ۽ نظم" (3 حصا)، "ميين عيسي جو ڪلام" (مقالو)، "غلام محمد خانزئيءَ جو رسالو" (مقالو)، ۽ ٻيا اهڙا بيشمار علمي ۽ ادبي مقالا، جي وقت بوقت اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا — سڀ جا سڀ، پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي تحقيقي ۽ تصنيفي شاهڪار آهن، جن جي معيار ۽ قدر جو اعتراف هر طبقي جي عالمن ۽ فاضلن ڪيو آهي.

هن سنڌي نژاد جو ڪجهہ فارسي ادب متعلق ڪم ڪيو آهي، اهو خود پنهنجيءَ جاءِ تي وڏو علمي

ڪارنامو آهي. ان سلسلي ۾ "طيبات سعدي"، "روائح بوستان" (تمهيد، تعليقات ۽ ترجمو)، "سياستنامه نظام الملڪ طوسي"، "نفحات حافظ" (انتخاب ۽ تمهيد)، "عيار دانش ابوالفضل"، "قطعات ابن يمين" (منتخابات، تمهيد، تعليقات، ۽ ترجمو)، "روشنائي نامه ناصر خسرو"، "سفرنامه ناصر خسرو" (تمهيد، تعليقات ۽ ترجمو)، "انتخابات نثر و نظم فارسي" (بمبئي يونيورسٽيءَ لاءِ)، ۽ "آغاز فارسي" (چار حصا) - وڏي علمي ڪاوش ۽ زبادانيءَ جو دليل آهن.

عربي زبان تي سندن عبور هڪ مسلم حقيقت آهي. عربي لغت ۽ ادب تي ڪين سَنَد ڪري مڃيو ويو. برصغير هند و پاڪ سان علامه ميمني، علامه سليمان ندوي ۽ علامه دائود پوٽو اهي قابل فخر فرزند آهن، جن کي عرب، عراق، مصر ۽ لبنان جي عربي دان علماء ۾ وڏي عزت حاصل آهي. علامه صاحب جي عربي ادب متعلق تحقيقات کي ڏسي ۽ مڃي ڪري ئي، 'فواد يونيورسٽيءَ' کين تاحين حيات پنهنجو مراسل ميمبر مقرر ڪيو، ۽ ٻئي طرف کين 'پاڪ ايران ثقافتي انجمن' جو به اعزازي ميمبر ڪيو ويو. عربي زبان ۾ سندن لکيل "مرشدالمبتدي" (3 حصا)، "مجموعة النثر و النظم"، "مدارج القرائة العربيه" (3 حصا) ۽ "دروس العربيه" (4 حصا)، خاص طرح مبتدي طالبن لاءِ نهايت ڪارآمد ڪتاب آهن. عربي سکڻ لاءِ سندن اهي ڪتاب اردو، فارسي

۽ انگريزيءَ ۾ چيچل سيني سلسلن کان وڌيڪ آسان، دلنشين، وندرائيندڙ ۽ وڻندڙ آهن. خاص طور 'مرشد المبتدي' جا ٽيئي حصا اهڙا آهن، جن جي ترتيب ۾ تدريج ۽ استقراء کي اڳيان رکي لکيو ويو آهي. لغت ۽ صرف و نحو، تمرينون ۽ اسباق - سڀ سلسليوار آهن، ۽ هر اصول ۽ قانون پنهنجي ماسبق سان مسلسل رهندو اچي ٿو؛ ۽ مثال اهڙا ڏنل آهن، جي اسان جي زندگيءَ ۽ روزمره ۾ موجود آهن؛ لهاذا تمام ٿوريءَ محنت ڪرڻ سان، هڪ ذهين ۽ باذوق شاگرد پاڻ ۾ ايترو استعداد پيدا ڪري ٿو سگهي، جنهن جي آڌار تي ضخيم ۽ مغلق ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ آسان آهي.

انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتابن ۾ سندن هڪ ڪتاب ٿي لک لهڻا اهو آهي ”عربي شاعريءَ تي فارسيءَ جو اثر“، جو ٽن سالن جي لڳاتار تحقيق ۽ ڪاوش کان پوءِ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ ۾ پيش ڪري، اعزاز ۽ امتياز سان 'پي ايڇ . ڊي' جي ڊگري حاصل ڪيائون. هيءَ علمي چيز، مشهور انگريز مستشرقن - جهڙوڪ 'برائون' ۽ 'نڪلسن' جهڙن بين الاقوامي شهرت يافته محققن جي نگرانيءَ هيٺ تيار ڪئي وئي، جنهن ۾ وڏيءَ چنڊ چاڻ کان پوءِ، بيشمار حوالن ۽ اقتباسن سان، عربي ۽ فارسي شاعريءَ جو پاڻ ۾ سبنڌ ظاهر ڪيو ويو. ان کان سواءِ، پروفيسر براڻون ”ادبيات ايران“ ۾ جن مسئلن ڏانهن مختصر ۽ اجمالي اشارا ڪيا هئا، انهن

کي به تفصيل ۽ شرح سان لکي، هڪ تاريخي ۽ ادبي بحث ۽ مسئلي کي تکميل تي آنڌائون. اهو ڪتاب، ايران ۾ اسلام جي آمد کان وٺي بغداد تي هلاڪوءَ جي تاخت تائين (1258ع) - پوري دور جو تاريخي علمي جائزو آهي. ان دور ۾ پيدا ٿيل شعراء جو ڪلام ۽ سوانح حيات، انهن جي شاعريءَ جا عربي شاعريءَ سان لغوي ۽ معنوي تعلقات (توارد ۽ تضمين، سرقو ۽ اقتباس)، نهايت دلڪش ۽ مدلل نموني ۾ بيان ڪيل آهن. ان ساڳئي موضوع تي اگرچ علامه قزوينيءَ (’بيست مقاله قزويني‘، حصه اول، ڇاپ بمبئي) ۾ چڱو بحث ڪيو آهي، پر ’الفضل للمتقدم‘ موجب شرف اوليت علامه دائود پوٽي کي حاصل آهي. انهيءَ فن جي ماهرن ۽ عالمن، پنهنجي پنهنجي مقالات ۽ تصنيفات ۾، فقط علامه دائود پوٽي جي نتائج ۽ موشگافين کي ئي مستند قرار ڏنو آهي. چنانچه، مشرقي عالمن توڙي مستشرقن جي ڪتابن ۾ گهڻي ۾ گهڻا حوالا فقط دائود پوٽي جي ڪتاب مان ملي سگهن ٿا. اسان جي ملڪ جي هڪ وڏي محقق ۽ مؤرخ، مرحوم قاضي احمد ميان جهوناڳڙهيءَ (جو تقسيم کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ جو اسڪالر ۽ محقق ٿي آيو، ۽ هت حيدرآباد ۾ ئي وفات ڪيائين) اگرچ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ان موضوع تي گهڻو ڪجهه لکيو آهي، تاهم اعتراف ڪندي لکيو اٿس ته ”ڊاڪٽر دائودپوٽي

جهڙو عالم ۽ محقق ئي هھڙي معرڪہ آرا موضوع جو حق ادا ڪري سگھي ٿو: ڪھڙو نہ چڱو ٿئي جو 'بغداد جي زوال کان پوءِ واري دور جي فارسي شاعريءَ تي عربي شاعريءَ جو اثر' بہ علامہ دائود پوٽو ئي لکي ڏيکاري!" ان موضوع متعلق، ڊاڪٽر نريمان، "عربي ثقافت تي عجمي اثرات" ۾ بحث ڪري، ڪيترن پهلو بيان ڪيو آهي؛ پر علمي ۽ ادبي دنيا ۾ نہ تہ ڪيس اهڙو شرف قبوليت حاصل ٿيو، ۽ نہ ڪاپذيرائي.

علامہ مرحوم جي ان مقالي متعلق آڪسفورڊ جي عالم، ڊي.وهرسٽ، 'رايل گريٽ برٽن سوسائٽي مئگزن' ۾ تبصري ڪندي لکيو تہ "سارو ڪتاب باساحاوره ۽ شستہ انگريزيءَ ۾ لکيل آهي، جنهن جهڙي زبان ورلي ڪي هندستاني شاگرد لکندا آهن."

مرحوم جي بيش بها تحقيق، تنقيد ۽ معياري تصنيفي اسلوب جو پيو مثال آهي 'معصومي'. هن مسودي کي - جو زماني جي ستم ظريفيءَ ڪري اجا 'بياض' جي شڪل ۾ موجود هو - علامہ مرحوم نہ فقط نئين سر ايڊٽ ڪيو، پر ان تي تمهيد، حواشي، تعليقات، استدراڪات ۽ فهارس لکي، دنياي تحقيق ۾ هڪ معياري تاليف جو اضافو ڪيائون. هن ڪتاب جي تياريءَ ۾، مشهور فارسي ۽ عربي تذڪرن ۽ تاريخن کان سواءِ، انگريزيءَ جا 13 مستند ۽ مشهور تاريخي ڪتاب بہ اکيان ڪيائون، سندن تحقيق ۽ اوراق گردانيءَ

جو داد تڏهن تو ڏجي، جڏهن معلوم ٿو ٿئي ته پاڻ اهي سارا ضخيم جلد لفظ بلفظ پڙهيائون، ۽ 'اخذ و قتباس' ڪندي، ڪيئي معلومات افزا تشريحي نوٽ لکيائون. انهن پراڻن تذڪرن مان "آئين اڪبري"، "اڪبر نامه"، "بيگلار نامه"، 'طاهري'، 'فرشته'، 'فيروز شاهي'، 'مبارڪشاهي'، "اليعقوبي"، "تحفه الڪرام" "تحفه النظار"، "تذڪره دولت شاهي"، "ترخان نامه" "چچنامه"، "طبقات اڪبري"، "طبقات ناصري"، "ظفر الواله بمظفر واله"، "فتوح البلدان"، "ماثر الامراء"، "ماثر رحيمي"، "مروج الذهب"، "منتخب التواريخ"، ۽ "همايون نامه" مشهور آهن. 'معصومي ءَ' متعلق علامه سليمان ندوي ءَ "معارف" ۾ نهايت سهڻو تبصرو شايع ڪيو، ۽ مولانا ابوالڪلام 'آزاد' ان جو داد ڏيندي فرمايو: "سرزمين سنڌ اجا تائين مردم خيز خطو آهي، جنهن ڊاڪٽر دائود پوٽي جهڙو يگانهء روزگار مورخ ۽ محقق پيدا ڪيو آهي."

"فتحنامو" (منهاج الملڪ والدين)، جو چچنامي جي نالي سان مشهور ڪتاب آهي، ان جي صحت ۽ حواشي، تحقيق ۽ تدوين، به علامه مرحوم جي علمي خدمتن مان هڪ وڏي خدمت شمار ڪئي وڃي ٿي. اهو ڪتاب دکن جي 'مجلس مخطوطات فارسيه' طرفان، 1929ع ۾ شايع ٿيو. ان جو سنڌي ترجمو مولانا اميراحمد ڪيو، جنهن جو مقدمو ۽ مزيد حاشيو ڊاڪٽر بلوچ

لکيو ۽ 'سنڌي ادبي بورڊ' طرفان ڇپجي چڪو آهي.

ساڳئي سلسلي ۾، "مقدمہ ابن خلدون" جو انگريزي ترجمو بہ قابل ذڪر آهي، جنهن جو مستند ۽ صحيح انگريزي ترجمو، علامہ مرحوم، بمبئيءَ جي 'اسلاميہ ريسرچ انجمن' جي چوڻ تي ڪيو هو، ۽ جو هاڻي 'پاڪ هسٽاريڪل سوسائٽي' ڇپارائي رهي آهي. ان جا ڪجهہ مضمون 'اسلامڪ ڪلچر، دڪن' ۾ بہ ڇپجي چڪا آهن. اهو نسخو عربي زبان جي متعدد نسخن، ۽ ان کان سواءِ ٻين فاضل مستشرقن جي ترجمن ۽ تاليفات، بالخصوص ڊاڪٽر طاها حسين (سابق وزير تعليم، مصر) جي فرينچ تاليف "مقدمہ ابن خلدون" کي اڳيان رکي پايہء تڪميل تي پهچايو ويو آهي. ابن خلدون، فلسفہء تاريخ و عمرانيات جو امام تسليم ڪيو ويو آهي. ان جي متن کي ترجمو ڪرڻ، ان ترجمي کي نباهڻ، ۽ حواشي لکڻ، وڏو عالمانہ ۽ مؤرخانہ ڪم آهي، جو علامہ مرحوم جي عظيم علمي خدمتن مان هڪ بهترين خدمت شمار ڪئي وڃي ٿي.

علامہ مرحوم جي سڀ کان پوئين تاليف 'عبدالرحيم گروهڙوي جو ڪلام' آهي. اهو ضخيم ڪتاب سارو عربي ٽائيپ ۾ آهي، ۽ اها ٽائيپ خاص طور تي مصر مان گهرائي وئي. ڪتاب ۾، بزرگ گروهڙويءَ جي سوانح ۽ علمي خدمات سان گڏ، حواشيءَ ۾، ڪيترن معرڪہ آرا مسئلن متعلق جي حاشيا ڏنل آهن، سي سندن

اسلامي مطالعي ۽ ديني افڪار جي چند ڇاڻ متعلق واضح دليل آهن ـ خاص ڪري نظريہ امام مهدي جي اثبات ۽ ابطال ۾ آيل احاديث ۽ آراء جي چند ڇاڻ جنهن محققانہ نموني ۾ ڪيل آهي، ان جو داد هن دور جا وڏا وڏا آزاد خيال ۽ ترقي پسند عالم ۽ محقق ڏيئي رهيا آهن. سندن اها ديني جسارت ۽ حميت، قابل فخر آهي.

علامہ دائود پوٽي مرحوم جي علمي خدمتن جي سلسلي ۾، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ”شاهہ جو رسالو“ بہ قابل قدر خدمت آهي، جنهن جو اعتراف خود آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي مقدمي ۾ ڏيئي چڪو آهي، ۽ ان جي وضاحت علامہ دائود پوٽي مرحوم جي ڪن تحريرن ۾ پڻ موجود آهي. ان مان واضح ٿئي ٿو تہ علامہ دائود پوٽو پنهنجي شفيق استاد جو نہ فقط معاون ۽ رفيق ٿي ڪم ڪندو رهيو آهي، پر ان ڪان وڌيڪ، هر هنڌ ڪمال ادب ۽ احترام سان ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ذڪر ڪندو آيو آهي. ان ڏس ۾ ”سرها گل“ جو انتساب جنهن خلوص ۽ محبت، صداقت ۽ ادب سان، پاجهاري ۽ نماڻي انداز ۾ لکيو اٿس، اهو وڏو دليل آهي استاد ۽ شاگرد جي باهمي محبت ۽ مودت جو، جيڪو اڄڪلهہ جي استادن ۽ شاگردن ۾ اڻلڀ آهي. علامہ دائود پوٽو مرحوم لکي ٿو:

”هيءُ سُرهن گلن جو دستو، پنهنجي پياري استاد،

پروفيسر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ، جي سگهوريءَ خدمت ۾ نذر ڪيان ٿو.“

باوجود ان جي، ڪن ناشرن ۽ مضمون نگارن کان هڪ عظيم علمي تسامح واقع ٿي آهي، جنهن جي بنا تي استاد ۽ شاگرد جي هن باهمي محبت، احترام ۽ رفاقت متعلق هڪ غلط فهميءَ جو شائبو ٿي سگهي ٿو. اهو آهي مرحوم ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ’شاهه جي رسالي‘ ۾ بنهي عالمن جي گڏيل خدمت متعلق ڪيفيت ۽ ڪميت تي تبصرو ۽ جائزو، جنهن ۾ ائين چيو ويو آهي ته علامه مرحوم هيترو ڪم ڪيو، ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي مرحوم فقط هيترو، وغيره. هڪ علمي ۽ فڪري ڪاوش جي نسبتي پرک يا تحسين، انهيءَ طرح ڪنهن به صورت ۾ سهاڻيندڙ ۽ نتيجه آور نٿي ٿي سگهي. انهيءَ سلسلي ۾، هن هيٺ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جا اهي لفظ نقل ڪرڻ ڪافي آهن، جن ۾ نهايت خلوص ۽ محبت سان علامه دائود پوٽي مرحوم جي رفاقت ۽ شراڪت جو اعتراف موجود آهي. ان کان وڌيڪ، هن معاملي ۾ نه پيو ڪجهه چوڻ مناسب آهي، ۽ نه ضروري آهي.

1. مقدمو ”شاهه جو رسالو“، جلد پهريون — 15 ڊسمبر 1923ع.

”آءٌ پنهنجي اڳوڻي پياري شاگرد، ۽ هاڻ

همڪار پروفيسر، مسٽر عمرالدين دائود پوٽي،
ايم - اي، جو تهدل شڪرگذار آهيان، جنهن
هن جلد جي نسخي تيار ڪرڻ، شرح لکڻ،
ڇاپي جي درستين ڪرڻ وغيره ۾، مون سان
دل و جان سان شراڪت ڪئي آهي. هي
صاحب جيڪڏهن اهڙو اتساهه نه ڏيکاري ها،
ته شايد هي ڪم هن منزل تي اهڙو جلد
نه رسي ها."

2. مقدمو، "شاهه جو رسالو" جلد ٻيو – 19 ڊسمبر 1924ع.
"مسٽر عمرالدين دائود پوٽي، ايم - اي، هن
جلد جي تيار ڪرڻ ۾ ساڳي اڳي جهڙي
مدد ڪئي آهي، جنهن لاءِ آءٌ سندس
شڪرگذار آهيان."

3. مقدمو، "شاهه جو رسالو" جلد ٽيون – 27 - اپريل 1931ع
"آءٌ پنهنجي پياري دوست ڊاڪٽر عمرالدين
محمد خان دائود پوٽي جو تهدل شڪرگذار
آهيان، جنهن نسخن پيش ڪرڻ ۽ ڪن سُرن جي
شرح لکڻ ۾ منهنجي خاطر خواهه مدد
ڪئي آهي."

آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي مٿين علمي اعتراف
ڪان پوءِ، هن عظيم ڪم ۾ 'استاد ۽ شاگرد' جي
باهمي ڪاوشن جي تقسيم ۽ تفريق ڪرڻ، تعدد ۽

تفاصل جاچڻ، منهنجيءَ نظر ۾، ڪا علمي خدمت ڪانه ڇئبي. چنانچه، نهايت احترام سان انهن جي علمي خدمت کي ياد ڪرڻ گهرجي ـ خاص طرح هينئر جڏهن ٻيئي عالم، استاد ۽ شاگرد، هن عالم فانيءَ مان انتقال ڪري عالم جاوداني ڏانهن ويا آهن، ٻنهي کي محبت ۽ دعا سان ياد ڪرڻ جڳائي. جيئن سندن زندگيءَ ۾ ڪا تلخي ۽ ڪشيدگي ڪانه پيدا ٿي هئي، تيئن هاڻي به ان جو ڪنهن خفيف کان خفيف صورت ۾ بيان ڪرڻ به ٻنهي نيڪ روحن لاءِ رنج جو باعث ٿيندو. بهرحال، 'حوالت با خدا ڪرديم رفتيم' چوڻ مناسب آهي.

پاڻ پنهنجي آخري گهڙيءَ تائين شاهه جي صحيح متن ۽ شرح جي از سرنو ترتيب ۽ تدوين ۾ مشغول رهيا. ٽيهارو کن مختلف دستخطي رسالن ۽ بياضن کي اڳيان رکي، مقابلو ڪري، پنهنجي هن بهترين تحقيقي ڪاوش جو سواد پنهنجي علمي ورثي ۾ ڇڏي ويا آهن، جنهن جي بنا تي اميد آهي ته سنڌي ادبي بورڊ ان ڪم کي پايهءِ تڪميل تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو، ۽ اهو پنهنجي صحت ۽ معيار جي لحاظ سان، "هڪو رانجهو لکان جيها" جي مصداق، سندن علمي عظمت ۽ ادبي خدمت جو زنده جاويد يادگار رهندو.

الغرض، علامه مرحوم جي علمي خدمتن ۽ ادبي ڪاوشن جو سلسلو نهايت وسيع آهي. سندن مقالات کي جمع ڪرائڻ ۽ ڇاپائڻ به سندن وڏي خدمت سمجهڻ

گهرجي. مقالات ۾ سنڌي زبان، شاهه، قاضي قاضن، شاهه ڪريم، ميرن جي دور جو نظام تعليم، مخدوم محمد زمان لنواري وارو، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، شاهه عنايت رضوي، رمضان ڪنڀر، ميون عيسو، محمد مهدي جونپوري، وحدت الوجود، انسان ڪامل وغيره، بابت نهايت معياري ۽ معلومات افزا مقالا آهن، جي سنڌ جي اخبارن ۽ مختلف رسالن ۾ منتشر آهن. ڪاش، ڪو باهمت ۽ با ذوق اديب انهن کي جمع ڪري، انهن تي ڪجهه لکي ۽ چنڊ چاڻ ڪري، اهو به پنهنجيءَ جاءِ تي وڏو علمي ڪم سمجهڻ گهرجي. اهي مقالا نه فقط معلومات افزا آهن، پر پراڻي تنقيدي معيار کان ڪجهه هٽي ڪري، جديد انتقادي فن آهر، ڪافي معياري به آهن ۽ دلچسپ به آهن.

افسوس، صد افسوس، سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان جو وڏو عالم ۽ چاڻو، مشرقي ۽ مغربي لسانيات جو وڏو ماهر، اسان جي وطن سنڌ جو پيارو اديب، انشاپرداز، ناقد ۽ نڪته نواز، هميشه لاءِ اسان کان وڇڙي چڪو آهي! اسين دست بدعا آهيون ته رب ڪريم شال ڪين مرحوم، سندن پسماندن کي صبر جميل عطا فرمائي، ۽ سنڌ کي بهترين نعم البدل بخشي!

## خانبهادر الحاج محمد صديق ميمڻ

سنڌ جي اهل علم طبقي لاءِ هيءَ خبر وحشت اثر نهايت روح فرسا ثابت ٿيندي، تہ سنڌ جو مشهور تعليمي خدمتگذار، خانبهادر الحاج محمد صديق ميمڻ، 20 نومبر 1958ع تي، داعي اجل کي لبيڪ چوندي، رحلت فرمائي ويو. انا لله و انا اليه راجعون!

مرحوم ميمڻ نهايت خاموش طبع، مخلص، نيڪ نيت، ڪم گو، سنجيدو، عمل جو دلدادو، ۽ بااخلاص شخص هو. مرحوم ميمڻ جون علمي، ادبي ۽ تعليمي خدمتون سنڌ جي تعليم کاتي ۽ ادبي دنيا ۾ نهايت قدر جي نگاهہ سان ڏٺيون وڃن ٿيون. سندس طبيعت ۾ نمائش ۽ اجائي شهرت جو ڪوبہ اثر ڪونہ هو. بلڪل خاموش نموني ۾ هن هڪ شخص، وڏن وڏن ادارن جو بنياد بہ وڌو، ۽ انهن کي ڪاميابيءَ سان هلائي بہ ڏيکاريو. هن هڪ بهترين تعليمي آفيسر جي حيثيت سان، استادن ۽ شاگردن جي وڏي خدمت ڪئي. ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جي پرنسپال جي حيثيت ۾، پوري انتظام ۽ ضابطي سان، وڏي خدمت ڪيائين. ساڳئي ئي وقت "سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ" جو بنياد پڻ وڌائين، جنهن جو روح روان پاڻ هو. هن سوسائٽيءَ نهايت دلڪش ۽ معياري سؤ کن ڪتاب ڇپايا، جن ۾ ديني، اصلاحي، تاريخي

۽ ادبي ڪتاب اچي وڃن ٿا. سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جو وڏو مقام آهي. ان کان اڳ، اهڙا ديده زيب ۽ سهڻا ڪتاب ٻئي ڪنهن به اداري شايع نه ڪيا هئا.

سنڌ ۾ زناني تعليم جي اڻهوند کي محسوس ڪري، مخدوم غلام حيدر مرحوم جي سربراهيءَ سان حيدرآباد ۾ جڏهن "مدرسة البنات" جو بنياد وڌو ويو، تڏهن مرحوم ميمڻ صاحب ان ۾ وڏو ڀرو ورتو، ۽ خود ئي ان جي انتظامي بورڊ جو سيڪريٽري بڻيو، جنهن ذميداريءَ کي پاڻ آخر تائين دلچسپيءَ ۽ توجهه سان نباهيندو رهيو. اڄ انهيءَ زناني اسڪول ۾ سوين مسلمان نياڻيون اعليٰ درجي جي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن، ۽ ان کي حيدرآباد جي بهترين تعليمي ادارن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

ميمڻ صاحب جي ادبي خدمتن جي سلسلي ۾ اهي ڪئين تعليمي نصاب جا ڪتاب اچي وڃن ٿا، جن ۾ پاڪستان جي تاريخ، سنڌ جي تاريخ، انگي حساب، جاميٽري، ڏيهي حساب، گرامر ۽ مضمون نويسيءَ جا ڪتاب شامل آهن.

'ادبي سوسائٽيءَ' جي پاران 'خليفو اول'، 'اسان جو پيارو رسول'، 'خالد بن وليد'، 'سنڌ جي تاريخ' (چار حصا)، 'بيگلار نامو'، 'اسلامي ڪتبخانا'، 'مخدوم نوح'، 'دينيات'، 'تاريخ القرآن'، 'سومرا ۽ سما'، 'قرب قليچ'، 'ادبي سوسائٽيءَ جون چار ساليانون رپورٽون'، 'مسدس اپوجهو'، 'مسلمانن جي تباهيءَ جا اسباب ۽ علاج'، ۽ 'اخلاق

محسنيءَ اهي نهايت معياري ڪتاب آهن. خود ميمڻ صاحب جي تصنيف ڪيل ڪتابن مان 'سنڌ جي ادبي تاريخ' (ٽي حصا)، 'حياتيءَ جو دور' (محمد صديق مسافر سان گڏ لکيل، ٻه حصا)، 'ڪامل رهنما' (رسول ڪريم جي سيرت)، 'تعليمي نفسيات'، ۽ 'شاهه جو رسالو'، سندس مشهور تصنيفات ۽ تاليفات ۾ ڳڻجن ٿا.

ابتدائي دور ۾ پاڻ شعر به چيو اٿس. ان ۾ سندس تخلص "صديق" رهندو آيو آهي. شاعريءَ ۾ ديني، نعتيه ۽ قومي ڪلام چيو اٿس، جو ڪجهه ڇپيل ۽ ڪجهه اڻ ڇپيل موجود آهي. ڏاڍو چڱو ٿئي، جيڪڏهن سندس پويان اهو سارو ڪلام جمع ڪري شايع ڪرائين ۽ سندس علمي ڪارنامن کي ٻيهر زنده ڪن. ساڳئي وقت، ضروري آهي ته 'مسلم ادبي سوسائٽيءَ' جهڙي مفيد اداري کي نئين تنظيم سان هلايو وڃي. سندس پوين کي مرحوم جي هن يادگار کي سنڀالڻ ۽ قائم رکڻ جي ڪوشش ونڻ کپي.

مرحوم ميمڻ صاحب تعليم کاتي ۾ جيتوڻيڪ ممتاز حيثيت جو مالڪ هو، ته به هن هميشه ڪمال سادگيءَ ۽ نهٺائيءَ جي روش رکي. هو واقعي هڪ خوش خلق، همدرد ۽ هڏ ڏوکي خدمتگذار ۽ بلند ڪردار شخص هو.

دعا آهي ته رب ڪريم مرحوم کي پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي، ۽ سندس پوين کي اها توفيق ڏئي ته هو پنهنجي لائق ۽ فائق والد بزرگوار جي نقش قدم

ٿي هلي، سنڌي ادب، سنڌي زبان ۽ سنڌي قوم جي خدمت جي سلسلي کي جاري رکي سگهن، جو مرحوم ميمڻ صاحب جي زندگيءَ جو نصب العين هو.

## شيخ محمد اسلم

سنڌ جو هڪ پيو قابل قدر تعليمي خدمتگذار شيخ محمد اسلم، 6 سپٽمبر 1958ع تي، ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. انا لله و انا اليه راجعون!

مرحوم شيخ صاحب، خانبهادر محمد ابراهيم مرحوم، خيرپور اسٽيٽ جي وزير، جو فرزند هو. 15- آڪٽوبر 1898ع تي، حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس تعليم ۽ تربيت نهايت سهڻي ماحول ۾ شروع ٿي. ڪراچيءَ جي مشهور تعليمگاهه سنڌ مدرسي مان ميٽرڪ پاس ڪري، وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ جهوناڳڙهه ويو. اتي 6-7 مهينا مس رهيو هو، ته پويان سندس والد وفات فرمائي، ان ڪري لاچار تعليم کي ملتوي ڪري، شيخ صاحب واپس حيدرآباد آيو، ۽ اچي زمينات جي سنڀال سڙي ۽ خانداني ڪاروبار کي هلائڻ شروع ڪيائين.

هت حيدرآباد ۾ جن به برک شهري ۽ سياسي ماڻهن سان سندس تعلقات هئا، تن سڀني مان مرحوم نور محمد وڪيل سان سندس تعلقات تمام گهرا ۽ گهاٽا هئا. انهيءَ دوستاڻي تعلق جي ڪري، پاڻ 'نور محمد هاءِ اسڪول بورڊ' تي ميمبر چونڊيو ويو. بورڊ ۾ هڪ نوجوان ۽

جوان همت ڪارڪن جي حيثيت سان، هو مرحوم نورمحمد وڪيل جو دست راست ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. وڏن وڏن نازڪ ۽ اهم مسئلن ۾، هيءُ نوجوان، پنهنجن مشورن ۽ صلاحن سان مرحوم نور محمد وڪيل جي ڪافي مدد ڪندو رهيو. پنهنجي ساري خاندان جي بار ۽ ٻين تعليمي ۽ اصلاحي ڪمن سان گڏ، سندس سارو توجهه 'نورمحمد هاءِ اسڪول' جي ترقيءَ ۽ تعليم ڏانهن صرف ٿيندو هو. مرحوم نور محمد وڪيل جهڙي جفاڪش ۽ مخلص سيڪريٽريءَ جي وفات کان پوءِ، بورڊ جون نظرون هن نوجوان تي پيئون- ان وقت کان وٺي سرڻ گهڙيءَ تائين، پاڻ نورمحمد هاءِ اسڪول جي بورڊ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. اهو سارو عرصو هو اعزازي طور ڪم ڪندو آيو، ۽ پنهنجيءَ پوري جدوجهد سان انهيءَ اسڪول کي سنڌ جي هڪ اعليٰ درسگاهه بڻائڻ ۾ مشغول رهيو. اسڪول جي انتظام، استادن جي انتخاب، شاگردن جي ڪمن ڪارين، غريب شاگردن جي امداد، ۽ ٻين تعميري ڪمن ۾ اخلاص ۽ صداقت سان ڪم ڪندو رهيو. سندس هن اسڪول سان دلي وابستگيءَ جو ثبوت اهوئي ڪافي آهي، ته هو ساري عمر اعزازي طرح خدمت ڪندو رهيو، ۽ ان جي معاوضي ۾ هڪ پائي به نه ورتائين. ڏکئي سڪئي وقت تي، پنهنجيءَ هڙ مان خرچ ڪرڻ کان به نه گسندو هو، بلڪ قرض پڪا وٺي به پورت ڪندو هو. نازڪ کان نازڪ مرحلن کي خاموشيءَ

۽ وضعداريءَ سان طيءِ ڪري ڇڏيندو هو، پر هوند ۽ اٿهوند جي ٻڙڪ ٻاهر نه ڪيندو هو. پنهنجيءَ منظم ۽ سليقي واري رعبدار ۽ هردلعزيز شخصيت جي ڪري، ڪيس استادن توڙي شاگردن ۾ هميشه هڪ مربيءَ جي حيثيت سان ڏٺو ويندو هو. پاڪستان ٿيڻ کان اڳ، حيدرآباد جي مشهور 'ڊي. جي سنڌ ڪاليج' (جو هاڻي 'گورنمينٽ ڪاليج' آهي) جي انتظامي بورڊ جو پاڻ اڪيلو مسلمان ميمبر ٿي رهيو هو. پاڻ هن وقت ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي، سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج ۽ سنڌ لا ڪاليج جو پڻ ميمبر هو. انهيءَ سلسلي جي هڪ ميٽنگ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪراچيءَ ويل هو. اتي کيس دل جو دورو ٿيو، پر بروقت سٺي علاج ٿيڻ سان طبيعت ڪجهه سرهي ٿي؛ ليڪن ٻئي حملي کان پوءِ طبيعت نه سڌري سگهي، ۽ وفات ڪيائين.

مرحوم جي حافظي ۽ احتياط جو اهو ڪمال ڇئبو، جو ان نازڪ موقعي تي پنهنجي ليڻيءَ ڏيڻيءَ جي وصيت لکايائين، سارو حساب ڪتاب سمجهايائين، مختلف ماڻهن سان ڏيتيءَ ليتيءَ جو سڀ وچور ظاهر ڪيائين، ۽ نور محمد هاءِ اسڪول سان متعلق سڀني ذميدارين کان پاڻ کي سبڪدوش ڪري، پنهنجي جان جان آفرين جي حوالي ڪيائين. کيس سندس وصيت مطابق، سندس والده مرحومه جي پاسي ۾، نور محمد هاءِ اسڪول جي نزديڪ، ميان سرفراز جي مقبري وٽ دفن ڪيو ويو.

تعليمي خدمتن جي سلسلي ۾ هيءَ ڳالهه قابل تعريف آهي ته پاڻ ڪيترن غريب شاگردن کي پنهنجي هٿان وظيفا پڻ ڏيندو هو. آخري ڏينهن ۾ پاڻ هتي 'مسلم آرٽس ڪاليج' جو بنياد وڌو هئائين، ۽ جلدئي 'لطيف آباد' ۽ 'لياقت ڪالونيءَ' ۾ اسڪول قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هو، ساڳئي وقت، 'جامعه عربيه' جي هاءِ اسڪول کي مستقل طور هلائڻ جو بار پڻ پنهنجي ذمي کڻڻ وارو هو- "اي بسا آرزو که خاک شده!"

مرحوم شيخ صاحب پنهنجي پويان پنج پٽ ۽ چار نياڻيون ڇڏيون آهن. سندس ٻيو نمبر فرزند، محمد ابراهيم، 'منوچهر ڪاغذ ڪمپنيءَ' ۾ ٽريڊ آفيسر هو: سال ڏيڍ اڳ انهيءَ ڪمپنيءَ جو جيڪو جهاز آفريڪا ويندي گم ٿي ويو هو، ان ۾ هو موجود هو، ۽ اڄ تائين لاپته آهي. مرحوم شيخ صاحب کي انهيءَ پٽ جي داغ مفارقت ڪافي صدمو رسايو هو.

دعا آهي ته خدا پاڪ شيخ مرحوم کي پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي، ۽ سندس پوين کي صبر جميل عطا ڪري.

[نمبر 3 ۽ 4، سال 1958ع]

## ماستر الهہ بچايو سمو

سنڌ جي اهل علم طبقي لاءِ هيءَ خبر وحشت اثر نهايت روح فرسا ثابت ٿيندي تہ سنڌي زبان جو مشهور اديب، پختہ نويس، صاحب طرز، انشا پرداز، ماستر الهہ بچايو سمو، 9- ڊسمبر 1958ع تي، داعيءِ اجل کي لبيڪ چوندي، رحلت فرمائي ويو.

ماستر الهہ بچايو سمو پنهنجي ادبي تخليقات ('سير ڪوهستان' ۽ 'سيرلاڙ') جي ڪري سنڌي ادب ۾ انفرادي حيثيت حاصل ڪري چڪو هو. سندس زباندانيءَ ۽ انشا پردازيءَ، طرز تحرير ۽ اسلوب نگارش جو مثال ڏسي نٿو ملي سگهي. سچ پچ رب ڪريم هن عظيم اديب کي گوناگون ذهني ۽ علمي صلاحيتن سان نوازيو هو. سندس هر تحرير شستگيءَ ۽ پختگيءَ جي ان مقام تي پهتل آهي، جتي پهچي سندس تحرير 'سهل ممتنع' ٿي چڪي آهي، جنهن جي اتباع ڪرڻ کان وڏا وڏا اهل قلم بہ عاجز آهن.

مرحوم سمو صاحب، درسي علوم جي حيثيت سان، ڪنهن بہ دارالعلوم ۽ ڪاليج جو فارغ التحصيل ۽ سنديافتہ نہ هو، پاڻ پنهنجي ذاتي مطالعي ۽ ڪسب سان ٿي ادب ۽ فن جي ان مقام تي پهتو. ڪيس سنڌي بوليءَ جي ذخيرهءِ الفاظ ۽ سرمايہءِ محاورات تي استادانہ

عبور حاصل هو. سندس عبارات آرائي ۽ لفظن جي جڙت ۽ چوانڊ، محاورن جي صحت، بندشن جي چستيءَ ۽ ونگينيءَ کي ڏسي، ائين چئي ٿو سگهجي ته سندس قلم گوهرباو هو، ۽ هو سس مان نه پر مُشڪ آلود ماڪيءَ مان پوڙي لکندڙ هو. ههڙي شيرين ۽ دلنشين زبان مشڪل سان هٿ ايندي. ائين چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونه آهي ته ماستر الهه بچائي سمي جي جاءِ خالي آهي. اسان کي اهڙو ڪوبه انشاپرداز ڪونه ٿو سُجهي، جو اڄ اها زبان لکي سگهي، يا 'سير ڪوهستان' جي رنگين ڍنگ جو ڪتاب لکي سگهي.

مرحوم، سمن جي خاندان مان يارمحمد پٽ پڍي خان جو فرزند هو، ۽ ساهر جو رهواسي هو. سندس تعليم، فائينل امتحان ڪان پوءِ، ٽريننگ ڪاليج جي ٻن سالن تائين هئي. ان ڪان پوءِ ذاتي مطالعو ڪري ثابت ڪيائين ته علم ۽ صلاحيت، فن ۽ هنر جي حاصلات ۽ پرک لاءِ نڪو ڊگرين جي لانئ جي ضرورت آهي، ۽ نڪو سَنَدن جي قطار جي گنجائش آهي. سندن پويان ابهم ۽ يتيم ٻارڙا آهن. اسان جي گذارش آهي ته ادبين جي امداد واري فنڊ مان هن اديب جي ٻچن جي مدد ڪئي وڃي.

## امام الدين "ضامن"

اهل علم حضرات لاءِ هيءَ خبر نهايت الم انگيز

آهي ته سنڌ جو مشهور مزاح نگار شاعر ميان امام الدين "ضامن" 12 فبروري 1959 ع تي وفات ڪري ويو- انالله وانا اليه راجعون. مرحوم ميهڙ جي پرسان ڏيپيءَ جهڙي ننڍڙي واهڻ ۾ 1909 ع ڌاري پيدا ٿيو. سندس وڏا پنهنجي مڇيءَ مانيءَ وارا هئا، ۽ سندس والد چڱو زميندار هو.

'ضامن' اڃا ڇهن پنجن سالن جو مس ٿيو ته سندس والد وفات ڪئي، ۽ پاڻ 4-5 درجا پڙهي، فقيريءَ جي تلاش ۾ وڃي قلندر جو ملنگ ٿيو. سالن جا سال شهباز قلندر تي رهيو، ۽ ان ڪان پوءِ ٽپال کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين، جا پڇاڙيءَ تائين هلندي آئي.

سندس طبيعت نهايت خودار ۽ قلندرانه هئي، تنهنڪري خوشامد پسند آفيسرن کيس ڏاڍو تنگ ڪيو ۽ کيس ڪوئٽيا ۽ پشين تائين بدلي ڪيائون، پر هي مرد قلندر پيرين اگهاڙو، برف کي لتاڙيندو، ڪلائيندو ۽ وندرائيندو، ٽپال ورهائيندو وتندو هو! ايتري تنگ گذر ۾ به والده ۽ اولاد جي خدمت ڪندو آيو، تن کي تسيا ڏيئي پٽ کي اعليٰ تعليم ڏياريائين.

سندس شاعري مرحوم شمس الدين 'بلبل' جي صحبت ۽ اصلاح سان شروع ٿي، جو بلند مرتبه اديب ۽ شاعر هو، ۽ خاص طرح ظريفانه نڪته سنجيءَ ۾ بيمثال هو. 'ضامن' جو مزاح نهايت نمڪين، لذيذ، دلنشين ۽ سنجيدو هوندو هو. سندس مزاح زندگيءَ جي تلخين جي پيداوار

هو. هن روئڻ ۽ روئارڻ جي جاءِ تي کلڻ ۽ کلائڻ کي ترجيح ڏني. مُرڪڻ سندس خاص نشان بڻجي چڪو هو. سندس شعر ۾ حدت، احساس ۽ شعور جي پختگي نظر اچي ٿي. هن پنهنجي طنزيه ۽ مزاحيه انداز سان ملن مولوين، وڏيرن ۽ رشوت خور آفيسرن جا چوڙا لاهي رکيا. وڏن وڏن آفيسرن ۽ مولوين جي هوندي، جي بيڊپائيءَ سان سڀڪجهه چئي وڃي پار پوندو هو. سندس ڪلام ۾ سڀڪائي ۽ ناشائستگي اصل ڪانه آهي. سندس فرزند 'خالد' تي حق آهي ته هو 'ضامن' مرحوم جو سارو ڪلام گڏ ڪري ڇپرائي.

[نمبر 1، سال 1959ع]

## آديسي اٿي ويا

حيات ۽ موت ٻئي لازم ۽ ملزوم آهن. ڪئين آيا ۽ ڪئين ويا. ”ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾“ - رهي نام الله ڪا!

’مهراڻ‘ جي قارئين لاءِ هيءَ خبر نهايت افسوسناڪ ٿيندي ته اسان جي علمي ۽ ادبي دنيا ڪان، هن مهيني ڪن ۾، اهڙا اديب موڪلائي ويا آهن، جن جي جاءِ پرجڻ مشڪل آهي. اهي مرحوم آهن: سردار بهادر محمد بخش، شيخ عبدالعزيز قنڌاري، مولانا عبدالمجيد ”سالڪ“، آغا تاج محمد، ”سائل“ هالائي ۽ ”اختر“ هالائي. مٿيان اديب بزرگ، پنهنجي پنهنجي خصوصيت ۽ انفراديت جا مالڪ هئا. ڪو اديب هو ته ڪو عالم هو، ڪو شاعر هو ته ڪو صحافي هو، ڪو صوفي هو ته ڪو خلافتي هو. بهرحال پنهنجو وارو وڄائي ويا ۽ تجربو، علمي ذخيرو ۽ ڪلام ڇڏي وڃي ابدي طور آباد ٿيا. رب ڪريم شال کين مرهي، ۽ اسان کي توفيق عطا فرمائي، جيئن ادب ۽ ملڪ جي خدمت ڪندي پنهنجي زندگيءَ جا باقي چار ڏهاڙا ڇڏا

گذاري سگهون، ۽ من جو مقصد ماڻي، پوءِ مرون ”پهرين ملان هوت، پو مر پُڇنم ڏينهڙا.“

## سردار بهادر شيخ محمد بخش

سنڌ جي اهل علم ۽ تعليم سان دلچسپي رکندڙ طبقي لاءِ هيءَ خبر وحشت اثر نهايت روح فرسا ٿيندي ته سنڌ جي مشهور شخصيت ۽ تعليمي خدمتگذار سردار بهادر شيخ محمد بخش، 70 ورهين جي عمر ۾، 24- سپٽمبر 1959ع تي داعي اجل کي لبيڪ چوندي رحلت فرمائي ويو - اناالله واناالیه راجعون.

سردار بهادر مرحوم، پنهنجي شخصيت ۽ وجاهت جي ڪري نهايت مشهور ۽ هردلعزيز ماڻهو هو. مرحوم نهايت خاموش طبع، ڪم گو، سنجيدو ۽ باهمت، عالم ۽ فاضل انسان هو. سندس تعلق شڪارپور جهڙيءَ تاريخي سرزمين سان هو. سندس وڏا پنهنجي دور جا سربرآورده ماڻهو هئا.

سردار بهادر مرحوم برٽش دور ۾ ڪليڪٽريءَ جي عهدي تي فائز ٿي رٽائر ڪيو. پاڻ سرڪاري ملازمت جي دور ۾ به نهايت باهمت ۽ باحوصله منتظم ۽ ڪرڙو آفيسر ليکجڻ ۾ آيو. خلافت، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي دور لڳائين، سندس انتظامي قابليت جي ڪري، ڪوبه فرقيوارانه فساد نه ٿيو ۽ ڪابه سياسي قسم جي افراتفري نه ٿيڻ ڏنائين. حيدرآباد ۾

سنڌس اياڪاريءَ ۾، مذهبي ڇڪتاڻ جي ڪري، آريه سماج ۽ مسلم تبليغي جماعتن جي وچ ۾ وڏي هنگامه خيز ڪشيدگيءَ جو امڪان هو، جا سنڌس حسن تدبير سان وقوع پذير نه ٿي سگهي. تقسيم کان پوءِ، حيدرآباد ۾، اقليت جي نگهداشت ۽ بچاءَ لاءِ سردار بهادر مرحوم، قانوني چارهه جوئيءَ سان گڏ، پنهنجي اعليٰ انتظامي قابليت جا جوهر ڏيکاريا، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو اهڙي هنگامه خيز دور ۾ اقليت جو وار به ونگو نه ٿيو. در اصل، سردار بهادر جون اهي خدمتون انسان ذات جي خدمت ۽ محبت جي راهه ۾ بين ثبوت آهن.

سنڌس صوفيانه مشرب ۽ مذهب، سرمست 'سچل' ۽ ان جي فلسفي ۽ فڪر سان وابسته هو. ڪيس سچل جي رنديءَ ۽ سرمستيءَ مان ڪافي فيض مليل هو، ۽ 'خرقهءَ خلافت' سان به نوازيل هو. پاڻ سچل جي فلسفي ۽ وحدت الوجود جو نه فقط مقلد هو، پر ان سان گڏ شيخ ابن العربي، عطار، منصور حلاج ۽ روميءَ جي افڪار ۽ فلسفي تي به وڏو درڪ حاصل هوس. پاڻ پنهنجي رندانه ۽ وجودي مشرب جو ايترو ته پائبند هو، جو هندو - مسلم جو ڪو به فرق قير نه ڪندو هو. اهوئي سبب هو جو هن بزرگ هندن کي ٻچن وانگر پاليو ۽ نپايو، سنڀاليو ۽ هلايو. سنڌس تعليم ۽ تربيت جي طفيل ڪئين هندو وڏا وڏا آفيسر پيدا

ڏيا، ۽ ڪي ته اڄ سوڌا هلندا اچن.

پاڻ 'سماع' ۽ 'جذب' جو قائل هو. سندس سماع جو طريقو اهوئي سچل جي درگاهه وارو هو. ان موجب، هر رات وقت آٿي، ذڪر و فڪر سان گڏ سماع ڪندو هو، پنهنجي مخصوص حلقي سان گڏ ڳائيندو به هو. اهڙي ئي سماع جي نشست شام جو ڪندو هو، جنهن ۾ پنهنجي مخصوص حلقي سان گڏ هندو ۽ مسلمان، مرد ۽ عورتون، سڀ شريڪ ٿيندا هئا. گهڻو ڪري، سماع جي وقت، گيڙو-رتل جامو پهري، يڪتارو کڻي ڳائيندو هو. اڪثر سماع جي دور ۾ مٿس جذب جو وقت طاري ٿي ويندا هئا، ۽ سندس اکيون آليون ٿي وينديون هيون. خاص طور سچل بادشاهه جي ان ڪلام تي محفل ۾ ذوق ۽ ڪيف، جذب ۽ مستيءَ جو اهڙو رقت انگيز رنگ پيدا ٿيندو هو، جو بيان ڪري نٿو سگهجي. "ننگڙانماڻي دا، جيوين ٿيوين پالڻا:" پر رات جي محفل جي اختتام تي سچل بادشاهه جي هيءَ ڪافي لازمي طور چئي ويندي هئي، ان ڪان پوءِ هرڪو جذب ۽ ڪيف جي جذبات سان سرشار ٿي اٿندو هو.

مرحوم هت حيدرآباد ۾ 'سچل سرڪل' قائم ڪيو هو، جنهن جا مخصوص هفتيوار اجلاس ٿيندا هئا، جن ۾ چند مخصوص ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا. ان 'سچل سرڪل' جا عهديدار هي هوندا هئا: صدر، سردار بهادر؛ نائب صدر، آغا عبدالنبي (جو ان وقت حيدرآباد جو ڪليڪٽر

هو)؛ سيڪريٽري، شيخ مرحوم عبدالعزيز قنڌاري، ۽ شارح، گرامي صاحب. باقي ميمبر هئا، جن ۾ حيدرآباد جا علمي ماڻهو اچي وجن ٿا. اهي محفلون اڪثر ڪري آغا عبدالنبيءَ جي بنگلي تي ٿينديون هيون؛ يا ڪڏهن ڪڏهن سردار بهادر جي جاءِ تي، ۽ سندس پاڻ شيخ وحيم بخش سيشن جج جي بنگلي تي ٿينديون هيون. دستور موجب، محفل ۾ گرامي صاحب سچل جي فلسفي متعلق ڪو شعر پيش ڪندو هو، يا فلسفه تصوف متعلق ڪو نڪتو بحث لاءِ پيش ڪندو هو؛ ان تي هرڪو پنهنجا خيالات پيش ڪندو هو؛ ۽ آخر ۾ سردار بهادر نهايت عالمانه ۽ محققانه اختتامي تقرير ڪندو هو؛ جا سندس علم ۽ فضيلت جو دليل هوندي هئي.

سردار بهادر اگرچ نهايت گوشه نشين ۽ خاص قسم جي صوفيانه مشرب وارو هو، تاهم عالمن ۽ بزرگن، پيرن فقيرن جي به ڏاڍي عزت ڪندو هو، ۽ سنڌ ۽ هند جي اڪثر درگاهن تي ايندو ويندو هو. جن سندس صحبت ڏٺي آهي، اهي سڀ قائل آهن ته سردار بهادر پنهنجي قسم جو انفرادي ماڻهو ۽ خلوت گزين صوفي طبع انسان هو.

پاڻ شعر به چيو اٿس، سندس تخلص 'ڪوجهي' هو. سندس ڪلام اڪثر طور سماع جي محفلن ۾ ئي ڳايو ويندو هو.

پوئين دور ۾ سندس پورو توجهه تعليمي

خدمتن ڏانهن وريو. پاڻ وڪٽوريا لئبرريءَ (ٿلڪ روڊ) جي وسيع ايوان ۾ اسڪول قائم ڪيائين، اهو وقتي وقتي سچل آرٽس ڪاليج تائين پهتو آهي. ڪاليج جون فلڪ پيما جايون هن شخص جي عزم بلند تي گواهه آهن. ٻن ٽن سالن جي لڳاتار محنت ۽ مشقت سان هڪ ننڍڙي اسڪول کي ڪاليج تائين پهچائڻ، سندس حسن تدبير جو دليل آهي.

پوئين دور ۾، سندس توجهه سچل جي فلسفي جي اشاعت ڏانهن به رهيو. ان سلسلي جو پهريون ڪتاب "ديوان آشڪار" لاهور مان ڇپارايائين.

سردار بهادر سچ پچ هڪ هر دلعزيز بزرگ انسان، صوفي صافي، عالم ۽ فاضل شخص هو، جنهن جي خدمتن جو سلسلو وسيع آهي. اميد ته سندس پسماندهه ۽ اولاد، سندس تعليمي شغف ۽ فقيرانه سلسلي کي قائم رکندا ايندا، ۽ سندس نيڪ تمنائن جو ثمر شيرين، سچل آرٽس ڪاليج، تعميري حيثيت سان پايه تڪميل تي پهچائي، سندس روح لاءِ تسڪين جو سامان پيدا ڪندا.

آخر ۾ رب العزت جي بارگاهه ۾ دعا آهي ته رب ڪريم شال مرحوم کي مرهي، ۽ سندس پسماندن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي - (آمين).

## شيخ عبدالعزيز قنڌاري

هيءَ خبر وحشت اثر علمي ۽ ادبي دنيا لاءِ نهايت

اندوهناڪ سمجهي ويندي تہ حيدرآباد جو معمر ۽ معزز بزرگ، سنڌي ادب ۽ زبان جو عالم ۽ انشا پرداز، مقالہ نگار ۽ خدمتگذار، شيخ عبدالعزيز قنڌاري، 26- سيپٽمبر 1959ع، ڇنڇر جي رات، ساڍي ٻارهين بجي، 73 سالن جي عمر ماڻي، هن دنيا کي هميشہ لاءِ الوداع چئي، دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو — اناالله وانااليہ راجعون.

مرحوم قنڌاري صاحب پنهنجي جامع ۽ همہ گير شخصيت جي حيثيت سان نهايت عجيب ۽ پُرڪشش مزاج وارو بزرگ هو. پاڻ هندوخاند ان جي هڪ وڏي بلند درجہ شاخ 'آڏواڻي' جو چشم چراغ هو. هن خاندان جو وڏو، آڏومل نالي، ملتان جي پرسان خداآباد مان، ميرن جي دور ۾ لڏي آيو هو. حيدرآباد ۾ 'آڏواڻي گهٽي' مشهور آهي. سندس والد، ڪيولرام آڏواڻي، انجنير هو، جنهن جهڙائو واهہ کٽايو هو.

قنڌاري صاحب جي خاندان جو هڪ فرد آچاريہ ڪرپالاڻي بين الاقوامي شهرت جو مالڪ آهي، ۽ جو آل انڊيا ڪانگريس جو صدر بہ رهي چڪو آهي. آچاريہ ڪرپالاڻي سندن ويجهو عزيز آهي، ۽ شيخ عبدالرحيم مرحوم جو ڀاءُ آهي. قنڌاري صاحب جي اهليہ شيخ عبدالرحيم جي نياڻي ۽ آچاريہ ڪرپالاڻيءَ جي ڀائٽي آهي.

هن خاندان مان اول پوراداس (شيخ غلام محمد) 1891ع ۾ مسلمان ٿيو، جو قنڌاري صاحب جو سوٽاڻي

موت ٿيو. ان کان پوءِ سنڌس پيءُ ديوان سورج مل (شيخ احمد) مسلمان ٿيو. اهو 90 گهرن جو مکي هو. ان کان پوءِ شيخ عبدالرحيم مرحوم 1892ع ۾ مسلمان ٿيو هو، ۽ عبدالرحمان جان سرهنديءَ جو مريد ٿيو هو. سندس تبليغ سان شيخ شمس الدين، شيخ ڪرنل نورمحمد مرحوم، ڊاڪٽر شيخ محمد يعقوب مرحوم، ۽ عبدالله (ايڊيٽر 'نومسلم') پارا بزرگ هندو فرد مسلمان ٿيا هئا. اهو دور، خلافت ۽ قطع تعلقات جو دور هو. سارو ملڪ انگريزن جي خلاف جدوجهد ۽ جهاد ۾ مشغول هو. خلافت ۽ ڪانگريس دوش بدوش انگريزن جي خلاف معرڪ آرا هيون. ديوبندي بزرگن جي هنگامہ خيز مجاهدانہ تحريڪ ۽ تنظيم کان متاثر ٿي جي فرد ميدان ۾ آيا، تن ۾ سنڌ جو نومسلم بزرگ شيخ عبدالرحيم پيش پيش هو. هي بزرگ سرهندي بزرگن جي سلسلہ عاليہ نقشبنديہ ۾ منسلڪ هو. اهوئي سبب آهي جو نهايت متشرع ۽ عالمانہ وضع ۽ اخلاق وارو، بااثر ۽ اهل دل بزرگ هو. هن جي بزرگانہ عظمت متعلق ڪيتريون ڪرامت جهڙيون حقيقتون به ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. ان بزرگ، اڳتي هلي، مولانا عبيدالله سنڌي رحہ سان رابطو قائم ڪيو، ۽ هت سنڌ ۾ مولانا سنڌيءَ جي پاران تبليغ دين ۽ دعوت اسلام سان گڏ انگريزن جي خلاف به جهاد ڪيو. ان سلسلي ۾، جڏهن 'شڌي' ۽ 'آريہ سماج' تحريڪون سنڌ ۾ آيون، تڏهن لامحالہ

سياسي محاذ تان ـ ڏورو هٽي . نيٺ تبليغ طرف رخ ڪيائين، جنهن جي طفيل سوين شڌ ڌيل مسلمان واپس اسلام ۾ آندائين، ٻئي طرف ڪئين هندو عامل ۽ مشهور ماڻهو به اسلام ۾ آندائين .

اهڙي پر آشوب ۽ هنگامہ خيز دور ۾ شيخ الهند جانشين ـ مولانا عبيدالله سنڌي، حسين احمد مدني، ابوالڪلام آزاد ۽ مولانا حفظ الرحمان لڌيانويءَ پارا هڪ طرف، ته مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، ڊاڪٽر ڪچلو، ڊاڪٽر انصاري ۽ حڪيم اجمل خان پارا سياسي ليڊر ٻئي طرف سنڌ ۾ ايندا هئا . خود سنڌ ۾ مولانا امروٽي، علامہ سيد اسدالله شاهہ ۽ مرحوم پير غلام مجدد سرهندي، خلافت جا سربرآورده سالار هئا . ان گڏ مهاتما گانڌي ۽ جواهرلال نهروءَ جهڙا عالي دماغ ۽ سرويچ سياسي اڳواڻ به ايندا هئا، ۽ مسلمان ليڊرن سان گڏ، نہ فقط هڪ اسٽيج تي پر هڪ مسجد ۾، هڪ ممبر تي ويهي، انگريزن جي خلاف آتش فشان ۽ شعلہ ريز، هنگامہ خيز ۽ باطل سوز تقريرون ڪندا هئا . اهڙي روح پرور ۽ ايمان افروز، هنگامہ خيز ۽ پرآشوب زماني ۾ قنڌاري صاحب اکيون کوليون.

قنڌاري صاحب پنهنجيءَ پوري عامل فيمليءَ ۾ پهريون شخص هو، جنهن اسلام قبول ڪرڻ سان آباء ۽ اجداد جي لکن روپين جي متحرڪ جائداد تان هٿ کنيو. هڪ نوجوان ۽ لو عمر عامل جي حيثيت سان

هت حيدرآباد ۾ رهڻ، سندس لاءِ خلاف مصلحت سمجهيو ويو، لهذا، شيخ عبدالرحيم مرحوم جي وساطت سان، کيس حيدرآباد سان جهنڊي اماڻيو ويو، پوءِ اتان ڪڍي، سلامتيءَ سان سرحد پار اماڻيو ويو. سرحد کي پار ڪرڻ کان پوءِ کيس افغاني پوشاڪ پهرائي وئي — ڪُلي تي پشوري لُنگي، وڏو پهراڻ، ان جي مٿان مخملي صدري، سلوار ۽ پنڌاڪو جوتو. سرحد ٽپڻ کان پوءِ، کيس قندار پهچائڻو هو. قندار لاءِ کيس گڏهه جي سواري ڪرڻي پئي. قندار جي گڏهن تي بنا واڳ جي سوار ٿي، قنڌاري صاحب، پهاڙ ۽ ان جا اوکا اڙانگا لڪ اورانگهي، هزارين مشڪلاتون ڏسندو، پهاڙي سلسلن کي عبور ڪندو، وچ تي داپا ڪندو، سنڌُن کي ڦڪيندو، وڃي قندار پيڙو ٿيو. اتي سندس نهايت سهڻي نموني ۾ آجيان ڪئي وئي. کيس قندار جي وڏي اسلامي مدرسي ۾ داخل ڪيو ويو. اهو مدرسو هتي جي سرهندي بزرگن جي ڏاڏي عبدالرحمان جان سرهنديءَ جي وڏن بزرگن جو هو. ان مدرسي ۾ قنڌاري صاحب کي امير عبدالرحمان، واليءَ افغانستان، جي طرفان ماهوار وظيفو پڻ مقرر ٿي مليو. ٻه چار دفعا کيس امير عبدالرحمان جي ملاقات جو شرف به حاصل ٿيو، پر پوءِ پاڻ درخواست ڪيائين ته مون کي دربار ۾ اچڻ جي تڪليف نه ڏني وڃي، ڇاڪاڻ جو منهنجي تعليم ۾ رخنو ٿو پوي. قنڌاري صاحب اتي فارسيءَ ۽ عربيءَ

جي تعليم ورتي ۽ مختلف ديني علوم ۽ فنون ۾ چڱي دسترسي حاصل ڪئي. قنڌاري صاحب ٻڌائيندو هو ته ”اڳتي هلي مون امير عبدالرحمان جي اسڪالرشپ وٺڻ کان معذرت ظاهر ڪئي. اتي مان واپار ڪندو هوس. ڪپڙو، ڪتل، ڏونگهي، صابڻ، ڪسار، ۽ ٻيو سنهو سودو بزار مان وٺي مدرسي ۾ اچي رکندو هوس، اتي شاگردن ۾ اچي کپائيندو هوس، ۽ ان مان گذر سفر ڪندو هوس.“ سندس تعليم جو اهو دور نهايت مشقت ۾ گذريو. هڪ عامل ۽ نازڪ ماڻهو سڄيون سڄيون راتيون صرف ۽ نحو جي مسئلن جي رٽڻ ۽ حفظ ڪرڻ ۾ گذاري، ان سان گڏ پنهنجي معاش جو بندو بست به ڪري، استادن جي خدمت به ڪري، ۽ عبادت به ڪري، مطالعو به ڪري، حتاڪ تهجد به پڙهي: اهوئي سبب آهي جو قنڌاري صاحب نهايت محنت ڪش ۽ سخت جان شخصيت جو مالڪ ٿيو. هڪ نازڪ عامل نوجوان ماڻهو قنڌار جي پٺاڻن سان زندگيءَ جو ڊگهو عرصو پٺاڻ ٿي گذاري ۽ نباهي پختو ٿئي، سا هڪ ڪرامت جهڙي ڳالهه چئبي. قنڌار ۾ تحصيل علوم کان پوءِ پشتو ادب کي مطالع ڪيائين، ۽ ٻوليءَ تي اهل زبان وانگر عبور حاصل ڪيائين. قنڌار جي ابتدائي رهائش ۽ اثرات جي ڪري، حيدرآباد جو هڪ عامل، اسم ۽ جسم طور، طبع ۽ مزاج طور، خيال ۽ حال طور، قنڌاري ٿي ويو — ۽ آخرتائين ’قنڌاري‘ سڏيو ويو.

سندس زندگيءَ جو پيو دور سنڌ ۾ شروع ٿيو. قنڌار کان واپس اچڻ تي، سنڌ ۾ کيس اجنبيت محسوس ٿي — ايتريقدر جو پاڻ سنڌي زبان بہ ڳالهائي ۽ سمجهي نہ سگهندو هو. قنڌار مان واپس اچڻ تي دوباره سندس عزيزن کيس پنهنجي اباڻي ڌرم تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پاڻ صاف انڪار ڪيائين، ۽ وچي ڏنڊي ساڻيئداد رهيو. اتي جي سرهندي بزرگن کيس ڏسي چيو تہ "ڪير ٿو چوي تہ هي سرهندي پيرن منجهان نہ آهي، ۽ نج ۽ خالص پٺاڻ نہ آهي!" ان وقت سندس عمر 22 سال هئي — پاڻ 13 سالن جي عمر ۾ قنڌار ويو هو.

هت حيدرآباد ۾ ڪجهہ وقت رهڻ کان پوءِ کيس انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جو خيال ٿيو اول تہ سنڌي ۽ انگريزيءَ لاءِ ماستر رکيائين، ان کان پوءِ جلد ئي اونڏاوا (يو- پي-) ويو، ۽ اتي ڇهہ درجا پاس ڪري وريو، پر وري سنت ٿي، بنا ڪنهن تياريءَ ۽ اطلاع جي، بي سرو سامانيءَ ۾، ڪراچيءَ پهتو ۽ سنڌ مدرسي ۾ داخلا ورتائين. جڏهن تہ قنڌاري صاحب غيور، خوددار ۽ متوڪل شخص هو، تڏهن ڪنهن بہ ماڻهوءَ کان امداد نہ ورتائين، بلڪ سنڌ مدرسي جي پرنسپال ۽ استادن کان بہ پنهنجي فقر ۽ افلاس کي لڪائيندو رهيو — حتاڪ ٻہ - چار ويلا بکون بہ ڪاٽيندو هو. اهڙي وقت ۾ سندس حيدرآباد وارا عزيز ۽ والدين

سندس مدد ڪرڻ لاءِ آچ ڪندا هئا، پر پاڻ اها آچ ٺڪرائي ڇڏيندو هو. بيماريءَ ۽ بک ۾، سرديءَ ۽ گرميءَ ۾، پنهنجي منهن سير پيو وقت گذاريندو هو. محنت ۽ مطالعي جو اڳئي دلدادو هو. مسجدن ۽ حجرن جي تڏن تي پاڻهن پڙ سمهي، ڏيئن تي مطالعي ڪرڻ وارو، سنڌ مدرسي ۾ نهايت قابل ۽ فهيم، صاحب علم ۽ اهل ذوق شاگرد ثابت ٿيو. پاڻ ٻڌائيندو هو ته ”فقر ۽ افلاس جي اهڙي نازڪ ۽ جانبر دور ۾، ٻه - چار ڏينهن گذري ويا. پرنسپال لارينس منهنجي طبع ۽ قيافي مان سمجهي ويو. هڪ ڏينهن چيائين ته ”قنڌاري، مون سان جاءِ تي ملي وڃ.“ شام جو ڇهين بجي اتي پهتس. لارينس نهايت همدردانه انداز ۾ چيو: ”قنڌاري مون کان حال نه لڪاءِ .... هي ڏهه روپيا وٺ ۽ سياڻي کان چوٿين درجي ۾ ڪلاس وٺجانءِ!“ انگريز جي هن همدردانه روش تي منهنجي اکين مان ڳوڙها ڪري پيا، ۽ ٻئي ڏينهن کان وٺي سنڌ مدرسي ۾ ماستري شروع ڪيم.“

اڳتي هلي، ميٽرڪ پاس ڪري، خيرپور ميرس جي شهزادي جو اتاليق مقرر ٿي، لاهور ويو. واپس اچڻ تي شادي ڪرائين. پوءِ جلدي عليگڙهه ويو، ۽ 1916ع ۾ بي - اي پاس ڪيائين. عليگڙهه ان دور ۾ سياسي تحريڪن جو مرڪز هو. هڪ طرف سياسي ليڊرن جي اچ وڃ ۽ جذبات انگيز تقريرون، ته ٻئي طرف

اسٽرائيڪون، نعري بازيون، ڌمالون ۽ گوشماليون!
قنڌاري صاحب ان دور ۾ اسٽرائيڪ ڪرائي، جنهن
جي ڪري ڪيس ۽ شعيب (اڳيون روس ۾ پاڪستاني
سفير) کي رسٽيڪيٽ ڪيو ويو. ان دور ۾ ظفرعلي
خان ”زميندار“ ۾ هڪ سخت ايڊيٽوريل لکي احتجاج
بلند ڪيو، ۽ قنڌاري صاحب ۽ شعيب تان اها بـَـلا
ٽري وئي. عليگڙهه جي پوريءَ زندگيءَ جو روح روان
قنڌاري صاحب هو. رانديون ۽ دعوتون، مناظرا ۽ مباحثا،
سڀ قنڌاري صاحب جي دم سان هئا.

ان کان پوءِ دهليءَ ويو. اتي مولانا سنڌيءَ جي
”بيت الحڪمت“ ۾ داخل ٿيو، ۽ خود مولانا سنڌيءَ
کان ”حجة الله البالغه“ پڙهيائين. اتي، دهليءَ ۾، وڏن
وڏن عالمن ۽ اديبن، صحافين ۽ بزرگن سان رهائيون
ڪيائين. حسن نظامي، مولانا احمد سعيد ۽ ڊاڪٽر
ذاڪر حسين (جامع مليه) وارن سان ڪافي وقت گذاريائين.
ان کان پوءِ، خلافت تحريڪ جي تحرڪ ۽ شيخ الهند
جي اشاري سان، مولانا سنڌيءَ ’ريشمي خطوط‘
لکايا، جي پڪڙجي پيا. ان سلسلي ۾ سخت پڪڙ
پڇاڙ ٿي. مولانا سنڌي سنڌ ۾ آيو، ۽ هتي جي دوستن
جي صلاح سان افغانستان وڃڻ جون تياريون ڪيائين.
مولانا سنڌيءَ جو سازو سامان شيخ عبدالرحيم تڪميل
تي پهچايو، ۽ سندن نياڻيءَ (جا قنڌاري صاحب جي
اهليه محترمه آهي، ۽ اڃا حيات آهي) پنهنجا زيور ۽

نقد ووپيا پيش ڪياه آخرڪار، مولانا سنڌي، مولانا عبدالله لغاريءَ جي معيت ۾ سنڌ مان هجرت ڪري ويو، قنڌاري صاحب دهليءَ مان هجرت ڪري، گريجوئيٽ بڻجي، سنڌ ۾ آيو، ۽ شيخ عبدالرحيم، 1916ع ۾، سنڌ مان هجرت ڪري سرهند پهتو، کيس پوليس پڪڙي نه سگهي.

سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ کيس انگريز آفيسرن جي سفارش تي سنڌون سڌو مختيارڪار چونڊيو ويو، پر پاڻ انڪار ڪيائين، ۽ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ ماستري قبول ڪيائين، جتي سنڌي ۽ فارسي پڙهائيندا هئا. اتي به سندس اُستاد طبع ڪانه لڳي. سندس خوددار ۽ غيرتمند طبع، استرائيڪن ڪرائڻ ۾ ڪامياب رهي. چوندو هو: 'ڪاليج جا گهڻا پيا وڃندا هئا، پر شاگرد ڪمرن کان نڪرندا ئي ڪين هئا!' بهرحال، ٽريننگ ڪاليج مان استعفا ڏئي، ايڪسائيز کاتي ۾ 1925ع ۾ آيو. اول ماريپور ۾ چارج ورتائين، ۽ ان کان پوءِ وقت بوقت ڪراچيءَ، شڪارپور، ٻوبڪ، بدين، قمبر، لاڙڪاڻي، سيوهڻ، مٺيءَ، دادو، روهڙيءَ، حيدرآباد، نواب شاهه ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ رهيو، اتان 1950ع ۾ رٽائر ڪيائين. ان دور ۾ ساري سنڌ لتاڙيائين. هر هنڌ پنهنجي همت ۽ بلندحوصلي سان رهيو، ڪنهن جي اڳيان جهڪيو نه، ڪنهن کان ڊپيو نه، ڪنهن جو محتاج نه رهيو، بلڪ مڙس ماڻهو

ڏي وقت نباهيائين. آفيسرن سان وڙهيو، زميندارن سان اٽڪيو، مولوين سان به نه مڙيو، ليڊرن جي لاڪ لاٿائين، پيرن فقيرن جي به خبر ورتائين.

ايتري طول طويل چڪر ۾ ادب ۽ صحافت سان بـه دلچسپي رکندو آيو. "الوحيد" جو به ڪجهه وقت لاءِ ايڊيٽر ٿيو. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ مستقل طور حيدرآباد ۾ رهيو. هت به هر علمي ۽ ادبي، ثقافتي ۽ ديني تنظيم ۾ حصو وٺندو رهيو. تقسيم کان پوءِ مهاجرن جي آمد تي سندن خدمت ڪيائين. 'بسنت لاج' جو سيڪريٽري ٿيو، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو، ادبي انجمن جـو سيڪريٽري ٿيو، جمعيت الشعراء ۽ بزم طالب المولي جو ميمبر رهيو، سچل سرڪل جو سيڪريٽري ٿيو، ڪجهه وقت هفتيوار "پاسبان" هلايائين؛ بيمارن لاءِ امدادي فنڊ قائم ڪيائين، ۽ ڪيترن مستحق ماڻهن جي مدد ڪيائين، نزرت ڪاليج ۾ پرشن ٽيچر ٿيو، ڪيترن شاگردن کي فري اسڪالرشپ ڏنائين، ڪيترن يتيمن ۽ غريبن، ونن زالن ۽ بيواهن کي لڪي لڪي امدادون ڪيائين. رهه نام الله کا!

سچ پچ قنڌاري صاحب هن دور جـو اهو معزز شخص هو، جنهن جي سيني ۾ هن دور جي 'مني صديءَ جو پورو سياسي، علمي ۽ ادبي ذخيرو موجود هو.' سچ پچ ته هو معلومات جي انسائيڪلوپيڊيا هو. سنڌ جي مشهور شخصيات، ليڊرن، عالمن، آفيسرن، پيرن فقيرن

۽ بزرگن جي تفصيلوار حالات کان واقف هو.

آخري وقت ۾ صحافت جي وڏي سند حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا به ورتائين، ۽ سال - اڌ اتي شاگرد ٿي گذاريائين.

پوئين دور ۾ گوئٽي جو "فائوسٽ"، سنڌي ادبي بورڊ جي لاءِ شستہ سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪندو رهيو. پيرانہ سالي، ضعف و نقاهت جي حالت ۾ به رات ڏينهن 'فائوسٽ' سان جنگ لايو آيو. مختلف انگريزي لغتون، شرحون ۽ ٻيا ڪتاب گڏ ڪيائين. دوستن کان، ڪتبخانن مان ڪڍ'وائي ڏير ڪيائين. هر حال ۾ لکندو رهيو. آئي وئي کي پڙهي ٻڌائيندو هو، تحسين ۽ داد وٺندو هو، کلندو هو ۽ کلائيندو هو، ۽ چوندو هو تہ 'شال هي نسخو پورو ٿئي!' قنڌاري صاحب محفلن جو مور ۽ ڳالهين جو ڳهير، يارن جو يار ۽ دوستن جو غمخوار هو. سندس عجائبات مان هڪڙو عجائب اهو آهي تہ پوري زندگيءَ ۾ جي به ڪاغذ پٽ ۽ خط ڪيس لکيا ويا، يا وٽس رسيا، سي اڄ سوڌو محفوظ آهن. وٽس قنڌار وڃڻ کان وٺي پيڙهيءَ تائين آمد ۽ خرچ جو پورو حساب ڪتاب رکيل آهي!

بهرحال، هڪ زندگي، هڪ تاريخ، هڪ معلومات ڀريا دور، قنڌاري صاحب کي ختم ٿي ويو.

عزيز ۽ خاندان- مٿي بيان ٿي آيو آهي تہ پاڻ آڏواڻي ديوانن مان هو. ان خاندان جو وڏو مکي آڏومل،

ميرن جي دور ۾ ملتان جي پرسان خدا آباد مان لڏي سنڌ ۾ آيو. ان خاندان مان ڪيترا ته ميرن جي راڄ ۾ مير منشي ۽ وزير به ٿيا. حيدرآباد ۾ آڏواڻي گهڻي مشهور آهي. ساڌو هيرانند ۽ ساڌو نولراءِ به ان خاندان جا آهن.

— ان خاندان مان اول شيخ غلام محمد (ديوان پوندداس) زميندار، 1891ع ۾ مسلمان ٿيو.

— ان کان پوءِ سنڌس والد حاجي احمد (مکي سورج مل) مسلمان ٿيو. هي صاحب 90 گهرن جو مکي هو.

— ان کان پوءِ شيخ عبدالرحيم (1892ع) ۾ مسلمان ٿيو. هي وڏو عالم، پرهيزگار، متقي ۽ دينداز شخص هو. هن جي تربيت ۽ تبليغ تي هن خاندان جا ڪيئي افراد مسلمان ٿيا. هي بزرگ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو سچو هٿ هو. سنڌ ۾ خلافت ۽ قطع تعلقات تحريڪ جو سربراهي ڪندڙ هو. 'ريشمي خطن' پڪڙجڻ کان پوءِ سنڌ مان هجرت ڪيائين. عليپور کان ٽنڊي محمد خان آيو، ته پوليس ۽ ملٽريءَ جي گهيري هوندي، قابلي ٽوپي ۾ غائب ٿي ويو، ڪيس ملٽري ته گولي مکهي. مولانا سنڌيءَ کي سرحد پار اماڻي، پاڻ سرهند شريف ويو، جتي ئـي وفات ڪيائين. ٽنڊاري صاحب سنڌس صحبت ۾ مسلمان ٿيو، ۽ سنڌس شادي به شيخ عبدالرحيم جي نياڻيءَ مان ڪئي وئي. شيخ عبدالرحيم جو فرزند شيخ محمد حسن حيات آهي. نياڻيون 5 هيون 2 گذر

ڪري ويون، ۽ 3 حيات آهن. زنده نياڻين مان هڪ نياڻي ڊاڪٽر شيخ شمس الدين جي اهليه محترمه آهي. ٻي نياڻي قنڌاري صاحب جي اهليه آهي، ۽ ٽين شيخ غلام محمد مرحوم (پهرئين نو مسلم) جي اهليه آهي. اهي اجا ڳائين حيات آهن.

ڪڪي پيٺ، حيدرآباد ۾ مشهور ڪانگريس ورڪر هوندي هئي. اها شيخ عبدالرحيم مرحوم جي ننڍي ڀيڻ آهي. اڄڪله [redacted] بمبئيءَ ۾ رهي ٿي، ۽ 'وڏوا آشرم' هلائي رهي آهي.

— شيخ عبدالڪري[redacted]شيخ عبدالرحيم جو ننڍو ڀاءُ هو، ۽ حيدرآباد ۾ مسلمان [redacted] هو. شادي ڪونه ڪيائين. خلافت جي دور ۾ حج [redacted] ويو، ۽ پوءِ ترڪي لشڪر ۾ ڀرتي ٿي ويو. اڳين [redacted]ياري لڙائي جا 1914ع ۾ شروع ٿي، ان ۾ ٻهرو و[redacted]ي، 1918ع ۾ بيت المقدس جي محاذ تي شهيد ٿيو.

— هندستان جو مشهور بين الاقوامي ليڊر آچاريه ڪرپالاڻي به شيخ عبدالرحيم جو ننڍو ڀاءُ آهي، ۽ آل انڊيا ڪانگريس جو صدر به رهي چڪو آهي. اجا حيات آهي.

— شيخ عبدالرحيم جو وڏو ڀاءُ، جو پروفيسر هو، ڳنهن سنياس اختيار ڪيو، ۽ هماليه جبلن ۾ هليو ويو، اڄ ڳائين ان متعلق ڪا خبر ڪانه آهي.

قنڌاري صاحب جا ڪيترا عزيز هندستان ۾ موجود آهن. هڪ ننڍي ڀيڻ بمبئيءَ ۾ آهي ۽ سندن ڀاڻيو

چنديرام وڪيل پوني ۾ آهي. قنڌاري صاحب مرحوم
جي ڀاڄائي (چنديرام جي والده) حيات آهي. پيا سندس
۾ وڏا ڀائر 1920ع جي ڪالرا ۾ هت گذاري ويا هئا.
حيدرآباد ۾ ديوان تلوڪچند چتو مل وڪيل، تلڪ
چاڙهيءَ تي رهي ٿو، قنڌاري صاحب جو سڳو سوٽ آهي.

اولاد. (1) شيخ عبدالرحمان مرحوم وڏو پٽ هو،
جو اوڻاوا (يوپي) ۾ فوت ٿيو. (2) شيخ عبدالستار،
وڪيل، حيدرآباد، (3) ڊاڪٽر [redacted]رزاق، حيدرآباد،
(4) شيخ عبداللطيف، حيدرآباد؛ [redacted]) عبدالفتاح، لنڊن
۾ پڙهي رهيو آهي: نياڻيون ٽ[redacted]هن.

آخر ۾ مسٽر عبدالستار، ش[redacted] ۽ ڊاڪٽر عبدالرزاق
سان دلي همدرديءَ جو اظها[redacted]ڪندي، بارگاهه ايزديءَ
۾ دست بدعا آهيون ته [redacted] ڪريم قنڌاري صاحب
کي مرهي، ۽ سندس پ[redacted]ن کي صبر جميل عطا
فرمائي! ـــ رهي نام [redacted]ا.

## آغا تاج محمد خان

هيءَ خبر وحشت اثر سنڌ جي علمي ۽ ادبي، ۽
خاص طور تعليمي حلقن لاءِ نهايت ڏک پهچائيندڙ آهي
ته سنڌ يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار ۽ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ
جو خدمتگذار، جناب آغا تاج محمد، 30- سيپٽمبر شام
جو، 55 سالن جي عمر ۾، شام جو ساڍي 3 بجي، دل
جي اوچتي ڌڪ ڪري وفات ڪري ويو. اناللهوانااليهراجعون.

آغا صاحب جي زندگيءَ جو آغاز غربت کان ٿيو، ۽ ان جو انجام هڪ وڏي عهدي تي ٿيو، جنهن سان ثابت آهي ته زندگيءَ جي سنگلاخ واديءَ ۾ سندس جدوجهد ۽ جهاد بار آور ثابت ٿيا.

آغا صاحب جو ڳوٺ ٻاگڙجي، ضلعو سکر هو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، اول سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ ماستر ٿيو. سندس اهو زمانو نهايت جوانيءَ ديوانيءَ وارو هو، تاهم پاڻ ڪي تعليم ڏيڻ سان گڏ پنهنجي تعليم ۽ تربيت کان به غافل نه رهيو. سندس هردلعزيز ۽ پروقار شخصيت شاگردن ۾ نهايت مقبول هئي. پاڻ سنڌ مدرسي جو هڪ بهترين ۽ فاضل استاد ليکجڻ ۾ آيو. ان کان پوءِ ڪجهه وقت جي لاءِ دادوءَ ۽ لاڙڪاڻي جو ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿيو. ان عهدي کي جنهن انتظام ۽ ضابطي سان هلايائين، اهو اڄ به انهن ضلعن ۾ ضرب المثل آهي. سندس انتظامي قابليتن ۽ صلاحيتن کي ڏسي، کيس خيرپور ميرس جو ڊي-پي-آءِ ڪيو ويو. هي اهو وقت هو، جڏهن خيرپور ميرس ۾ تعليم جو ايترو چرچو ڪونه هو. آغا صاحب جنهن اخلاص ۽ جدوجهد سان هڪ پسمانده ۽ مفلوڪ الحال ضلعي ۾ ڪم ڪيو، ان جو مثال نٿو ملي سگهي. ان دور جي پرائم منسٽر اعظم، سيد اعجاز عليءَ ۽ قزلباش جي مدد سان خيرپور جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تعليمي سرشتو پهچايائين؛ جهنگ جهر ۾ اسڪول کولايائين، ۽ بهترين

استاد پيدا ڪيائين. نتيجو اهو ٿيو جو اهو پست ۽ پسمانده حصو تعليمي حيثيت سان اڄ نهايت بلند آهي.

خيرپور جي خدمتن ۽ تعليمي سرگرمين کي ڏسي، ان دور جي وزير اعظم سنڌ، پير الاهي بخش، جي تقاضا تي کيس سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون رجسٽرار مقرر ڪيو ويو. اها يونيورسٽي جا اڃا ڪراچيءَ ۾ محض ڪاغذي عالم ۾ موجود هئي، تنهن جو روح روان بڻجي، آغا صاحب آغاز ڪيو، ۽ ان وقت جي وائيس چانسيلر حليم جو پاڻهن ڀيلي تي بيٺو. نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ يونيورسٽي ڪاغذي عالم مان نڪري واقعي هڪ عظيم درسگاهه جي صورت ۾ آئي. ڪراچيءَ کان پوءِ سنت سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد ۾ منتقل ٿي آئي. حيدرآباد جي دور ۾ به جنهن اعليٰ انتظامي قابليت جو ثبوت مرحوم آغا ڏنو، اهو وسارڻ جهڙو نه آهي. حيدرآباد ۾ آغا صاحب علامه آءِ آءِ قاضي صاحب جهڙي عظيم شخصيت جي زير سايه رهي سنڌ يونيورسٽيءَ کي جنهن معراج ڪمال تي پهچايو، اهو ڪنهن کان به مخفي ڪين آهي. مرحوم آغا پورا 12 سال سنڌيونيورسٽيءَ جو رجسٽرار رهندو آيو، جنهن مان سندس مقبوليت جو پتو پوي ٿو.

سندس تعليمي ۽ انتظامي خدمتن کي مدنظر رکي 'انٽر يونيورسٽي' جي دعوت تي، ايران ۽ آمريڪا جي دوري لاءِ کيس چونڊي موڪليو ويو. آغا صاحب نه

فقط اتي جا تعليمي ۽ سماجي ادارا ڏنا، پر عالمن ۽ ماهرن سان رهاڻيون ڪيون؛ اڪثر ادارن ۾ نهايت پر مغز ۽ پُر جوش تقريرون ڪيائين، ۽ پنهنجي ملڪ جي تعليمي اصلاح لاءِ گهڻو ڪجهه حاصل ڪيائين.

تعليمي ۽ سماجي ڪمن سان گڏ، سنڌي ادب سان به ڪيس والهانه شغف هو. ڪيئي اسڪولي ڪتاب لکيائين، جي شاگردن لاءِ ڏاڍا ڪارائتا ثابت ٿيا. شاهه جي فلسفي ۽ ڪلام جي خدمت جي ڏس ۾ سندس خدمتون هڪ قابل قدر يادگار جي حيثيت رکن ٿيون. پاڻ 'شاهه لطيف يادگار ڪميٽيءَ' جو شروع کان وٺي اعزازي سيڪريٽري ٿي رهيو. هن دور جي نئين نافذ ڪيل 'ثقافتي مرڪز' جو به ڪيس سيڪريٽري چونڊيو ويو. آغا صاحب، سنڌ يونيورسٽيءَ جي طرفان 'سنڌي ادبي بورڊ' تي ميمبر پڻ چونڊيل هو. پاڻ شاهه لطيف جي ساليانه ڪانفرنسن جو روح روان هو، ۽ 'ثقافتي مرڪز' جي قيام لاءِ سندس خدمتون نهايت بارآور ثابت ٿيون آهن. شاهه جي فلسفي کي عام ڪرڻ، اتي ثقافتي مرڪز جو قيام، اقامتگاهه جي تعمير، لئبريريءَ جو قيام، ڪراڙ ڍنڍ جي تعمير، اهي اهڙيون خدمتون آهن، جن ۾ مرحوم آغا جي ڪوشش جو وڏو دخل آهي. شاهه کي سندس مدحيه اشعار به ڪافي موجود آهن؛ پر اڙدو دنيا کي شاهه سان متعارف ڪرائڻ لاءِ پاڻ هڪ جامع ۽ مختصر ڪتاب "عڪس

لطيف" لکيائين، جنهن کي اردو دان طبقي نهايت پسند ڪيو آهي. آغا صاحب هڪ بهترين مقرر به هو، سنڌي، اڙدو، پارسي ۽ انگريزي زبانن ۾ سندس ڪيل تقريرون نهايت معياري سمجهڻ ۾ آيون.

سچ پچ تہ آغا صاحب تمام گهڻين خوبين جو جامع هو. رب ڪريم شال کيس مرهي، ۽ سندس پوين کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي— ( آمين ).

## عبدالمجيد "سالڪ"

علمي حلقن لاءِ هيءَ خبر نهايت رنج رسائڻ جهڙي ٿيندي تہ اڙدوءَ جو مشهور صحافي، شاعر، اديب ۽ عالم، مولانا عبدالمجيد "سالڪ"، 28 سپٽمبر 1959ع تي، لاهور ۾، دل ٽٽڻ ڪري انتقال ڪيو آهي. انالله وانااليه راجعون.

سالڪ مرحوم جي شخصيت، برعظيم هند و پاڪ جي مشهور ۽ ڪهنہ مشق صحافين ۽ اديبن جي صف اول ۾ شمار ٿيندي هئي.

'سالڪ' جي شروعات صحافت کان ٿي. پاڻ اول ظفرعلي خان جي مشهور اخبار "زميندار" ۾ ڪم ڪيائون. سندس صلاحتين ۽ لياقتن جي ڪري، 'زميندار' جو معيار ملڪ جي مڙني اڙدو اخبارن کان مٿي هيئو. ملڪ جي سڀني مشهور آزادي پسند سياسي تحريڪن — خلافت، ڪانگريس، جميعت العلماءِ اسلام، مسلم ليگ،

جمعيت الاحرار، خاڪسار تحريڪ - - جي تائيد ۽ تعاون ۾ سالڪ صاحب جي قلم جو ڪجهه لکيو، ان کي تاريخي حيثيت حاصل آهي. نظريہ پاڪستان جي تشريح ۽ تبليغ ۾ بہ سالڪ جي قلم وڏو ڪم ڪيو آهي. "زميندار" کان پوءِ "انقلاب"، "شهباز" ۽ "زمزم" اخبارون ڪڍيائين. سالڪ مرحوم، گذريل 'سني صديءَ' جي تحريڪن ۽ ادبي تنظيمن ۾، هڪ معمار ۽ بنيادي ماڻهوءَ جي حيثيت رکندڙ هو. سالڪ پنهنجي طور ۽ طريقي وارو جامع شخص هو. صحافت سان گڏ شعر و شاعريءَ ۾ چڱو مقام هوس. بذلہ سنجيءَ، ظرافت ۽ طنز و مزاح ۾ بہ استادانہ دسترس رکندڙ هو. ان سان گڏ دينيات جي مختلف ۽ معياري ڪتابن جو مصنف ۽ مترجم هو. سندس مقالن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ انشاء ۽ ادب جا بهترين جواهر پارا ملي سگهن ٿا. پوئين دور ۾ پنهنجي مادري زبان پنجابيءَ ۾ هڪ رسالو "پنجابي" ڪڍارايائين، جو آخري وقت تائين، باقاعدي هلندو آيو. اهو پهريون رسالو هو جو پنجابي زبان ۾ ڇپيو آهي، ۽ پنجاب ۾ مقبول ٿيو آهي. پوئين دور ۾ لاهور جي متعدد علمي ۽ ادبي ادارن سان وابستہ هو، ۽ انگريزي لٽريچر مان بہ چار ضخيم ڪتاب ترجمو ڪيائين، جي علم ۽ فڪر جي دنيا ۾ سهڻيءَ نظر سان ڏٺا وڃن ٿا. بهرحال، سالڪ هڪ پختو ۽ ڪهنو قلمڪار هو. سندس خدمتن جي تعريف ڪندي، صدر مملڪت

پاڪستان سندس لاءِ ماهوار پنج سو روپيا امداد منظور ڪئي.

سالڪ مرحوم جي استادانہ ڪلام مان چند شعر لکجن ٿا، جي سندس جذبات جي ترجماني ڪن ٿا.

چراغ زندگی ہوگا فروزاں، ہم نہیں ہونگے،
چمن میں آئیگی فصل بہاراں، ہم نہیں ہونگے.
جوانو، اب تمهارے ہاتھہ میں تقدیر عالم ہے،
تم ہی ہوگے فروغ بزم اِمکاں، ہم نہیں ہونگے
اگر ماضی منور تھا کبھی، توہم نہ تھے حاضر،
جو مستقبل کبھی ہوگا درخشاں، ہم نہیں ہونگے.
نہ تھا اپنی ہی قسمت میں طلوع مہر کا جلوہ،
سحر ہو جائیگی شام غریباں، ہم نہیں ہونگے.
ہمارے دور میں ڈالیں خرد نے مشکلیں لاکھوں،
جنوں کی مشکلیں جب ہونگی آساں، ہم نہیں ہونگے.
جیئنگے جو، وہ دیکھینگے بہاریں زلف جاناں کی،
سنوارے جائینگے گیسوے جاناں، ہم نہیں ہونگے.

سندس اولاد ۾ ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد بلند پايہ اديب آهي، ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ شعبہءِ صحافت جو صدر آهي.

بهرحال، اسان جو ملڪ هڪ بلند درجہ، ڪهنہ مشق اديب ۽ صحافيءَ جي نگارشات عاليہ کان محروم

وهجي ويو. دعا آهي تہ رب ڪريم شال ڪيس مرهي ۽ سندس پوين کي صبر جميل عطا فرمائي — (آمين).

## پيرو محمد "سائل" هالائي

سنڌ جي ديني ۽ ادبي حلقن ۾ هيءَ خبر وحشت اثر نهايت غم و الم سان ٻڌي ويندي تہ سنڌ جو ڪهنہ مشق اهل قلم، قومي خدمتگذار ۽ خلافتي خادم، پيرومحمد "سائل" هالائي، 19 - آڪٽوبر 1959ع تي، سومر ڏينهن، آمر ويل، 75 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو.

مرحوم تمام جهونو خلافتي هو. خلافت جي خدمت ڪندي ڪيس جيل ۾ اماڻيو ويو. اگرچ باقاعدہ طور ديني علم جي تحصيل ڪانہ ڪيل هيس، تاهم وقت جي وڏن وڏن عالمن جي صحبت — خاص طور هالا جي بزرگن جي صحبت — ۾ رهي، هن دين جو ڪافي درڪ حاصل ڪيو هو. قرآن ڪريم جو حافظ هو، ان جا مطالب ۽ معاني، مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صحبت ۾ حاصل ڪيائين. سندس شاعري اصلاحي ۽ ديني آهي. خلافت جي دور ۾ جذبات انگيز ڪلام چيو اٿس، جو اڄ تائين موجود آهي، ۽ نهايت جوش پيدا ڪندڙ آهي. بهرحال، 'سائل' مرحوم پراڻي قسم جو ديندار، صوم و صلواة جو پائبند، قومي درد رکندڙ

خلافتي، نيڪ نيت، ۽ بزرگن ۽ عالمن جو صحبتي هو. شال رب ڪريم مرحوم 'سائل' کي مرهي، ۽ سندس پوين کي صبر جميل عطا ڪري ـــ (آمين).

## خليفو محمد عمر ”اختر“ هالائي

ادبي حلقن لاءِ هيءَ خبر نهايت ڏک پهچائيندڙ آهي ته هالن نون جو مشهور غزلگو ۽ قادر الڪلام شاعر خليفو محمد عمر 'اختر'، 2 - آڪٽوبر 1959 ع، اربع ڏينهن، وفات ڪري ويو ـــ انالله وانااليه راجعون.

41 سالن جي عمر ۾ 'اختر' هالائي پنهنجي شاعرانه حيثيت سان سنڌ جي وڏن غزلگو شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. سندس غزل ۾ پختگي ۽ برجستگي، شيريني ۽ رنگيني آهي. سندس ڪلام سنڌي ادب ۾ سٺو اضافو ٿي سگهي ٿو. پاڻ 1917 ع ۾ هالن نون ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو مولانا خليفو حافظ حاجي عبدالرحمان 'متقي' آهي. سندس معاشي مشغلو طب ۽ حڪمت هو. سندس شفاخانو، مطب سان گڏ گويا محفل مشاعره به هو، جنهن ۾ هر وقت مشاعرو ٿيندو رهندو هو. ڪجهه وقت هفتيوار ”ڪوثر“ ڪيندو هو.

هالن جي ادبي ۽ علمي سرگرمين، خاص طرح بزم 'طالب المولى' جي هڪ مخلص رڪن جي حيثيت سان 'اختر' مرحوم ڪافي خدمت ڪئي آهي. ڪيئي مبتدي

شاعر سنڌس صحبت مان فيضياب ٿي چڪا آهن . سنڌي
ڪلام ڪافي آهي، جو اجا اڻ ڇپيل آهي. دعا آهي
ته رب ڪيس مرهي - (آمين).

[نمبر 2 ۽ 3، سال 1959ع]

# حاجي محمود "خادم"

هيءَ خبر سنڌي ادب جي خير خواهن ۽ علم دوست پيارن لاءِ نهايت رنج پهچائيندڙ آهي تہ سنڌي ادب جي خاموش ۽ مخلص اديب، الحاج ميان محمود صاحب 'خادم' لاڙڪاڻائيءَ، 9- جنوري 1960ع تي، داعيءَ اجل کي لبيڪ چوندي، وفات ڪئي آهي — انا لله وانا اليہ راجعون.

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ 'خادم' مرحوم جون علمي ۽ ادبي خدمتون ۽ سرگرميون نمايان حيثيت حاصل ڪري چڪيون آهن. سندس خاموش، مخلص، بيلوث ۽ سرگرم علمي شخصيت جي زندگيءَ ۽ علمي ڪارنامن تي تبصري ڪرڻ لاءِ هڪ مختصر تحرير ناڪافي آهي.

مرحوم 'خادم' توني (علوي) خاندان جو فرد هو، ۽ سندس وطن مالوف ٻُڌي تعلقو ميرو خان ضلعو لاڙڪاڻو آهي. پاڻ 29- نومبر 1895ع ۾ ٻُڌيءَ جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ ڄائو، ۽ پنهنجي ذاتي صلاحيتن ۽ علمي ادبي خدمتن جي طفيل شهرت دوام جي مقام تي پهتو. سندس ابتدائي تعليم ٻڌيءَ جي وڏي عالم ۽ فاضل علامہ حاجي دين محمد جي دارالعلوم کان شروع

ٿي. سنڌيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم پوري ڪري، ان ئي مدرسي ۾ عربيءَ جي تحصيل 'شيخ ملا جاميءَ' تائين ڪيائين، ۽ عربيءَ ۾ هڪ منتهي طالب العلم وارو استعداد پيدا ڪيائين. ان کان پوءِ ستت سنڌي ۽ انگريزي پڙهڻ لاءِ لاڙڪاڻي جي مشهور مدرسي ۾ داخلا ورتائين. اتي فائينل سان گڏ انگريزيءَ ۾ به چڱو استعداد پيدا ڪيائين. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو، ۽ ان سال حج تي روانو ٿيو. حج تان واپس اچڻ کان پوءِ ذريعهء معاش جي تلاش ڪيائين. ٻيءَ ڪنهن چڱيءَ ملازمت جي نه ملڻ ڪري ٽپيداري پڙهي، ٽپيدار ٿيو، ۽ اها ملازمت گهڻ عرصي تائين ڪيائين. اڳتي هلي، سينياريٽيءَ موجب، بيراج کاتي ۾ سروير ٿيو، جتان 55 سالن جي عمر ۾ رٽائر ڪيائين. ٽپيداريءَ جي زماني ۾ ٻنهيءَ سان لڏي پلاڻي جيئن اچي لاڙڪاڻي جي لاهوري محلي ۾ وهيو، تيئن آخر تائين اتي ئي سڪونت پذير رهيو.

"خادم" مرحوم پنهنجي علمي ۽ ادبي نقطہ نظر سان فن شاعريءَ جو معياري شاعر ۽ ناقد تسليم ڪيو ويو آهي، جو فن علم عروض جي فني ۽ اصولي موشگافين جو پابند آهي. غزل، جو پنهنجي هيئت جي اعتبار سان نج فارسي صنف آهي، ان جي لوازمات ۽ فني متعلقات کي ادب ۾ هڪ انفرادي حيثيت حاصل ڏي چڪي آهي. اڙدو شاعريءَ جو پورو ڏانچو غزل

جي فارسي صنف مان بنايو ويو آهي. غالب، داغ، مير ۽ ذوق ان صنف جا عظيم شاعر ليکجن ٿا، جن جو اثر اڙدوءَ جي متقدمين ۽ متاخرين ٻنهي گروهن تي هڪجهڙو پيو آهي. سنڌي غزل بہ ان ئي هيئت ۽ فن جو مرهون منت آهي.

سنڌي ادب ۾ فارسي ۽ اڙدو غزل جي ترويج ۽ اشاعت ۾ خادم مرحوم جي خدمتن جو وڏو دخل رهندو آيو آهي. غزل ۽ ان جي فن متعلق اڙدو دان ناقدن جي عروضي ۽ فني موشگافيون پيدا ڪيون، اهي خادم مرحوم سنڌي اديبن سان روشناس ڪرايون. غزل ۽ ان جا لوازمات، عروض ۽ ان جا اصول، حرڪات سڪنات جا قاعدا، اقسام قافيہ، عربي ۽ فارسي بحر، عيوب ۽ فڪ اضافت، تنافر، تعقيد ۽ تعقيب جا مباحث، سنڌي ادب ۾ خادم صاحب ئي مروج ڪيا. اڄ سوين سنڌي اهڙا آهن، جن جي عروضداني خادم جي تنقيدي مقالن، خطن ۽ تبصرن تي مبني آهي.

ان فن ۾ سندس ننڍڙو ڪتاب ”رياض البلاغت“ جهونو ۽ معياري ڪتاب ليکجي ٿو، جنهن مان مبتدي ۽ قادرالڪلام شعراءِ ڪرام اڄ بہ مستفيد ٿي سگهن ٿا، جنهن ۾ نهايت دلنشين ۽ آسان پيرائي ۾ عروض ۽ ان جا مفيد ۽ ضروري مسئلا پيش ڪيل آهن. ان کان سواءِ، سنڌي زبان جي مختلف جهونين ۽ نين اخبارن ــ الوحيد، سنڌ زميندار، ستاره سنڌ، الحقيقت،

مسلمان، بيداري؛ ۽ جهڙن رسالن- جامع، بهار اخلاق، الاسلام، تحفهء احباب، اصلاح، جعفر زٽلي، ڪچڪول، مخلص، ڪاميابي، الڪاشف، الهمايون، ترقي، مصطفيٰ (لاڙڪاڻو)؛ ۽ تازي دور ۾ روح ادب، نئين زندگي، شاعر (حيدرآباد)، طالب المولىٰ (دادو)، مهراڻ (نئون ۽ پراڻو دور) ۾ به خادم صاحب فن عروض ۽ غزلگوئي ۽ تنقيدي اصولن جي وقت بوقت ڇنڊ ڇاڻ پئي ڪئي آهي. سندس انهن علمي ڪاوشن ۽ تنقيدي تبصرن کي سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. ڪاش، ان پوري مواد کي نئين سر سهيڙي شايع ڪيو وڃي.

'خادم' مرحوم جي خاموش ۽ مخلصانه خدمتن ۾ 'انجمن سازي' ۽ 'بزم آرائيءَ' جو هڪ مستقل باب آهي. مرحوم مرزا قليچ بيگ کان وٺي اڄ تائين، جي به علمي ادبي محفلون، بزمون ۽ تنظيمون رهيون آهن، انهن ۾ خادم مرحوم جو وڏو هٿ هوندو هو. نئين دور ۾ 'آل سنڌ ادبي ڪانفرنس' جو رواج به خادم مرحوم جي ڪوشش جو مرهون منت آهي. "جمعيت الشعراء سنڌ" ۽ "سنڌي سڌار سوسائٽي" جي تشڪيل ۽ تعمير ۾ خادم صاحب جي خدمتن کي وڏو دخل آهي. مرزا قليچ بيگ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مرحوم محمد هاشم مخلص، مرحوم شمس الدين بلبل، علي محمد قادري ۽ جيٺمل پرسرام جهڙن جهونن بزرگوارن سان گڏجي، خادم صاحب جيڪا سنڌي ادب جي خدمت ڪئي آهي،

اها وسارڻ جهڙي نہ آهي.

”جمعيت الشعراء سنڌ“ جي اهتمام سان لاڙڪاڻي دادو، نواب شاهہ، ميهڙ، جيڪب آباد، سکر، ٽنڊي، حيدرآباد، خيرپور ميرس ۽ ڪراچيءَ ۾ جي بہ آل سنڌ ادبي ڪانفرنسون ٿيون آهن، تن جو سرگرم ڪارڪن ’خادم‘ مرحوم ئي هوندو هو. ڪانفرنس جي ابتدائي مرحلي کان آخر تائين، پورو انتظام خادم جي تجربيڪاريءَ ۽ فني مهارت جو مرهون منت رهندو آيو آهي. صدارتي خطبا تيار ڪرڻ، استقباليہ تقريرون لکڻ ۽ ڇپائڻ، دعوتناما لکڻ ۽ پوسٽ ڪرڻ، اخبارن ۾ پروپئگنڊا ڪرڻ، فنڊ گڏ ڪرڻ، مهمانن جي رهائش جو انتظام ڪرڻ، چونڊ اديبن ۽ فنڪارن کي گهرائڻ، ريزوليوشن لکڻ ۽ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ، مختلف فيصلن کي عملي صورت ڏيندڙ ڪاميٽيون ٺاهڻ، وس وارن سان ملڻ لاءِ وفد بنائڻ، مطلب تہ سڀني ڳالهين جو سڄو بار خادم صاحب پاڻ تي وسائيندو هو.

ڪانفرنسن کان سواءِ، طرحي مشاعرا بہ خادم صاحب جي ڪوشش سان سنڌ ۾ روشناس ٿيا. انهن جو بنياد اگرچ اڳ ۾ پئجي چڪو هو، پر مشاعرن کي باقاعدي تشڪيل ڏيڻ، مصرع طرح ڏيڻ، ان تي نو آموز شاعرن جي آيل ڪلام جي اصلاح ڪرڻ، نون شاعرن کي وڏين محفلن ۾ ڪڙو ڪرڻ، کين داد ۽ تحسين ڏيڻ، کين همت افزائيءَ جا خط لکڻ، سندن ڪلام جو

انتخاب ڪئي رسالي يا اخبار ۾ شايع ڪرائڻ، نون شاعرن کي بهترين تخلص ڏيڻ- اهي سڀ خاموش خدمتون آهن، جن کي ڪڏهن به سنڌي ادب جا گهڻگهرا وساري نٿا سگهن.

شاعريءَ سان ۽ خاص طور غزل سان تعلق، سنڌ جي استاد ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقيءَ جي حوصله افزائيءَ ۽ مشفقانه تربيت جي ڪري ٿيو. ڊاڪٽر صديقي مرحوم اڪبر الهه آباديءَ جو شاگرد رشيد هو، ۽ فن عروض جو ماهر ۽ قادرالڪلام استاد هو. خادم مرحوم، فن جي تربيت ۽ تڪميل لاءِ، باوجود ذاتي مطالعي ۽ ذوق جي، هڪ ماهر ۽ استاد وٽان تربيت حاصل ڪرڻ کي افضل ڄاڻيو، لهاذا عروض جا معياري ۽ مستند ڪتاب سبقاً سبقاً، پنهن جي استاد مرحوم کان پڙهيائين-حتاڪ "بحرالفصاحت" جهڙن ضخيم ۽ مغلق، پراڻيءَ طرز جي ڪتابن تي به عبور حاصل ڪيائين.

'خادم' صاحب باضابطي 1915ع ۾ استاد کان پاڪر ۽ سند حاصل ڪئي، ۽ نومشقيءَ جو دور ختم ڪري، 1917ع کان ڪلام چوڻ ۽ ڇپائڻ شروع ڪيو. سنڌ جي علمي ۽ ادبي مصاحبن ۾ عبدالله عبد عاقلي، اياز قادري، رشيد لاشاري، حامي، جامي، اثر، ناظم، نظام، آغا گل، خواب، نظامي، عاشق ۽ فدا جا نالا اچن ٿا. هندو شاعرن سان دلگير، دڪايل ۽ رام پنجواڻي به سنڌ فن ۽ شخصيت جا قدر دان هئا. 'بيوس' جهڙو عمر رسيده

شاعر به سندس اصلاح ۽ مشوري کي عزت جي نگاهه سان ڏسندو هو. سنڌي ٻوليءَ جا وڏا عالم سندس سنڌيءَ متعلق پيش ڪيل تجويزن کي قابل غور سمجهندا هئا.

تقسيم کان پوءِ واري دور ۾ پاڪستان جي قومي ٻوليءَ متلق اٿاويل شور و شر ۾ خادم صاحب سنڌي ٻوليءَ جي بحاليءَ لاءِ تمام گهڻو پاڻ پتوڙيو. خاص طرح ڊاڪٽر دائود پوٽي، مخدوم محمد زمان طالب المولي، علي محمد راشدي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ سان رفيق ڪار ٿي، ڪراچيءَ ۾ آل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي، نهايت پُرامن ۽ علمي طرح سان احتجاج ڪرايائين، ۽ ڪراچيءَ ٽي واضح ڪيائين ته سنڌي به علم و ادب، زبان ۽ فن جي حيثيت سان وڏو مقام رکن ٿا، ۽ انهن جي ٻولي ڪنهن به حيثيت سان نظرانداز نٿي ڪري سگهجي.

سندس خدمتن کي اڳيان رکي ڪيس "باباءِ سنڌي" ۽ "مخدوم الشعراء" سڏيو ويو، پر پاڻ شهرت کي پسند نه ڪندي، انهن لقبن کي ترڪ ڪري، مثال قائم ڪيائين ته لقبن جي اضافي تعريف جي ڪا به ضرورت ڪانه آهي: "عطر آنست که خود ببوید." خادم مرحوم سچ پچ ته مسلمانن ۾، بلبل ۽ مخلص، قليچ ۽ صغير سيوهاڻي، دائود پوٽي ۽ وفائيءَ کان پوءِ، سنڌي ادب ۽ فن جو سچو پچو "خادم" هو. سندس معاصر دوستن ۾ مخدوم طالب المولي، ضياءالدين بلبل، ڊاڪٽر خليل، عثمان علي انصاري، شيخ عبدالله عبد، حافظ احسن، غني،

عبدالله چنہ، محبوب علي چنہ، عبدالواحد سنڌي، مولائي شيدائي، منظور نقوي، جوش، خواب، سرور، خالدي ۽ لطف الله بدويءَ پارا اديب موجود آهن، جي سنڌس خدمتن جو اعتراف ڪري رهيا آهن.

سنڌ جي تنقيدي تاريخ ۾ هڪ اهڙو تلخ ۽ تخريب پسند تنقيدي دور به گذريو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي وڏن شاعرن ۽ اديبن جا ناقدانه معرڪا ٿي گذريا آهن، جن ۾ ڪيترن بي تعلق ۽ غير جانبدار اديبن تي به سخت تنقيدي حملا ٿي چڪا آهن، جن ۾ ڪي پس پرده رهي، تماشائي ٿي، ٻين کي ويڙهائيندا هئا، ته ڪي ڏونري تي هٿ هڻي، تنقيد جو سونٽو هٿ ۾ کڻي، گامو سچار ٿي، چڱن جون پڳون لاهيندا هئا. ان دور ۾ نظامي، واصف، بيوس، گربخشاڻي، لطف‌الله بدوي، رشيد لاشاري، ضياءالدين بلبل، جمعو خان غريب، احسن، مراد علي ڪاظم، محمد خان غني، عبدالله چنہ، شيخ عبدالله عبد، ماستر بشير، گدائي، حافظ حيات شاهہ، سرور ۽ عارف‌المولا جا نالا ملن ٿا، جن مان ڪي معتوب ۽ مظلوم رهيا ته ڪي حملہ آور ٿيا ته ڪي تماشائي. اهو پورو دور اڄ به پنهنجي مواد جي حيثيت مان وساري نٿو سگهجي. بهرحال، هڪ علمي دور هو، جو ’خادم‘ جي شخصيت سان ڪنهن نه ڪنهن صورت سان وابستہ هو. رب ڪريم شال ڪيس مرهي ۽ سندس مغفرت ڪري!

سنڌس تصنيفات ۾ 'شمشير اسلام' ۽ 'خنجر هلال' اڙدوءَ تان ترجمو ڪيل ناول آهن، ۽ 'رياض البلاغت'، 'اخلاقي خون'، 'ستاره سنڌ' ۽ 'امام مهدي' تاليف ڪيل آهن. اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ سنڌس خود نوشت سوانح عمري، ۽ 'محمود اللغات' موجود آهن. ان ڪان سواءِ سنڌ جي سڀني اخبارن ۽ رسالن ۾ سنڌس مقالا ۽ تبصرا موجود آهن، جي به فن جي حيثيت سان پنهنجو مقام رکن ٿا.

خادم صاحب، پوئين دور ۾ دائم المريض رهيو ۽ سالن جا سال صاحب فراش رهيو. تاهم، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مسئلن متعلق ڪنهن بہ ميٽنگ، بزم، محفل يا ڪانفرنس کي قضا نہ ڪيائين. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جهڙن دور دراز شهرن تائين بہ پاڻ ڪشائي اچي شريڪ ٿيندو هو. نہ فقط شرڪت ڪندو هو، پر تجويزون لکندو هو؛ ۽ بعض وقتن تي وفدن ۾ بہ پاڻ ڪشائي، وزيرن جي درن تي هلندو وتندو هو. رب ڪريم شال سنڌس خدمتن کي قبول فرمائي!

حاصل ڪلام، سنڌي ادب جي هن مخلص ۽ خاموش اديب، 65 سالن جي عمر ۾، ڇنڇر ڏينهن، 9- جنوري 1960ع تي وفات ڪري دوستن کي اشڪبار ڪيو آهي. رب ڪريم شال ڪيس مرهي إنا لله وانا اليه راجعون.

## 'عاجز' ساڪرائي

مرحوم 'عاجز' ساڪرائي، سنڌ جو ڪهنه مشق شاعر به آخر الوداع ڪري ويو. مرحوم جو تعلق مغليه خاندان جي چغتائي شاخ سان هو. مرحوم 'عاجز' 1887ع ۾ ڄائو ۽ 25- جولاءِ 1959ع تي 72 سالن جي طويل عمر گذاري، حيدرآباد ۾ وفات ڪئي آهي. سندس والد ماجد جو نالو ملا محمد سليمان هو، جو پنهنجي دور جو وڏو عالم ۽ فاضل شخص هو.

'عاجز' مرحوم ابتدائي تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد وٽان حاصل ڪئي. ان کان پوءِ فائينل پاس ڪيائين ۽ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ پڻ ٻي سال رهي تربيت حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ڪراچي ضلعي جي مختلف ڳوٺن ۾ ماستري ڪيائين. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ، گوشي نشين ٿي گذاريائين.

سندس شاعريءَ جو استاد مير عبدالحسن 'سانگي' هو. 'سانگي' مرحوم جي تربيت ۽ صحبت ۾ 'عاجز' مرحوم فن ۽ استادن جي ڪلام جو چڱو مطالعو ڪيو. 'سانگيءَ' جي اصلاح 'عاجز' جي ڪلام ۾ آهستي آهستي پختگي پيدا ڪئي. اهوئي سبب آهي جو اڳتي هلي 'عاجز' جو ڪلام سهڻو ۽ سلوڻو ٿيو. سندس شعر و شاعريءَ جو داد ان دور جي بين گهڻن استادن ڏنو، جن مان مرحوم شمس الدين 'بلبل'، مرحوم محمد هاشم

مخلص، مرحوم شمس‌العلماء مرزا قليچ بيگ، مرحوم زمان شاهه 'ساقي' نثوي، مشهور بزرگ آهن.

'عاجز' مرحوم جي شاعريءَ ۾ ياس ۽ حرمان، غم ۽ اندوهه ججهو آهي. مرحوم 'عاجز' اول اول ننڍيءَ عمر ۾ ئي پنهنجي والد جي وفات جو سُور سٺو- ان ڪان پوءِ چڙ ته سورن اچي منهن ڪڍيو. آخري عمر تائين گمنامي ۽ گوشي نشيني اختيار ڪري پئي وقت گذاريائين. سندس شاعري، حزن ۽ ملال جي زندهه تصوير ٿئي وڃي ٿي.

دستور موجب، ڪن شاعرن سان معرڪا به ٿيا، جن مان زمان شاهه 'ساقي' ٺٽويءَ سان ٿيل شاعراڻو معرڪو مشهور آهي، جنهن ۾ آخرڪار 'ساقيءَ' جي غلط فهمي دور ٿي، ۽ پاڻ ۾ شيرو شڪر ٿي ويا.

'عاجز' مرحوم جو منتشر ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪلام سندس پاڻٽي مرزا غلام معصوم بيگ (سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد) وٽ موجود آهي. "سنڌين جا سخن" ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن وٽ موجود آهي، جنهن ۾ قديم شاعرن جي ڪلام جو انتخاب ڏنل آهي.

سندس اولاد ۾ ٻه پٽ ۽ هڪ نياڻي ۽ هڪ پاڻٽيو آهي.

آخر ۾ دعا آهي ته رب ڪريم شال مرحوم کي مرهيا- انالله وانااليه راجعون.

## نواز علي 'نياز' جعفري

هيءَ خبر سنڌي علم ادب سان تعلق رکندڙ حلقن

لاءِ نهايت ڏکـ پهچائيندڙ آهي ته سنڌ جـي مشهور قادرالڪلام غزلگو شاعر، نواز علي خان جعفري، ’نياز‘ 12ـ نومبر 1959ع تي لاڙڪاڻي ۾ 67 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي آهيـ انالله وانااليه راجعون.

”نياز“ جعفري، لاڙڪاڻي جي مردم خيز زمين مان هڪ گل نو شگفته وانگر نڙيو، ۽ اتي ئي موت جي ظالم هٿن سان مرجهائجي ويو! لاڙڪاڻي ۾، 18ـ آڪٽوبر 1892ع تي، سومرن جي مشهور خاندان ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو محمد آچر خان هو. ’نياز‘ مرحوم ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي يتيم ٿي چڪو هو. پنهنجي مربي ۽ پياري والد جي جدائيءَ هن ننڍڙي ۽ نماڻي ٻالڪ کي ڪافي متاثر ڪيو. سندس نماڻائيءَ ۽ سادگيءَ ۾ ان ابتدائي عمر واري اندوهه آگين حادثي جو وڏو دخل قائم رهيو. والد جي وفات کان پوءِ سندس تعليم ۽ تربيت جو بار سندس ماسـي، ماستر محمد پريل جهڙي مشهور فاضل شخص پاڻ تي هموار ڪيو. ماستر محمد پريل لاڙڪاڻائي پنهنجي مذهبي مشرب ۽ تصنيفات جـي ڪري، اهل تشيع فرقي جو سرگرم فاضل شخص هو. ماستر صاحب پنهنجي قلم ۽ ذوق سان سنڌي ادب ۾ ۽ سنڌ ۾ ڪافي طور پنهنجي مذهب جي اشاعت ڪئي آهي. ’نياز‘ جي تربيت ۾ سندس وڏي ڀاءُ غلام علي خان جعفريءَ جو به وڏو دخل رهيو آهي، جو صاحب به مذهب شيعه سان وابسته هو. انهن ٻنهي بزرگن جي تربيت ۽ صحبت

جي ڪري، مرحوم 'نياز' به ان مشرب جو مخلص مومن پوئلڳ هو. پڇاڙيءَ تائين اهلبيت اطهار ۽ معصومين جي حب ۽ مشرب ۾ سرشار رهيو.

ڪيس شاعريءَ جو ذوق، مرحوم 'بلبل' جي ديوان مطالعي ڪرڻ سان پيدا ٿيو. ان لاءِ سندس چوڻ آهي ته ”ديوان بلبل“ مون پنهنجيءَ والده ماجده وٽ ڏٺو، ۽ ان جي پڙهڻ کان پوءِ شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو.

'نياز' صاحب ڪجهه وقت لاڙڪاڻي مدرسي ۾ ماستري به ڪئي. سندس ذڪر شمس العلماء دائود پوٽي پنهنجيءَ مختصر آتم ڪهاڻيءَ ۾ ڪيو آهي، ۽ لکيو آهي ته ”ان وقت کهڙو محمد ايوب خان، ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ هو، جنهن کي مسٽر نواز علي 'نياز' خاص طرح پڙهائيندو هو.“ تعليم جي شغل کي ڇڏڻ کان پوءِ، روينيو کاتي ۾ ويو. ترقي ڪري مختيارڪار بڻيو، ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ملازمت جي سلسلي سان وابسته رهيو. هر هنڌ علمي ۽ ادبي خدمت ڪندو رهيو، ۽ مشاعرن ۾ بهرو وٺندو آيو. 1947ع ۾ رٽائر ڪري اچي اباڻي شهر کي وسايائين. ڪجهه وقت ”نياز ميڊيڪل هال“ به هلايائين؛ پر پاڻ غلام علي خان جعفريءَ جي وفات کان پوءِ، خانداني ۽ معاشرتي ڪمن ڪارين وڏن جي ڪري، حڪمت ۽ طب کان ڪناره ڪشي اختيار ڪيائين، ۽ پاڻ جي ڇڏيل مشغولين ۽ خدمتن کي جاري رکيائين. 'انجمن حسيني' امام بارگاهه ۽ ٻيا

مذهبي وقف سنڀاليائين.

11- جنوري 1954ع تي سندس اهليه محترمه وفات فرمائي، انهيءَ صدمي کيس هيڻو ڪري وڌو. سندس ڪلام اهڙي قلبي تاثرات سان ڀريل آهي.

پاڻ جيڪو وقت لاڙڪاڻي ۾ رهيو، شعر و ادب جي خدمت ۾ پيش پيش رهيو. نو آموز شاعرن جي حوصلي افزائي ڪندي، ڪيئي قادرالڪلام ۽ استاد پيدا ڪيائين. سندس تربيت ۽ نڪته رس طبيعت، هري 'دلگير' ۽ ڀريو 'وفا' ڇڳاڻيءَ جهڙا چوٽيءَ جا شاعر پيدا ڪيا، جن کي هند ۽ سنڌ سڃاڻي ٿي.

سندس علمي ۽ ادبي خدمتن ۾ سندس ڪلام جا مجموعا وڏي حيثيت رکن ٿا. سندس ڪلام ۾ "معراج النبي" ۽ "گل ۽ بلبل" تي لکيل مسدس عظيم شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. 'نياز' صاحب هڪ ننڍڙو انتخاب "جوهر سخن" به قلمبند ڪيو هو، جو افسوس آهي ته شايع ٿي نه سگهيو آهي.

"نياز" مرحوم پنهنجيءَ وفات کان ٻه ڏينهن اڳ هڪ غزل لکيو آهي، جو سندس غمگين طبع جو هڪ طرف آئينه دار آهي ته ٻئي طرف سندس وفات حسرت آيات لاءِ پيشنگوئي آهي:

اوچتو سڏ ٿيو، نه ڪنهن کان موڪلائي ٿو وڃان،
درد دنيا مان هي پنهنجي دل ۾ پائي ٿو وڃان.

اڻ ڏٺل هڪ ملڪ، پيو ساڻي هلي ٿو ڪين ساڻ،
واڻ جون سخنيون سيئي سر تي سهائي ڏو وڃان.
هئا عزيزن دوستن مـــان ڪير منهنجا خير خواهہ،
بس، 'نيازا'، هر ڪنهين کي آزمائي ڏـــو وڃان.

بهرحال، هڪ ڪهنہ مشق ۽ استاد شاعر جي وفات سنڌي ادب لاءِ ناقابل تلافي نقصان آهي. رب ڪريم شال مٿس مغفرت فرمائي ۽ مرهي!

[نمبر 4، سال 1959ع]

## حڪيم شمس الدين

سنڌ جي اهل علم طبقي لاءِ نهايت وحشت انگيز امر ٿيندو ته سنڌ جا مشهور چار حڪيم ۽ فن طب جا عالم- حڪيم شمس الدين، ڊاڪٽر شيخ شمس الدين، حڪيم سيد غلام مرتضيٰ شاهه ۽ مولانا حڪيم محمد صادق راڻيپوري هن جهان فانيءَ مان انتقال ڪري، عالم جاودانيءَ ۾ پهچي چڪا آهن. انالله وانااليه راجعون.

حڪيم شمس الدين مرحوم، يوناني طب جي متبحر ۽ مستند ماهرن ۾ شمار ڪيو ويو آهي. سندن فني مهارت جو داد سندس استاد، حڪيم اجمل خان مرحوم به ڏنو هو. حڪيم صاحب جي طبي ۽ فني ڪمالات جو اعتراف سنڌ کان ٻاهر هندستان، ايران، عرب ۽ افغانستان جي مشهور طبيبن به ڪيو هو. حڪيم صاحب گويا سر زمين سنڌ ۾ يوناني طب جو واحد امام الفن تسليم ڪيو ويو هو. حڪيم صاحب 'طبيه ڪاليج دهليءَ' جو فارغ التحصيل هو، ۽ حڪيم اجمل خان مرحوم جي پيارن شاگردن ۾ شمار ڪيو ويو ٿي. هن طب جي تحصيل ڪانپوءِ فوراً ڪيس آتي جي طبيه ڪاليج ۾ پروفيسر ڪري رکيو ويو ويو، ۽ حڪيم

صاحب پنهنجي خداداد ذهانت سان فن جي خدمت ڪري ڪافي شهرت حاصل ڪئي. سندس انهن طبي خدمتن جي صلي ۾ رياستن جي والين، عالمن، طبيبن ۽ ٻاهرين ملڪن جي مريضن جا سرٽيفڪيٽ موجود آهن. ان کانپوءِ حڪيم صاحب حيدرآباد سنڌ ۾ پنهنجو مطب کوليو. اهو دواخانو ترقي ڪندي "طبي ڪمپني" جي نالي ۾ اڄ به خدمت ڪري رهيو آهي.

حڪيم صاحب ديوبند جو فارغ التحصيل عالم هو. ابتدائي دور ۾ خلافت تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن رهيو پر پوءِ هميشه لاءِ سياسي دنيا کان الڳ رهيو.

حڪيم صاحب کي نرينو اولاد ڪونه هو، فقط نياڻيون آهن.

فن طب تي مرحوم حڪيم شمس الدين جا ڪتاب مستند سمجهيا وڃن ٿا. آخري ايام ۾ پنهنجي پوري طبي لئبرري، سنڌ يونيورسٽيءَ جي لئبرريءَ کي سپرد ڪري، هڪ عمدو مثال قائم ڪيائين.

سندس خاندان ۾ قاضي فضل الله (سابق وزير اعليٰ سنڌ)، اهليه ۽ نياڻيون آهن. ان کان سواءِ حيدرآباد جو مشهور "طبيه ڪاليج" سندس قابل قدر يادگار آهي.

حڪيم صاحب 12 ڊسمبر تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. خداپاڪ مرحوم کي مغفرت ڪري، آمين!

## ڊاڪٽر شيخ شمس الدين،

مرحوم ڊاڪٽر شيخ شمس الدين، حيدرآباد جي نامور عامل هندو ڦيمليءَ جو مشهور فرد هو، ۽ مرحوم ڊاڪٽر شيخ نور محمد، ڊاڪٽر شيخ محمد يعقوب ۽ مرحوم شيخ عبدالعزيز قنڌاريءَ سان گڏ، ان دور جي مشهور نومسلم بزرگ شيخ عبدالرحيم جي صحبت ۽ تبليغ تي اسلام قبول ڪيو هئائين.

خلافت تحريڪ جي مشهور علمبردار، مولانا شيخ الهند محمودالحسن سان گڏ ڪين به جلاوطن ڪيو ويو. پاڻ پنهنجي ڪٽنب سميت هجرت ڪري وڃي ترڪيءَ ۾ رهيو، ۽ اتي ديني علوم جي تحصيل ڪيائين. ترڪيءَ کان پوءِ، حج ڪري، پنهنجي وطن ۾ واپس آيو. سندس شخصيت نهايت دلڪش ۽ لذيذ هئي. انتها درجي جو خاموش ۽ محبوب شخص هو. آخر تائين صوم و صلواة جو پابند رهيو؛ ۽ غريبن، يتيمن ۽ بيواهن جي امداد ۾ مصروف رهيو. پاڻ 14- جنوري 1961ع تي وفات ڪيائين. رب ڪريم کيس اجر جزيل عطا فرمائي، ۽ سندس پوين کي صبر جميل عنايت فرمائي.

## حڪيم سيد غلام مرتضيٰ شاهه،

شمس الاطباء، حڪيم سيد غلام مرتضيٰ شاهه 27- جنوري 1961ع تي وفات ڪئي آهي. شاهه صاحب سنڌ جي قديم طبي خاندان جو فرد وحيد هو، ۽ فن طب

۾ وڏيءَ مهارت جو صاحب هو. سنڌ جي طبيبن جي تنظيمن 'جمعيت الاطباء' ۽ 'پاڪستان طبي ڪانفرنس' جو پريزيڊنٽ هو. پاڻ اول اول ٽنڊي محمد خان ۾ طبيه ڪاليج جو بنياد رکيائين، ۽ 'طبي مخزن' به جاري ڪيائين؛ ان کان سواءِ 'سنڌ ڪوآپريٽو دواخانه لميٽيڊ'، جو محرڪ ۽ باني به شاهه صاحب ئي هو. سندس مخلصانه جدوجهد، طبيبن جي حقن تسليم ڪرائڻ جي سلسلي ۾ تاريخي يادگار جي حيثيت رکي ٿي. سندس طبي مهارت جو اعتراف سنڌ ۽ هند جي نامور ڊاڪٽرن ۽ حڪيمن پڻ ڪيو آهي. رب ڪريم شال ڪيس مرهي!

## حڪيم محمد صادق راڻيپوري

سنڌ جي مشهور عالم، اديب ۽ حڪيم مولانا محمد صادق راڻيپوريءَ 18- جنوري 1961ع تي وفات ڪئي آهي. حڪيم صاحب مرحوم پنهنجي فن ۾ يگانه روزگار شخص هو. سندس ڪمالات کان متاثر ٿي، راڻيپور جي مشهور پير صالح شاهه ڪيس پاڻ وٽ فيملي حڪيم ڪري رهايو. هزهائينس نواب آف جهوناگڙهه جي لاعلاج بيگم جو علاج ڪري، حڪيم صاحب پنهنجو مثال قائم ڪيو. ان سلسلي ۾ برصغير هند و پاڪ جا هزارها ڊاڪٽر ۽ حڪيم ناڪامياب ٿي چڪا هئا. جهوناگڙهه جي رياست مان، ان ڪري، آخر تائين

ڪيس وظيفو ملندو رهيو. طب کان سواءِ سندس ديني ۽ علمي خدمتون ۽ قلمي ڪوششون پڻ نمايان حيثيت رکن ٿيون. ابتدا ۾ سنڌي ديني رسالا ۽ ڪتاب بہ شايع ڪيائين. سنڌي ادبي بورڊ جو ڇپايل، ”سچل جو سرائڪي ڪلام“ سندس بهترين يادگار آهي. ان جو مقدمو، تصوف جي معارف ۽ حقائق سان لبريز آهي. رب ڪريم شال ڪيس مرهي ۽ مغفرت ڪري، آمين!

## محمد نسيم تلوي

ڪراچيءَ جي مشهور اخبار ”بلوچستان جديد“ جي ايڊيٽر، محمد نسيم تلويءَ، 2 - فيبروري 1961ع تي، لاهور ۾، حرڪت قلب بند ٿيڻ سان وفات ڪئي. مرحوم تلوي نهايت بيباڪ ۽ دلير ايڊيٽر هو. پاڻ 1923ع ۾ ڪراچيءَ مان ’بلوچستان جديد‘ پهرين اخبار جاري ڪيائين. ان جون هفتيوار اشاعتون علمي ۽ ادبي، سائنسي ۽ فلسفيانہ مقالن تي مشتمل رهنديون هيون، ۽ علمي طبقي ۾ سندس اهي نمبر نهايت مقبول رهيا. آخري دور ۾ ڪراچيءَ کان سواءِ ڪوئيٽا مان بہ اخبار جو ايڊيشن ڪڍندو رهيو. سندس علمي ۽ صحافتي خدمتون بلوچ ايراضيءَ لاءِ غنيمت هيون. مرحوم تازو محڪمہ تعميرنو جي دعوت تي مشرقي پاڪستان جي دوري تي ويل هو، ۽ واپس ايندي لاهور ۾ وفات

ڪيائين. نهايت پرجوش ۽ مخلص، ديانتدار ۽ ٻهڪندڙ زندهہ دل ۽ غيور شخص هو. رب ڪريم شال کيس جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي، آمين!

## ساقي سجاولي

سنڌ جي مشهور اهل قلم ۽ اديب، غلام احمد 'ساقي سجاولي' 20 سيپٽمبر 1960ع تي، پنهنجي ڳوٺ ٻتني (ضلعو ٺٽو) ۾، طويل علالت کان پوءِ وفات ڪئي آهي. ساقي سجاولي نهايت پختو فنڪار هو. علم ادب جي هر صنف تي لکيو اٿس، ۽ اڪثر ڪري سنڌ جي سيني قديم ۽ جديد اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس مقالا شايع ٿيا آهن. 'الوحيد' ۽ 'سنڌ زميندار' جي دور ۾ ساقي سجاولي مشهور مضمون نگار جي حيثيت سان لکندو آيو آهي. خليل جبران ۽ ٽئگور کان گهڻو متاثر هو. خليل جبران جي ڪتاب "اس نے کها" جو ترجمو، "پيغمبر"، سندس مشهور ڪتاب آهي. سندس افسانن جا ٻه - چار مجموعا شايع ٿيا آهن. پوئين دور ۾ پاڻ هڪ 'سنڌي لغت' کي ترتيب ڏئي رهيو هو، ۽ اٽڪل اوڻيهہ هزار لفظ ۽ انهن جون معنائون سهيڙي ۽ مڪمل ڪري چڪو هو. توقع آهي تہ سندس احباب انهيءَ ڪاوش کي ڇپائي محفوظ ڪندا. سندس هموطن دوستن سندس يادگار قائم ڪرڻ جي

سلسلي ۾ 'ساقي لئبروي' قائم ڪئي آهي. سندس وفات علم ادب جي دنيا ۾ وڏو خال پيدا ڪيو آهي. رب ڪريم مٿس رحمت ڪري، آمين!

[نمبر 1، سال 1961ع]

# باباي اردو مولوي عبدالحق

باباي اردو، ڊاڪٽر مولوي عبدالحق، جي انتقال جي خبر علمي دنيا لاءِ هڪ ناقابل تلافي صدمو آهي. ڊاڪٽر صاحب مرحوم جي وفات سان گويا هڪ عظيم تاريخي جدوجهد جو دور ختم ٿيو. ڊاڪٽر صاحب سرسيد احمد، شبليءَ ۽ حاليءَ جي روايتن ۽ قدرن جو آخري يادگار هو. سندس تاريخي ۽ علمي جدوجهد جو انڪار نٿو ڪري سگهجي. هندستان جي علمي ۽ ادبي تحريڪن ۽ لساني مسئلن ۾ ڊاڪٽر صاحب جون اڻٿڪ ڪاوشون ۽ ڪوششون هميشه ياد رهنديون. اردو زبان جي ترقيءَ ۽ اشاعت جي سلسلي ۾ سندس قربانيون مثالي آهن. هو پنهنجي سر هڪ انجمن، هڪ محفل، هڪ ادارو، هڪ زبان، هڪ مسئلو ۽ هڪ عظيم مقصد هو. ڪاش اهڙا گهڻا عبدالحق اڃا پيدا ٿين، جي پنهنجي پنهنجي ادب ۽ زبان لاءِ زندگيون وقف ڪن! سندس ڪوششن ۽ مخلصانه جدوجهد سان اردو نه فقط هند - پاڪ جي مکيه زبان بڻجي چڪي آهي، بلڪ بين الاقوامي زبانن ۾ ڇهون نمبر، زنده ۽ ترقي يافته زبان ڄاتي وڃي ٿي. مولوي عبدالحق اسان

لاءِ هڪ مثال آهي، تازيانه عبرت آهي، اشارو آهي، وڌڻ ۽ ويجهڻ جو، ڪم ڪرڻ جو، جهاد ۽ جدوجهد جو — مثال، ۽ بهترين مثال. ڊاڪٽر صاحب مارچ 1870ع ۾، ميرٺ جي نمڊڙي ڳوٺ ۾ ڄائو ۽ 15 - آگسٽ 1961ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائين. سڄي عمر شادي نه ڪيائين. چيائين، "مون اردوءَ سان شادي ڪئي آهي، جنهنجو اولاد اردوءَ جا اهل زبان آهن!" "انجمن ترقي اردو"، پاڪ و هند سندس بهترين يادگار آهي. رب ڪريم شال کيس مرهي! انـالله وانـا اليه راجعون.

## سيد عطاءُالله شاه بخاري

برصغير هند پاڪ جـي ممتاز ليڊر، روشن خيال عالم، جادو بيان اديب، شعله نوا خطيب ۽ وجدآور شاعر، امير شريعت، سيد عـطـاءُالله شاهه بخاريءَ، ملتان ۾ 21 - آگسٽ 1961ع تي 72 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي آهي. مرحوم ڇهن سالن کان بيمار هو. پوين پنجن مهينن کان مٿس فالج جو حملو ٿيو. کيس صدر مملڪت جي چوڻ تي نشتر ميڊيڪل ڪاليج جي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو، ۽ ان کـان سواءِ يوناني حڪيمن جي هڪ منتخب بورڊ به سندس علاج ڪيو، پر صحتياب نه ٿي سگهيو.

شاهه صاحب آزاديءَ جو پرستار ۽ ڪانگريس ۽

مسلم ليگ کان الڳ تنظيم، 'جمعيت الاحرار' جو باني ۽ صدر رهيو. سندس پاليسي انگريزن جي مقابلي ۾ هميشه سختگير ۽ گرم رهندي هئي. انگريزن جي زماني ۾ پاڻ مسجد شهيد گنج، آزاديءَ ڪشمير، ختم نبوت ۽ آزاديءَ جي تحريڪن ۾ 15 سال جيل ڪاٽي چڪو هو.

شاهه صاحب فڪر و نظر، علم و ادب ۽ شعر و فن جي دنيا ۾ بيمثال شخصيت جو مالڪ هو. شاعريءَ ۾ سندس تخلص "نديم" هو، پر سندس شهرت جو سبب زيادهه تر خطابت هو. سندس خطابت ۾ فن ۽ هنر هو، طلسم ۽ سحر هو. سندس ولوله انگيز ۽ زلزله خيز تقريرون انگريزي سامراجيت لاءِ فنا جو پيغام ثابت ٿيون. پوري برصغير هند پاڪ ۾ مولانا آزاد ۽ بهادر يار جنگ جي معيار ۽ مقام جو اگر ڪو مقرر ۽ خطيب هو ته اهو شاهه صاحب مرحوم هو ـــ بلڪ وجد انگيز وجز خوانيءَ جي لحاظ سان شاهه صاحب انهن بزرگن کان گوي سبقت کڻي چڪو هو. هڪ انگريز عالم لکيو آهي: "مون هندستان ۾ ٻه عظيم چيزون ڏٺيون ـ هڪ تاج محل ۽ ٻيو عطاءُ الله شاهه بخاري!" سندس جادو بيانيءَ جو داد خود مهاتما گانڌيءَ به ڏنو آهي. نوراني شبيهه، مجاهدانه ڪردار، غازيانه سيرت، ۽ عالمانه وضع وارو عطاءُ الله شاهه، پنهنجيءَ انفرادي عظمت جي لحاظ سان اڄ به امر آهي.

1918ع ۾، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي امرتسر

واري مشترڪ اجلاس ۾ شرڪت ڪـان وٺي، پـورا ويهه سال مسلسل جدوجهد ۾ گذاريائين. انگريزن جي خلاف، خلافت، ڪانگريس، مسلم ليگ، احرار، وغيره پاران، هر هڪ متحده محاذ جو ليڊر ۽ سالار ڪيس ٿي چونڊيو ويندو هو.

شاهه صاحب مفاد پرست ليڊرن مان نه هو. سندس ساري زندگي مجاهدانه ۽ فقيرانه رهي، ايتريقدر جـو پنهنجن ٻچن لاءِ نه ڪا جائداد بڻائي سگهيو، نه ڪا گهر جي جاءِ ئـي ٺهرائي سگهيو. برصغير هند - پاڪ جي هن جليل القدر مجاهد، ملتان جـي هڪ غير معروف محلي، ٽنڊي شيرخان، ۾ هڪ ڪرايي تـي ورتـل بوسيده مڪان ۾ وفات ڪئي.

مولانا بخاري، پاٽنا (بهار) ۾ 1889ع ۾ ڄائو، ۽ 72 سالن جي عمر ۾ 1961ع ۾ وفات ڪيائين. سندس پوين ۾ چار پٽ، هڪ نياڻي، ۽ هڪ بيوهه آهن - وهـي نام الله ڪا. سندس تاليفات ۾ "ديوان"، "سواطع الالهام" (ڇپيل)، "مجموعه خطبات" (اڻ ڇپيل)، اهم علمي چيزون آهن. انالله و انا اليه راجعون.

## مولوي قاضي عبدالرزاق

سنڌ جي علمي حلقن لاءِ هيءَ خبر نهايت ڏکـ پهچائيندڙ آهي ته سنڌ جي مشهور اهل قلم ۽ ديني خادم، مولوي قاضي عبدالرزاق، 18 جون 1961ع تي

وفات ڪئي آهي ـ اناالله و انااليه راجعون .

قاضي صاحب 19 ـ سيپٽمبر 1892ع تي روهڙيءَ ۾ ڄائو. نهايت ديندار ۽ ديني علوم سان شغف رکندڙ، خاموش طبع، ۽ متواضع شخص هو. علوم دينيه جي تحصيل ڪان پوءِ ساري عمر معلم الفقه ٿي رهيو. هزارين شاگرد سندس تعليم ۽ صحبت مان فيضياب ٿيا آهن.

تعليم ۽ تدريس سان گڏ علمي رسالا ـــ جهڙوڪ 'علمي دنيا'، 'ڪاميابي'، 'دين و دنيا'، وغيره ـ ڪافي عرصي تائين هلائيندو رهيو، جن ۾ علمي، ادبي، تاريخي ۽ ديني مقالا شايع ٿيندا هئا. سندس تصنيفات ۾ هيٺيان ڪتاب آهن، جن مان ڪي ترجمو آهن: غازي انور پاشا، آئينه محبت، ارشاد الام، تاريخ القرآن، سيرت العائشه، فاروق اعظم، محبت جو ڦل، فولادي شهزادو، امانت، پيارو نبي، دين ۽ دنيا، سوره فاتح . رب ڪريم ڪيس شال مرهي.

[نمبر 2 ۽ 3 1961ع]

## عثمان علي انصاري

هيءَ خبر سنڌي ادب لاءِ وحشت اثر ثابت ٿيندي ته سنڌي ادب جو هڪ اديب، عالم، مخلص ۽ محقق جناب عثمان علي انصاري، 2 - سپٽمبر 1962ع ڌاري، ڪراچيءَ ۾ داعيءِ اجل کي لبيڪ چئي، هن دار فانيءَ کان موڪلائي، عالم جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيو. انالله وانا اليه راجعون.

مرحوم انصاري صاحب هڪ شگفته مزاج، هردلعزيز ۽ رلڻو ملڻو شخص هو. سندس شخصيت علم و فن، تهذيب وثقافت جي جامع هئي. هو سنڌي تهذيب ۽ 'لطيف' جو عاشق هو. ان موضوع تي سندس مقالا نهايت پُر مغز، معلومات افزا ۽ محققانه حيثيت رکن ٿا. 'شاهه' جي رسالي جي ترتيب ۽ ڪلام جي تنقيد ۽ تحقيق متعلق انصاري صاحب جي جستجو عالمانه آهي. افسانوي، ادب لطيف ۽ ناول سان پڻ سندس تعلق رهيو آهي. ان حيثيت سان به سندس ناول ۽ افسانا، زبان ڪوڙي مواد ۽ فن جي حيثيت سان قابل قدر آهن. مرحوم انصاري صاحب ساري زندگي تعليم جي خدمت ڪئي ۽ سنڌ جي محڪمه تعليم جي ڊائريڪٽر جي حيثيت

سان رٽائر ڪيائين. آخري دور ۾ سال کن تائين "سنڌي ادبي بورڊ" جو اعزازي سيڪريٽري بہ رهيو. اهو بہ ياد رهي تہ انصاري صاحب مرحوم "مهراڻ" جي ابتدائي دور ۾ ان جو مئنيجنگ ايڊيٽر بہ ٿي رهيو هو. انصاري صاحب جي علمي ۽ ادبي خدمتن جو سلسلو وسيع آهي. سندس وفات سنڌي زبان لاءِ ناقابل تلافي نقصان آهي. رب ڪريم شال مرحوم کي مرهي ۾ جنت ۾ جاءِ ڏئي، آمين!

* * *

محترم انصاري صاحب پنهنجي ذهني ۽ فڪري، علمي ۽ ادبي حيثيت سان سنڌي ادب ۾ انفرادي مقام تي پهتو هو. سندس شخصيت ۾ علو ۽ نيڪي، محبت ۽ مروت، رعب ۽ عظمت جا جوهر سمايل هئا. سدائين شگفتہ مزاج ۽ رلڻو ملڻو رهيو، اجائي وڏائي ۽ ديکا ديکيءَ کان هميشہ پري رهيو. سندس مطالعو علم و فن جي هر پهلوءَ تي حاوي هو. سندس گفتگو شگفتہ ۽ شستہ، مذاق ۽ مزاح سان پرپور هوندي هئي. انصاري صاحب سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ هر ڪو افسرده ۽ رنجيده شخص، شگفتہ ۽ دلي سرور حاصل ڪري پوءِ موٽندو هو. سندس چهرو ڏيا وارو هوندو هو: ڪشاده

پيشاني، ڪتابي، خط و خال، سندس دلي پاڪيزگي ۽ طبعي سادگيءَ جا دليل آهن.

سنڌي علم و فن، تهذيب ۽ ثقافت، باالخصوص شاهه لطيف جو عاشق صادق هو. سندس علمي ۽ فڪري مقالا فڪر انگيز آهن. 'شاهه' جي رسالي جي ترتيب متعلق انصاري صاحب جي جستجو ۽ تحقيق نهايت محققانه ۽ عالمانه هئي. انصاري صاحب ڪيترا سُرَ نئين سر ترتيب ڏئي، مفيد اضافن ۽ معنائن سان رسالي 'مهراڻ' جي اوائلي دور ۾ شايع پڻ ڪرايا هئا. ان کان پوءِ سنڌي رسالي "اچڪلهه' ۾ به نوان سُرَ ۽ نوان بيت شايع ٿيل آهن. "شاهه' جي بيتن جي تلاش، پرک ۽ پيشڪش جي نقطء نظر سان انصاري صاحب ڪافي عرقريزي ڪئي هئي. سندس چوڻ هو ته "هو 'شاهه' کي ايڊٽ ڪري رهيو آهي، پر جيستائين علامه دائود پوٽي جو رسالو شايع نه ٿيو آهي، تيستائين مان پنهنجو رسالو نه ڪيندس!" نه معلوم، سندس شاهه جي رسالي جي ايڊٽ جو ڪم ڪٿي پهتو.

انصاري صاحب جي تحرير ۾ زندگي، شوخي، خفيف مذاق ۽ خوشگوار افتاد موجود آهن. سندس لفظن جو انتخاب نهايت حسين ۽ انداز بيان دلنشين هو. سندس زبان استادانه ۽ منطقي پختگيءَ سان پرپور نظر اچي ٿي. سندس تحرير پڙهندڙ ۾ شگفتگي ۽

ڪشش پيدا ڪري ٿي. سندس انداز بيان ڏڪائيندڙ ۽ منجهائيندڙ نه آهي، پر وندرائيندڙ ۽ روح افزا آهي. لطافت ۽ جامعيت، رنگيني ۽ اثر انگيزي سندس تحرير جا اهم عناصر آهن. ٻوليءَ جي سلاست، صحّت، بندشن جي پختگيءَ، استدلال جي منطقي معنيٰ، لفظن جي انتخاب، ۽ ترڪيبن جي جامعيت جي لحاظ سان، انصاريءَ جي سنڌي زبان پنهنجو مٽ پاڻ آهي. ”شاهه ــ هڪ ڪيمياگر“، ”سنڌي تهذيب“ ۽ ”سنڌي زبان جا ثقافي مسئلا“ نهايت لذيذ، جامع ۽ معلومات افزا مضمون آهن. انهن مضمونن جي جزالت ۽ رنگيني، شگفتگي ۽ جامعيت ٻڌائي ٿي ته تحريرن جي پس پرده هڪ صاحب مطالعه، جمال پسند ۽ صاحب ذوق جو هٿ آهي. انصاري، تحرير جي برجستگي ۽ رواني، رنگيني ۽ صحّت، سلاست ۽ مزاج جي حيثيت سان، پنهنجي معاصر احباب ۾ خاص مقام رکي ٿو.

انگريزي ادب کان سواءِ، فارسي ۽ اردوءَ جي قادرالڪلام شاعرن جا بهترين اشعار هميشه سندس زبان تي جاري هئا. تقرير هجي يا تحرير، غالب، حافظ، مير، شاهه، ضرور استعمال ڪندو هو؛ پر پنهنجن ذاتي خطن ۾ به منتخب اشعار ائين جڙيندو هو، جئن منڊيءَ ۾ نيڪ. هو اهل علم ماڻهن جو قدردان، قيافه شناس ۽ جوهر شناس هو.

ڪچهريءَ جو مور هو، جنهن بہ ڪچهريءَ ۾ انصاري صاحب هوندو هو، اها ڪچهري ٻنهہ پيئي ٽهڪندي هئي. ڪڏهن ڪہ گرجدار ۾ پيو گجندو، تہ ڪڏهن ڪنن تي هٿ رکي پيو سرگوشيون ڪندو، ۽ مشڪندو ۽ مرڪندو. سندس مرڪڻ ۽ مشڪڻ ۾ بہ حسن ۽ دلاويزيءَ جا عجيب رنگ پسبا هئا. سندس مرڪڻ ۾ بشاشت ۽ دلي پاڪيزگي هوندي هئي. منافقت ۽ ڪج ادائيءَ کان پري هو، تنهن ڪري هر ڳالهہ ٺهڪائي ڏيندو هو. دوستن تي، محبت ۽ بي تڪلفيءَ جي ڪري، عجيب غريب لقب چسپان ڪري ڇڏيا هئائين، اهي لقب بيڌڙڪ استعمال ڪري، ڪچهريءَ کي ڪلائيندو هو. دل ۾ کوٽ کي ساندڻ سندس طبع ۽ رندانہ مشرب جي خلاف هو.

ڳالهين جو ڳهير هو. ڳالهہ مان ڳالهہ ڪندو، کلائيندو، مزاح ۽ مذاق ڪندو، هلندو ويندو. سندس هڪ هڪ ڳالهہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندي هئي، پر ٻڌندڙن جو سرور جڻ پوءِ تڻ وڌندو ويندو. ٿڪ ۽ انقباض جو تہ ونس نالو ئي ڪين هو. ڳالهہ ڳالهہ ۾ ٽوٽڪا، لطيفا، اشعار، ويندو جڙيندو.

انصاري صاحب جو دماغ، قلم ۽ زبان، افسانوي رنگ جا هئا. هرڪا سادي ۽ سولي ڳالهہ بہ افسانہ طرازيءَ ۽ رنگ آميزيءَ کان سواءِ چٽ ڪري ئي نہ

سگهندو هو. سندس گفتگو جا پيمانا به غير معمولي هئا. مثلاً، هڪ پيري چيائين، ”مان وجان ٿو!“
”ڪاڏي؟“
”ڪڻناڊا“
”ڇو؟“
چي، ”اتي مون کي ستر هزار ايڪڙ زمين الاٽ ٿي آهي!“
ٻئي دفعي چيائين، ”بابا، مون کان ڪم ڪار سنڀالي وٺو.“
”سائين، ڇو؟“
چي، ”لسٻيلي جي ڄام مون کي ست هزار ايڪڙ زمين ڏيڻي ڪئي آهي، اتي ڇهه لک ريون ڏاريندس!“
هڪ پيري چيائين: ”مون سسئي - پنهونءَ جو باغ ڏٺو آهي. سسئيءَ جي باغ جي هڪ لام ڇهه ميل هئي!“ (ٻيءَ لام جي ڊيگهه معلوم ڪرڻ جو سوال ئي ڪو اٿي!)
مطلب ته انصاري صاحب نهايت شگفته مزاج بزرگ هو. حاضر جواب به هڪڙو ئي هو. ڳالهه ۾ اصل نه گسندو، هار اصل نه کائيندو، پيو ڳالهه کي مروڙيندو مروڙيندو، پر آڻ نه مڃيندو. سچ پچ ته انصاري صاحب، پنهنجي انفرادي حيثيت سان، وڏين خوبين جو مالڪ هو. رب ڪريم کيس مرهي، ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي.

انصاري صاحب جا وڏا سهارنپور ضلعي جي جنت آباد ڳوٺ جا رهاڪو هئا. سندس والد جو نالو هدايت علي انصاري هو، جو 1870ع ۾ سنڌ ۾ آيو، ۽ پوليس جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو. 1901ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين. ان وقت هو سيوهڻ جو انسپيڪٽر هو.

سندس والد، ميرپور ماٿيلي جي 'رند' خاندان مان شادي ڪئي هئي. ان مان ٻه پٽ ۽ هڪ نياڻي اولاد طور ڄاوا. انصاري صاحب، 21- آڪٽوبر 1901ع ۾، شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم جي سلسلي ۾ 2 درجا سنڌي، شڪارپور جي هڪ ننڍي پرائمري اسڪول مان پاس ڪيائين. ان کان پوءِ سندس چاچي شيخ صادق عليءَ کيس ميهڙ ۾ گهرايو، جتي هو صاحب ڊپٽي ڪليڪٽر هو. ميهڙ ۾ چار درجا پاس ڪري، وري شڪارپور واپس ويو، جتي انگريزي اسڪول ۾ داخلا نه ملڻ ڪري، مرحوم قاضي بهادر علي شاهه جي عربي مدرسي ۾ داخلا ورتائين. 2 سال کن فارسيءَ ۽ عربيءَ جي تعليم ورتي، خيرپور ميرس جي اي وي اسڪول ۾ داخل ٿيو. اهو اسڪول، اڳتي هلي، ناز هاءِ اسڪول بڻيو. اتي ٻه ڀه سال پڙهي، وري لاڙڪاڻي جي اي وي اسڪول ۾ داخل ٿيو. اتي ٽيون ۽ چوٿون پڙهي، پنجون وري خيرپور ۾ پاس ڪيائين. آخرڪار 1918ع ۾ شڪارپور ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين.

سندس چاهه ننڍيءَ ڄهيءَ کان وٺي راند روند، ملهه

۽ ٻلهاڙي سان هو. زور آزمائي، ٻجري ڪٽڻ، سندس محبوب شغل هو. ننڍي لاءِ کان طبيعت ۾ سادگيءَ جا جوهر موجود هئا. برين عادتن کان پري رهندو هو. سادو کائيندو ۽ سادو پهريندو هو.

ميٽرڪ پاس ڪري، جهونا ڳڙهه روانو ٿيو. پر اتي جي پروفيسرن جي آڏيءَ ڀچا همراهه کي حيران پريشان ڪري وڌو، سو ٽئين ڏينهن واپس شڪارپور پهتو. ڳالهه اصل هيئن هئي ته انصاري صاحب پهرئين ڏينهن جيئن ڪلاس ۾ داخل ٿيو، تيئن ٻيا فيلوز آيا، ۽ ڪلاس ۾ چيائون:

”اٿي ٻيهن اهي، جن حسابن ۾ 600 مان 550 مارڪون کنيون آهن!“ اٺڪل روءِ اٺ ڪلاس اٿيو.

وري چيائون، ”اٺن اهي، جن 595 مارڪون کنيون آهن.“

”سنڌين مان هڪ مسٽر دل اٿيو، باقي ڪاٺياواڙي ۽ گجراتي هئا.“

انصاري صاحب محسوس ڪيو ته مون سارو وقت ملهن ۽ ٻلهاڙن ۾، ٻجرين ۽ زور آزمائيءَ ۾ گذاريو آهي، سو هت ڪٿي ٿي دال ڳري! ڪلاس هلندي، دريءَ کان ٽپو ڏيئي، نڪتو ٻاهر. سڌو بورڊنگ ۾ ٽپڙ ٻڌي، ان ئي ٽائي اچي اسٽيشن جي پر ورتائين. سنگت سمجهايس، پر انصاري صاحب چيو ته ”مون کنيون آهن 600 مان فقط پنجاهه مارڪون، سو هت

کهڙا ڦاڙها ماريندس، ڇو ڪين اهڙي ڪاليج ۾ وڃي داخل ٿيان، جتي 'انڊن ۽ ڪاٺي راجا' وانگر ته مَن گهُڻ ۾ اچان!" تنهن ڏينهن شڪارپور ۾ پهتو. امڙ جي آڏيءَ پيچا ۾ وراٺيائين:

"منهنجي اما، جيجل، جهوناگڙهه جي آبهوا پاڻ ٿي ڪانه پئي. ڊاڪٽرن چيو ته پيچ، ميان سنڌي، نه ته سلهه ٿي پوندئه!"

شڪارپور مان عليگڙهه ويو، ۽ اتي 1921ع ۾ انٽر پاس ڪيائين. 1921ع ۾ خلافت تحريڪ شروع ٿي وئي. مولانا محمد علي جوهر ۽ مهاتما گانڌي، عليگڙهه ۾ ڪپ ڪوڙي ويٺا ته ڪاليج بند ڪريو.

انصاري صاحب ٿو ڳالهه ڪري:

"مولانا محمد علي جوهر ۽ گانڌيءَ چيو ته ڪاليج ڇڏي گهرن ڏي موٽي وڃو. يونين هال ۾ جلسو هجي، مون اتي گانڌيءَ کان سوال پڇيو ته 'هيءُ ڪاليج ته ڇڏايو ٿا، پلا ڪو بيو ڪاليج کوليو اٿو ڇا؟' مولانا محمد علي اٿي بيٺو، للڪاريائين، 'او، تاريخ پڙهي اٿئي؟' مون چيو، 'جي'. چيائين، 'روسين جڏهن ماسڪو جلائي ڇڏيو هو، ته ڪو بيو ماسڪو به تيار ڪيو هئائون ڇا؟" مون وراڻيو ته 'نه'. تڏهن چيائين، 'روسين دشمن کان بچاءَ لاءِ گهر گهاٽ جلائي خاڪ ڪري ڇڏيا: اسين به سڀ ادارا ويران ڪري ڇڏينداسون!' پوءِ ته مون ورتي پشاور جي ٽڪيٽ. قصو ڪوتاهه،

ٻارهن ڏينهن جي ڏکن ڏولائن کان پوءِ ڄاڪيءَ جي ڏاند وانگر اچي گهر الدم."

عليگڙهه جي زندگيءَ انصاري صاحب جي زندگيءَ ۾ عجيب انقلاب پيدا ڪيو. اهي اڳيون ارڏايون سڀ ختم، مطالعي کي لڳي ويو، سندس چوڻ موجب "اچي لٿن لئبرريءَ کي منهن ڏنم"

سنڌ مان پوءِ سندس انگلنڊ وڃڻ ٿيو. انگلنڊ جا عجيب غريب واقعات ٻڌائيندو هو. هڪ واقعو ٻڌو:

چي: "هڪ ڏينهن خدا جو هجي، شهر ۾ اوندهه انڌوڪار، هٿ نه ڏسي هٿ کي، ڪوهيڙي جا ڪوٽ چڙهي ويا، تڏ چوي ته اڄ نه پوان ته ڪڏهن پوان! وڙهي ويس پوسٽ آفيس وٽ. ڏسان ڪٿي ته هڪ شخص چڱيءَ چوکيءَ عمر جو، ڪرڙودي، تڏ لڳڻ ڪري ڪري پيو آهي. وڌي وڃي اٿاريوسانس. جان ڪٿي ڏسان ته بادشاهه سلامت، جارج پنجون! هٿ ۾ لفافو هجيس، ائڊريس تاڙي ورتيم. هٿ سان اشارو ڪيائين- خاموش، هي هڪ راز آهي! پوءِ وڌي وڃي لفافو سٽيائين. گاڏي ڪري ڏنيمانس، پوءِ هليو ويو. مون ان ائڊريس تي 'جارج' جي معشوقه سان ملاقات ڪئي: چئي ڏنوسانس، مان راز کان واقف آهيان!" ائين چئي، انصاري صاحب سگريٽ جو ڪش لڳايو ۽ دونهن ۾ هڪ وڏو ٺهڪ ڏنائين!

آخرڪار 1925ع ۾ ايم-اي- ۽ جرنلزم ۾ ڊپلوما وٺي واپس آيو. انگلنڊ مان واپس اچي 'بمبئي ڪرانيڪل'

اخبار ۾ سيد بريلويءَ وٽ ڪم شروع ڪيائين. هڪ
هفتي ڪان پوءِ، سر غلام حسين پوني ۾ گهرائي چيو
ته سنڌ ۾ ملازمت ڪريو. ٻن مهينن ڪان پوءِ، 27_
نومبر 1925ع تي، ميرپور خاص مدرسي جو هيڊ ماسٽر
ٿي آيو. ٻن سالن ڪان پوءِ، 1927ع ۾، نوشهروفيروز
بدلي ٿيو. اتي 1933ع تائين رهيو. اتاهون وري
ميرپور خاص بدلي ٿي آيو. 1940ع ۾ ڪراچيءَ ۾
ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿي آيو. 1947ع ۾ ميرپورخاص
ڪان حيدرآباد ويندي، موٽر حادثي ۾ زخمي ٿي، پارهن
مهينا موڪل تي رهي، ان ڪان پوءِ ايس-ٽي ڪاليج
۾ پرنسپال ٿيو. 1951ع ڪان 1957ع آڪٽوبر تائين
ڊي-پي-آءِ ٿي رهيو. ان ڪان پوءِ پينشن تي لٿو.

پينشن ڪان پوءِ مصروف زندگي گهارڻ لاءِ ملير
۾ فارم لڳارايائين. ان مان پاڇيءَ ۽ ميوي جي وڪري
مان روزاني ڪافي پيدائش ٿي رهي آهي. فارم سان
گڏ شاهه لطيف جي رسالي جي ايڊٽ جو ڪم به
ڪندو رهيو. تازو سال کان ”سنڌي ادبي بورڊ“ جو
اعزازي سيڪريٽري به ٿيو.

وفات ڪان اڳي نٿياگلي ۽ ڪوهه مريءَ جي سير
تان تازو واپس آيو هو. وفات ڪان هڪ ڏينهن اڳ،
اي-ڪي- بروهيءَ سان خاص ملاقات ڪيائين، جنهن
سنڌ ۽ سنڌين جي مسئلن ۽ تقاضائن متعلق ڪانئس ڪافي
معلومات حاصل ڪئي. انصاري صاحب سنڌين جي حقوق،

زبان ۽ ادب جي مسئلن، سنڌي ملازمن ۽ سنڌ جي زمينن متعلق معلومات افزا ياد داشت ٺاهي جناب اي-ڪي بروهيءَ کي ڏني آهي. اها سنڌس آخري رات هئي. رات جو دل ۾ دانهن ڪيائين، ۽ امر ويل الوداع ڪيائين. اهو ڏينهن 2- سيپٽمبر 1962ع جو هو. سندس عمر 65 سال هئي. سندس وفات تي سنڌ جي ڪاليجن، اسڪولن ۽ علمي ۽ ادبي ادارن موڪل ڪئي. 'سنڌي ادبي بورڊ' جي آفيسن ۾ تعزيت جو ٺهراءُ پاس ڪري، اخبارن ۽ سندس پسماندن ڏانهن موڪليو ويو.

آخر ۾ اها گذارش آهي ته مرحوم انصاري صاحب جي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن ۽ مقالن کي سنڌي ادبي بورڊ جي اهتمام سان شايع ڪيو وڃي، جيئن هڪ سنڌي عالم جي علمي ڪاوش ضايع نه ٿي وڃي.

نام نيڪو رفتگان ضايع مڪن

اسين سندس فرزند فريد ۽ سندس پسماندن سان دلي همدرديءَ جو اظهار ڪندي، دست بدعا آهيون ته رب ڪريم مرحوم مغفور کي جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ مرهيا!

[نمبر 2، سال 1962ع.]

## سيد ٻيل شاهه بخاري

هيءَ خبر نهايت ڏک سان ٻڌي ويندي ته سنڌ جو مشهور 'صوفي' ۽ علم دوست بزرگ، سيد ٻيل شاهه بخاري، ستر سالن جي طويل عمر ماڻي، 13 ڊسمبر 1962ع ۾ وفات ڪئي، انالله وانااليه راجعون.

شاهه صاحب مرحوم، ڳوٺ ننڍا، بقا شاهه جو رهواسي هو، ۽ جهوڪ شريف جي بزرگن جو مريد هو. سلسله قادريه کان سواءِ، چشتيه ۽ نقشبنديه ۾ به شغف رکندڙ هو. ساري عمر سير سياحت ۾ گذاريائين.

هندوستان جي سڀني وڏن وڏن بزرگن سان صحبتون ۽ رهاڻيون ڪيائون. هر مذهب ۽ مشرب جي عالمن ۽ درويشن سان سندن قرب ۽ انس رهيو. پنهنجي اباڻي ڪکن ۾ زندگيءَ جا باقي ڏينهن خاموشيءَ ۽ خلوت نشينيءَ ۾ گذاريائين.

مرحوم صوم و صلواة، ذکر اذکار، اوراد ۽ وظائف جو پابند هو. پنهنجي تڙ ۾ هڪ صاحب دل ۽ مستجاب الدعوات درويش صفت ماڻهو ليکيو ويندو هو.

شاهه صاحب، پيرن فقيرن جي مزارن جو پانڌيڙو هو. جتي به ڪنهن نيڪ مرد جو واسو ٻڌندو هو، اتي کهي ويندو هو. پوئينءَ عمر ۾ ٻن سالن ڪان مٿس فالج جو خطرناڪ حملو ٿيو هو. سندس لئبريءَ ۾ نهايت عمدا ۽ علمي، ڇپيل ۽ اڻڇپيل ڪتاب موجود آهن، اسان سندن فرزندن، سيد الهه بخش شاهه (بي - بي، ريڊيو حيدرآباد) ۽ احمد شاهه بخاريءَ کي توجهه ڏياريون ٿا، ته هو مرحوم جي شعر ۽ مضمونن ۽ قلمي ڪتابن جي اشاعت لاءِ ڪوشش ڪن. ٿي سگهي ته 'مهراڻ' ۾ ڇاپڻ لاءِ موڪلي ڏين. اسان جي دعا آهي ته رب ڪريم کيس مرهي، ۽ پس ماندن کي صبر جميل عطا فرمائي.

## صوفي ڏڏي بخش

هيءَ خبر سنڌي ادب ۽ اديبن لاءِ نهايت ڏک جو باعث ٿيندي ته مرحوم ڏڏي بخش مهاڳ صوفي، تاريخ 23 - ڊسمبر 1962ع بروز آچر 3 بجي رات، داغ مفارقت ڏيندي، دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. صوفي مرحوم، سنڌي زبان جو عاشق صادق هو. نهٺو ۽ نماڻو، متواضع ۽ بلند اخلاق شخص هو. ساري عمر تعليم ۽ علمي طلب ۾ گذاريائين. سندس شخصيت ۾ هڪ 'محب انسانيت' واري دل هوندي هئي. تصوف ۽ فقيريءَ سان سندس والهانه شغف هو. وڏن بزرگن

۽ عالمن جو صحبت يافتہ هو. سرنج مرنجان طبع وارو نيڪ ماڻهو هو. سنتن ۽ هندو فقيرن کان ويدانت فلاسافيءَ تي گهڻو ڪجهہ استفادو ڪيائين. مسٽر جئسنگهاڻيءَ جي صوفيانا سنگت سان آخري دم تائين نباهيندو آيو. سندس ڪتابن تي سندس مقدما بہ لکيل آهن. سندس انداز بيان سپاجهو ۽ پاجهارو، سليس ۽ سادو هوندو هو. اول اول پرائمري استاد ٿيو، ان کان پوءِ ٽريننگ اسڪول لاڙڪاڻي ۽ ٺٽي ۾ اٽڪل ڏهاڪو کن سال استاد ٿي رهيو.

رٽائرڊ ڪرڻ کان پوءِ سچل سرمست هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ ماسٽر ٿيو. اتي سنڌي ادب ۽ زبان جي وڏي خدمت ڪيائين. صوفي صاحب جي اها هڪ عجيب عادت هوندي هئي، تہ ڪوبہ جلسو نہ ڇڏيندو هو. سنڌي ادب متعلق ڪابہ ڪانفرنس نہ گسايائين. لطيف ۽ سچل جو مداح هو. هر ورسيءَ ۾ شامل رهيو، جتي بہ رهيو، چراغ انجمن ٿي رهيو. سندس مريداڻو تعلق عباسي خاندان سان توڙ تائين رهيو. هو مهتاڻي (خيرپور ميرس) جي عباسي بزرگن جو پانڌيڙو هو. ان خاندان جي هڪ فرد ڊاڪٽر رحم علي صاحب عباسي (حيدرآباد) سان اهوئي مريداڻو ناتو نباهيندو آيو. صوفي صاحب، حيدرآباد مان موڪلائي جيئن لاڙڪاڻي پهتو، تيئن بخار جي ڪري اوچتو وفات ڪيائين. دعا آهي تہ ڪين رب ڪريم جنت

نصيب ڪري، ۽ سندس پسماندن کي صبر جميل عطا ڪري. مسٽر جشنگهاڻي ۽ مرلا ديوي ۽ سندس احبابن کي عرض آهي ته سندس مضمون، مقدما ۽ مقالا گڏ ڪري ڇاپائين يا 'مهراڻ' ڏانهن اشاعت لاءِ موڪلين.

[نمبر 4، سال 1962ع]

## علامه عنايت الله مشرقي

علامه عنايت الله المشرقي، برصغير پاڪ و هند جي هڪ جليل القدر ۽ عظيم المرتبت عالم دين، مفڪر ۽ مجاهد جي حيثيت سان بين الاقوامي شهرت جو مالڪ هو. علامه صاحب 26 - آگسٽ 1963ع تي وفات ڪئي آهي.

علامه مشرقي نه فقط جديد ۽ قديم علوم و فنون جو هڪ متبحر عالم هو، پر ان سان گڏ سياسي بصيرت جو به مالڪ هو. علامه صاحب نه فقط گفتار جو غازي هو، پر ان سان گڏ ڪردار جو به غازي هو. سندس علمي ۽ ديني، فڪري ۽ ملڪي، مجاهدانه ۽ محققانه خدمتون ڪيس نه فقط اسلامي دنيا ۾ هڪ انفرادي حيثيت ڏئي چڪيون آهن، پر ان سان گڏ سندس قرآن تي پيش ڪيل ريسرچ ڪيس جديد عالمن ۽ سائنسدانن جي پڻ صف اول ۾ شمار ڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي.

علامه مرحوم، پنهنجي پوري عمر عزيز، قرآن جي مطالع ۽ جديد علوم جي تحصيل ۽ تنقيد ۾ گذاري ڇڏي هئي. سندس قرآني اڪتشافات، هن دور جي معرڪ آرا سائنسي مسئلن متعلق، محققانه ۽ عالمانه ۽ مباحث

تي مشتمل آهن. ان سلسلي ۾ تذڪره ۽ حديث القرآن
جو پايو نهايت بلند آهي.

'تذڪره' سندس عميق ۽ دقيق، محققانه ۽ عالمانه
مطالع جو بيش بها شاهڪار آهي، جنهن ۾ 'انسان ۽
ان جي ارتقاءَ' متعلق نه فقط جديد سائنسي نظريات جي
تائيد ڪئي وئي آهي، پر ان مان گڏ، ڊارون ۽ ان
جي خوشه چين محققن جي بعض علمي ۽ سائنسي
فروگذاشتن جي اصلاح پڻ ڪئي وئي آهي. ان سلسلي ۾
علامه صاحب، 'الاهيات ۽ ماوراء الطبعيات' متعلق
بحث ڪري، ڊارون جي نظريات مان پيدا ٿيل غلط
قسم جي ملحدانه ۽ لاديني نظريات ۽ خدشات جي پڻ
سخت ترديد ڪئي آهي۽ جديد سائنسي علوم ۽ نفسيات
جي روشنيءَ ۾ 'وحي الاهي' جو عجيب غريب تعبير
پڻ پيش ڪيو آهي، ۽ ٻڌايو اٿس ته جديد علوم جي
تحصيل ۽ تڪميل کان پوءِ الحاد ۽ ارتياب جي پيدا
ٿيڻ جو علاج فقط قرآن ئي پيش ڪيو آهي.

'تذڪره' قرآن جي انهن 'منصوص اشارات' جو
سائنسي تفسير آهي، جو دنيا ۾ ٻهريون ڀيرو هڪ مسلم
عالم جي قلم مان پيدا ٿيو.

ان سلسلي ۾ علامه جوهري طنطاوي جي تفسير
کان علامه مشرقيءَ جي تحقيق جو پايو بلند آهي. علامه
مرحوم، هڪ طرف آئن سٽائن، برگسان ۽ ڊارون ڀارن
عالمن جي نظريات، ارتقاء ۽ زمان مڪان متعلق تذڪره

۾ مفصل طور بحث ڪيو آهي ته بئي طرف خالص حياتياتي نقط نظر سان پڻ انسان جي تخليق ۽ ارتقاء تي بحث ڪري، مغرب جي مشهور عالمن جي غلطين جي اصلاح ڪئي آهي. علامه مشرقيءَ جو 'تذڪره' جڏهن ته سندس مجتهدانه بصيرت ۽ محققانه ڪاوشن تي مشتمل هو، تڏهن ته وقت جي قديم الخيال عالمن، جي جديد علوم کان ناآشنا هئا، تن ان متعلق ڪنهن به علمي راءِ جو اظهار نه ڪيو، بلڪ قدامت پرست ۽ رجعت پسند طبقن طرفان 'تڪفير' جي فتوا تائين پڻ نوبت پهتي، — ان جي مقابلي ۾، يورپ جي عالمن ۽ محققن، 'تذڪره' کي پنهنجي دور جي وڏي علمي تحقيق قرار ڏئي ڪيس 'نوبل پرائيز' جي آڇ ڪئي، ان لاءِ فقط اهو هڪ شرط وڌو ويو ته علامه صاحب، تذڪره جو انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪري پيش ڪري، پر پاڻ ائين نه ڪري سگهيا.

تذڪره کان پوءِ سندن 'خطبات ۽ مقالات' کي وڏي شهرت حاصل آهي، جنهن ۾ سندن انداز شعله انگيز ۽ ولوله خيز خطيب وارو آهي. سندن لب ولهجه ۾ شدت ۽ غلظت، انداز بيان ۾ ندرت ۽ غرابت سان گڏ بيپناهه رواني ۽ باطل شڪن دلائل جي فراواني کي ڏسي انسان دنگ رهجي ٿو وڃي!

علامه صاحب جڏهن ته رياضيات جو به ماهر هو، تڏهن سندس علمي ۽ فڪري اندازا به رياضيءَ جي

اصولن موجب هئا. علامه صاحب، هڪ نبّاض ۽ رياضيدان معالج وانگر، بطور پيشگوئي، عجيب غريب انڪشافات سان پوري ملڪ کي لوڏي ڇڏيندو هو.

سندس علمي ۽ ديني خدمت جي سلسلي ۾ سندس آخري تحقيقي ڪاوش 'تڪمله' کي وڏي اهميت حاصل آهي. 'تڪمله' جي ٻن ضخيم جلدن ۾ علامه صاحب قرآن ڪريم جي ترتيب، حضور رسالت ماب صلي الله عليه وسلم جن جي ذات بابرڪات ۽ سندن حيات طيبه ۽ واقعات ۽ حالات سان تطبيق ڏيندي، بيان ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ بعض مستشرقين، قرآن جي نزولي ترتيب کي قائم ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو آهي، پر سندن نگاهه جڏهن نه صاحب القرآن جي حيات طيبه تي نه رهي آهي، لهذا ان ترتيب جي قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا آهن. ان حيثيت سان به علامه موصوف پهريون عالم آهي، جنهن حيات طيبه ۽ اسوهءَ حسنه کي ترتيب نزوليءَ جي تطبيق ۽ تعبير سان بيان ڪرڻ جي پهرين ڪوشش ڪئي آهي، گويا سيرت النبي کي قرآني بصيرت جي روشنيءَ ۾ ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ان ڪم متعلق اگرچ مولانا شبلي ۽ ابوالڪلام آزاد به پنهنجي مقالات ۾ اشارات ڪري ويا آهن، پر ان جو عملي طور منصئه شهود تي اچڻ علامه مشرقيءَ جي ذات سان وابسته هو. پاڻ ان ڪم جو بنياد رکيو اٿن،

هائي ڪو صاحب علم هجي جو ان ڪم کي پايہ تڪميل تي بہ پهچائي، ۽ علامہ مرحوم جي ڪن فروگذاشتن جي تصحيح بہ ڪري. هن دور جي وڏي خدمت اهائي سمجهڻ گهرجي.

علامہ مرحوم جي جديد تاويلات ۽ تعبيرات، قرآن حڪيم جي جديد ۽ سائنسي تشريحات نہ فقط کيس بين الاقوامي شهرت ڏني، پر برصغير پاڪ و هند جي وڏن وڏن جليل القدر عالمن ۽ محققن کي بہ جهڪائي ڇڏيو. ان سلسلي ۾ تذڪره، حديث القرآن ۽ تڪملہ قرآني حقائق و معارف کي بيش بها شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. انهن ڪتابن کي مطالع ڪرڻ نہ فقط قديم الخيال عالمن لاءِ لازمي امر آهي، پر ان سان گڏ مغربي علوم ۽ نظريات کان متاثر ۽ مرعوب ٿيل نوجوانن لاءِ بہ اهي ڪتاب اڪسير جي حيثيت رکن ٿا. اهي ڪتاب اگرچ فن ۽ مواد، جدّت بيان ۽ ندرت خيال جي حيثيت سان نهايت مغلق ۽ عسيرالفهم آهن، تاهم ڪنهن وڏي عالم جي رهبريءَ هيٺ انهن جو حل ڪرڻ آسان آهي. موجوده الحاد ۽ زندقي جي دور ۾ انهن جو مطالع روح پرور ۽ ايمان افروز ثابت ٿيندو.

علامہ صاحب جي ديني ۽ تصنيفي خدمتن کان علاوه سندن 'خاڪسار تحريڪ' بہ قابل توجهہ آهي. اها تحريڪ پنهنجي مجاهدانہ ڪردار جي حيثيت سان

ملڪ جي ٻين سيني تحريڪن جي مقابلي ۾ وڌيڪ فعّال، جاندار ۽ سرفروش تحريڪ هئي، جنهن تحريڪ بهادر يار جنگ جهڙا جليل القدر ساٿهو پيدا ڪيا. اٺين چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪين آهي ته ان ئي تحريڪ مان پيدا ٿيل ساٿهو اڄ ڪلهه وڏن وڏن عهدن ۽ وزارتن تي پهتا آهن.

ان تحريڪ ۾ ذوق جهاد، جدوجهد، جان نثاري، قرباني، اخوت، خدمت خلق، مساوات ۽ انسان دوستيءَ جا اهڙا ته ولوله انگيز ۽ روح پرور اجزاءَ ملايا ويا، جن ڪري ڪيترا هندو ۽ سک به متاثر ٿيا، ۽ باقاعده ان تحريڪ ۾ شامل رهيا ۽ رات ڏينهن خدمت ۾ مصروف رهيا.

علامه جي مقاصد ۾ نه فقط هندستان جي آزادي هئي، پر ان سان گڏ سيني قومن جي گڏيل ۽ وفاقي بين الاقوامي نظام جي تشڪيل ۽ تعمير پڻ هئي. افسوس جو سندس ان بلند درجه مقاصد ۽ بين الاقوامي نصب العين جي عملي طور ظهور پذير ٿيڻ جي راهه ۾ سندس شرڪاءِ ڪار جي سستي، ۽ انگريزن جي غلط بيني مددگار رهيا ۽ تحريڪ ڪامياب نه ٿي.

ان سلسلي ۾ هڪ طرف انگريز سرڪار تحريڪ کي نازي تحريڪ وانگر خطرناڪ قرار ڏنو، ۽ علامه مشرقيءَ کي جيل موڪليو، ۽ سندس رفيقن کي تباهه ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ٻئي طرف وجعت پسند عالمن

ڪفر جون فتوائون ڏئي، تحريڪ ۽ صاحب تحريڪ کي بدنام ڪيو. ٽئين طرف ڪانگريس هن عسڪري تنظيم کي برداشت ڪري نہ سگهي، چوٿين طرف مسلم ليگ جي مصلحت آميز ۽ سرد مزاج ليڊرن، هن ولولہ انگيز ۽ مجاهدانہ تنظيم جو ساٿ نہ ڏنو: نتيجو اهو نڪتو، جو انگريزن بهانو بڻائي، تحريڪ کي ڪچلي ڇڏيو.

اها بہ حقيقت آهي تہ ڪانگريس جي ڪن ليڊرن، مهاتما گانڌيءَ کي هن تحريڪ متعلق غلط فهمين ۾ وجهي ڇڏيو ۽ هن تحريڪ کي نظر انداز ڪري، قائداعظم محمد علي جناح ڏانهن متوجهہ رکيو. نتيجو اهو نڪتو جو ملڪي معاملات جو آخري حل، انگريزن جي رضامنديءَ سان ڪانگريسي ليڊرن ۽ مسلم ليگي رهنمائن جي رحم ڪرم تي ڇڏيو ويو، ۽ قائداعظم ۽ علامہ مشرقيءَ جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي وئي.

علامہ صاحب مرحوم 'پاڪستان' جي قيام جو قائل هو، پر سندس نصب العين ۽ طريق ڪار، ۽ سندس داخلي ۽ خارجي معاملات جو رخ، نڪو انگريزن تسليم ڪيو ۽ نڪو ڪانگريسي ۽ مسلم ليگ وارن جي ئي سمجهہ ۾ آيو، لهذا تحريڪ ناڪامياب رهي.

ملڪ جي تقسيم کان پوءِ بہ علامہ مرحوم، ملڪ و ملت جي خدمت ۾ ٻين ليڊرن کان پيش پيش

وهيو؛ پنهنجي مجاهدانه خدمتن کي ڪشمير لاءِ آڇيندو وهيو، پر وقت جي صاحب اقتدار ساڻهن ان طرف ڪوبه توجهه نه ڏنو.

علامه جي سياسي بصيرت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو جو سندس پيشگويون حرف بحرف سچيون نڪتيون. سندس رياضي اصولن واري ديني بصيرت ڪڏهن به غلط اندازو نه لڳايو. اهوئي ٿي گذريو، جنهن متعلق علامه صاحب رڙيون ڪندو آيو. اڃا ڪائين انهن غلطين جي ڪلافي نه ٿي آهي.

بهرحال، علامه مرحوم پنهنجي جامع الڪمالات حيثيتن مان نه فقط هڪ مجاهدانه تحريڪ جو سربراهه ۽ هڪ عالم دين هو، پر ان سان گڏ قرآن جو مبّصر، محقق ۽ مفسر، جديد علوم جو عالم ۽ نقاد، مفڪر ۽ رياضيدان، پر ان سان گڏ سائنسدان ۽ يگانه روزگار فرد هو. سندس فضل ۽ ڪمال جا ماڻهو مشرق ۾ صدين کان پوءِ پيدا ٿي سگهندا.

ڪاش، علامه مرحوم يورپ ۾ پيدا ٿئي ها يا آئن سٽائن جي مشوري تي ساڻس گڏجي ڪم ڪندو وهي ها ته هوندهن بيذوق ۽ بيعمل، شاعرانه ماحول ۽ دقيانوسي نظام حيات جو شڪار نه ٿئي ها! رب ڪريم کيس مرهي، ۽ سندس ولوله انگيز شخصيت جو ڪو نعم البدل پيدا ڪري. سندس ياد جو بهترين طريقو اهو آهي ته سندس ڪتابن کي غور سان مطالع ڪيو وڃي - انا الله ....

## ائڊولس هڪزلي

برطانيه جي مشهور فلسفي ۽ روحانيت پسند عالم ائڊولس هڪزلي کي بين الاقوامي شهرت حاصل هئي. افسوس جو اهو شهرهء آفاق فلسفي تازو وفات ڪري ويو آهي. هڪزلي، مغربي تهذيب ۽ ان جي مادي نظريات ۽ موجوده دور جي طرز حيات ۽ طرز حڪمرانيءَ جو وڏو نقاد هو. سندس فلسفي جو مرڪزي موضوع هو امن پسندانه نظام پيدا ڪرڻ، ۽ انسان ذات ۾ روحانيت کي آجاگر ڪرڻ. ان سلسلي ۾ هڪزلي عيسائيت جي بيروح ۽ رسمي مذهبي نظام جا به خوب چوڏا لاٿا آهن سندس تحريرون مذهبي رجعت پسند ماڻهن لاءِ پڻ ولوله انگيز ثابت ٿيون. مذهبي پيشوا سندس سخت تنقيدن جو ڪڏهن به جواب ڏيئي نه سگهيا. ان طرح، بيروح مادي نظريه حيات تي سندس تنقيدون نه فقط ماده پرست نظام لاءِ موت جو پيغام ثابت ٿيون، پر ان سان گڏ اهل فڪر ماڻهن جو اهڙو وسيع حلقو پڻ پيدا ٿيو آهي، جنهن جي سوچ ۽ پرجهڻ ۾ انسان ذات جي امن ۽ خوشحاليءَ، روحانيت ۽ اخلاق جا قدر موجود آهن. هڪزلي جو چوڻ آهي ته عيسائيت جو بيروح نظام انسان جي همه گير مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ ناڪافي آهي، ان طرح موجوده ماده پرست

نظام ۾ انسان جي اخلاقي ۽ روحاني تقاضائن کي پورو نٿو ڪري سگهي. اهو ياد رهي ته هگزلي روحانيت پسند عالم هو، ۽ خاص طور تصوف ۽ ويدانت تي سندس وسيع نگاهه هئي. سندس احبابن ۾ وڏن وڏن مذهبي عالمن، صوفين ۽ روحانيت پسند فلسفين جو وسيع حلقو شامل آهي. سندس چوڻ آهي ته انسان محض گوشت ۽ پوست جو ٿهيل نه آهي، جنهن جي پوري زندگي فقط پيٽ جي مسئلن لاءِ وقف رهجي وڃي ۽ هو عيش ۽ دنيوي آسودگيءَ لاءِ جدوجهد ڪندي، رڳو حيواني تقاضائن کي پوري ڪرڻ لاءِ ختم ٿي وڃي؛ انسان جي زندگي هڪ مقصد لاءِ آهي، ۽ اهو مقصد آهي زندگيءَ جي تعمير، انسان ذات لاءِ امن ۽ ايمان صلح ۽ سلامتيءَ جو ماحول پيدا ڪرڻ، رنگ ۽ نسل، مذهب ۽ ذات پات جي ٻنڌڻن کان آزاد ٿي، عالمگير نظام حيات جي پيدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ، ۽ انسان ۾ روحاني ۽ اخلاقي قدرن کي پيدا ڪرڻ. ان سلسلي ۾ هگزلي جي فن ۽ فلسفي کي دنيا جي عظيم عالمن ساراهيو آهي. هگزلي هميشه جنگ جي خلاف جدوجهد ڪندو رهيو آهي. موجوده دنيا جڏهن جنگ کي مقدس ديوتا جي حيثيت ڏني، تڏهن هگزلي جو تنقيدي لب لهجو حد کان وڌيڪ سخت ۽ تلخ رهيو. مذهب پسند جنگجو طاقتن جڏهن پنهنجي مدمقابل قوتن کي ڪچلڻ لاءِ اهو نعرو هنيو ته اسين 'خدا جي

ٻادشاهت‘ لاءِ جدجهد ڪري رهيا آهيون، خدا اسان جو مددگار آهي، اهو اسان جي فتح ۽ نصرت لاءِ غيبي امداد ڪري رهيو آهي، تڏهن هگزلي انهن کي دندان شڪن جواب ڏيندي چيو:

”اوهان جون جنگيون، جي ’صليب‘ جهڙي مقدس نشان جي سايي ۾ لڙيون وڃن ٿيون؛ اوهان جون فوجون، جي پاڻ سان چڪلن کي ساڻ ڪٺي ميدان جنگ ڏانهن وڪ وڌائن ٿيون؛ اوهان جون فوجي تدبيرون، جن ۾ انسان دشمن جنگي هٿيارن کان سواءِ ٻي ڪابه امن پسند چيز ڪانه آهي .... چا، اوهان جو خدا انهن سيني جنگ پسند ۽ انسانيت ڪُش تدبيرن ۾ به اوهان جو مددگار آهي؟ اوهين چئو ٿا ته هائو، اسان جون مقدس صليبي لڙايون خدا جي ٻادشاهت جي قيام لاءِ لڙيون وڃن ٿيون، تڏهن مان چوان ٿو ته اگر اوهان جي دعوا اهائي آهي ته پوءِ چئبو ته اوهان جو خدا به چڪلن جو خدا آهي، انسانيت جو دشمن خدا آهي، هٿيارن ۽ فوجي سامانن جو خدا آهي، جو اوهان جي چوڻ تي لڳي، هيءَ صلح پسند قومن کي ختم ڪرڻ لاءِ اوهان جي مدد به ڪري رهيو آهي!“

هگزلي جڏهن ڏٺو ته استبداد ۽ تشدد، وحشت ۽ ٻربريت کي قائم رکڻ لاءِ هر ويرو خدا جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو ۽ محض ’برڪت‘ لاءِ خدا جو اقرار ڪيو

وڃي ٿو، باقي حڪومت جو نظام چند ماڻهوئي هلائين ٿا، تڏهن چيائين:

”اوهان جي زبانن تي خدا ـ خدا آهي، پر اوهان بهرين درجي جا منافق ۽ خدا جا دشمن آهيو. اوهان جي عملي زندگيءَ ۾ نه خدا جو خوف آهي، ۽ نڪو اوهان جي اخلاق ۾ خدا پرستانه جذبات جو وجود آهي؛ اوهين زبان سان ’خدا جي بادشاهت‘ جا نعرا ته هڻو ٿا، پر اوهان جو هر عمل خدا جي خلاف آهي. اوهين اهو عملي طرح انڪار ان ڪري ڪريو ٿا، ڇالاءِ جو اوهان جي حڪومتن جو نظام چند سيڪريٽرين جي هٿ وس آهي. برطانيه جو خدا، برطانيه جا 45 سيڪريٽري آهن، جي مختلف النوع محڪمن کي هلائي رهيا آهن. ان طرح، هڪ خدا جي مقابلي ۾، هر ملڪ ۾، چند سيڪريٽرين جي هٿ ۾ ملڪ جون واڳون آهن. افسوس اهو آهي ته اهي پنهنجي منافقانه طرزِ حيات ۾ هرويرو ’خدا‘ جو نالو وٺن ٿا!“

هڪزلي جي اهڙين سخت تنقيدن کيس وطن کان هجرت ڪرڻ تي مجبور ڪيو، ۽ لڏي وڃي آمريڪا ويٺو، جتي تازو وفات ڪيائين. سندس ڀاءُ جولين هيڪسلي، مشهور سائنسدان اجا جيئرو آهي.

# آمريڪي صدر، جان ڪينيڊي

هن دور جي شديد ۽ وحشت انگيز المناڪ ۽ جگرِدوز واقعن ۾ آمريڪا جي نوجوان صدر، جان ڪينيڊيءَ جو قتل هڪ انتهائي المناڪ تاريخي حادثو آهي. سندس قاتل نه فقط هڪ دور ۽ هڪ قوم کي قتل ڪيو آهي، بلڪ ان سان گڏ پوريءَ دنيا جي باشعور ماڻهن جي دلين کي پڻ مجروح ڪري ڇڏيو آهي. پوري دنيا هن نوجوان صدر جي قتل کي هن تهذيبي دور ۾ وحشت ۽ بربريت جو بدترين سانحو قرار ڏيئي چڪي آهي. هن تهذيبي ۽ سائنسي دور ۾ ان قسم جي قاتلانه حرڪت جو تصور به نٿو ڪري سگهجي ته ڪا ظالم هن دور جي سڀ کان وڏي جمهورپسند نظام جي سربراهه کي ائين ڏينهن ڏٺي جو گولين جو شڪار بنائي سگهي ٿو!

ڪينيڊي اگرچ هڪ انسان هو، ۽ اسان وانگر گوشت ۽ پوست جو مرڪب ماڻهو هو، پر سندس حيثيت هڪ تاريخي انسان ۽ هڪ تاريخي دور جي آهي. جوانيءَ جي ولولن ۽ حوصلن جي اعتبار کان، جوان ساليءَ ۽ نوخيزيءَ ۾ ايتري اهم ۽ عظيم اقتدار جو جمهوري تاج جنهن مخلصانه جدوجهد ۽ جاکوڙ کان پوءِ ڪينيڊيءَ هٿ ڪيو ۽ سنڀاليو، ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. پنهنجيءَ جاءِ تي، موجوده تاريخي ۽ جمهور پسند دور ۾ هي به هڪ تاريخي واقعو آهي. ليڪن انسان جي بربريت ۽ وحشت لاءِ ڇا چئجي؟ اسن

۽ صلح جي بين الاقوامي قدرن جي تبليغ ۽ اشاعت جي موجوده دور ۾، اهڙو ڪينيڊي، جو عالمي امن ۽ صلح سلامتي ۽ حفاظت، انساني وقار ۽ عزت سان گڏ پنهنجي قومي عظمت، ملڪي شان ۽ اجتماعي غلبي، باالخصوص پنهنجي ملڪ مان گورن ۽ ڪارن جي اختلاف کي مٽائڻ لاءِ رات ڏينهن مصروف ڪار هو، ان کي هڪ ذليل گوليءَ جي هڪ وار، شيشي وانگر چڪنا چور ڪري ڇڏيو!

لعنت آهي اهڙيءَ ذليل حرڪت تي! اسين مذمت ڪريون ٿا اهڙي ذليل وحشيءَ جي، جنهن پنهنجي خباثت باطنيءَ ۽ بزدليءَ جو ان غلط نموني ۾ مظاهرو ڪيو آهي. دنيا ملامت ڪري رهي آهي اهڙي انسانيت جي دشمن تي، جنهن پنهنجي قوم ۽ ملڪ کي بدنام ڪيو ۽ ان سان گڏ انساني شرف ۽ عظمت کي خاڪ ۽ خون ۾ ملائي ڇڏيو. اسان کي افسوس آهي جو هن دردناڪ حادثي نه فقط باشعور انسانن کي رنج پهچايو آهي، پر ان سان گڏ هن دور جي سڀ کان وڏي ترقي يافته ملڪ کي بہ داغدار ڪيو آهي، بدنام ۽ رسوا ڪيو آهي، ۽ جمهور جي امن پسندانہ ۽ صلح جويانہ ڪوششن تي ڪاري ضرب هنئين آهي. لعنت آهي ان وحشيءَ ۽ پاڳل تي، ان جي مرده دل ۽ مرده ضمير تي، جنهن جي ذليل حرڪت نہ صرف پنهنجيءَ قوم کي ذليل ڪيو آهي، پر ان سان گڏ هڪ اهڙي جوان همت انسان کان پوريءَ انسان ذات کي محروم

ڪيو آهي، جنهن جي تدبر ۽ بلند حوصلي، امن عالم لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو هو.

ڪينيڊي صدارت جي عهدي تي فقط ٻه سال ۽ ڏهه مهينا رهيو. سندس ايتري مختصر زندگي هڪ دانشمند ۽ بلند نظر، تيزگام ۽ محنتي محب وطن ۽ محب انسانيت جي زندگي رهي. ٻن سالن ۽ ڏهن مهينن جي ان قليل عرصي ۾ ڪينيڊيءَ جي سياسي مصلحت هڪ طرف روس جي وزير اعظم خروشچوف جي گهن گرج کي ختم ڪري ڇڏيو، ۽ ٻئي طرف روس جي مقابلي ۾ سائنسي تجربن جي ڊوڙ ۾ قدم وڌايو. انهن ٻن سالن جي مختصر دور ۾ ڪينيڊيءَ آمريڪي حبشين جي صدين کان ونئي دٻيل آواز کي دوباره اڀرڻ جو موقعو ڏنو. انهن ٻن سالن ۾ ڪينيڊيءَ بين الاقوامي سياسي مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ عظيم الشان خدمتون بجا آنديون. ان ئي عرصي ۾ هن لائوس ۽ ڪيوبا جي مسئلن کي منهن ڏنو، روس سان تعلقات وڌايا ۽ چين لاءِ نرمي اختيار ڪئي.

ڪينيڊيءَ، شڪ ناهي ته سياسي نقطه نظر سان ڪيتريون غلطيون به ڪيون. سندس انتها پسندانه روش چين ۽ ڀارت جي هنگامي ڪشمڪش جي دور ۾ نهايت ڏکوئيندڙ حد تي پهتي. مشرق کي ڪميونزم جو ڀوت ڀڄائي، انهن کي بچائڻ لاءِ وڏيون امدادون ڏئي، اسان جي وطن کي جنهن نموني ۾ نظر انداز

ڪري ڪمزور رڪڻ جي پاليسي اختيار ڪئي وئي، ما چين جي مقابلي ۾ دفاعي مصلحت جي ساڃحت ٿي سهي، تاهم وڏي غلطي هئي، جنهن جي تلافيءَ لاءِ سندس جانشين، جانسن، گهريءَ سوچ ۾ پئجي ويو آهي. باوجود انهن غلطين جي، ڪينيڊيءَ، پنهنجي نوخيز ۽ ولوله انگيز جوانيءَ ۾، باشعور نوجوانن جي سربراهه جي حيثيت سان پختہ ڪار اڳواڻن ۽ آزموده ڪار سياستدانن وانگر، عالمي مسئلن، خاص طور هن دور جي آيرندڙ ۽ وڌندڙ شعور جي ترجماني جنهن نموني ۾ ڪئي آهي، اها آفرين ۽ تحسين جي قابل آهي. سندس غلطين سندس اخلاقي معيار کي اجا بہ زياده رنگ ڏنو آهي. آخر تہ ڪينيڊي بہ هڪ انسان هو، ۽ غلطين کان تہ ڪوبہ انسان پالهو ڪونہ آهي.

بهرحال، ڪينيڊي زنده رهندو، آمريڪي قوم جي تاريخ ۾؛ ڪينيڊي زنده رهندو، جوانيءَ جي ولوله انگيز ۽ جرات مندانہ تاريخ ۾، ۽ تاريخ عالم جي ورقن ۾. سندس پوئين تقرير جا لفظ آهن:

”هن کان پوءِ ووٽن ياگولين سان ٿي آزاديءَ کي ختم ڪري سگهبو.“

صدر ڪينيڊيءَ جي ڪردار جي اهميت نہ فقط تاريخي نقطہ نظر سان تحسين جي قابل آهي، پر ان کان وڌيڪ، ان جي عمراني حيثيت بہ قابل فخر آهي. صدر ڪينيڊيءَ کي ذڪر آمريڪا ۾ پيدا ٿيل گورن جي

نسلي تعصب کي ختم ڪرڻ جي سلسلي ۾ اِن طرح
ٺي ماريو ويو، جيئن اڄ کان سؤ سال ڪن اڳ عظيم
آمريڪا جي عظيم معمار، آمريڪي قوم جي ابي، ابراهام
لنڪن جهڙي همدرد خلائق مصلح کي ڏينهن ڏٺي جو
گولي هڻي ماريو ويو هو. تازو ڏکڻ آمريڪا ۾ گورن
۽ ڪارن جي باهمي آويزش خطرناڪ صورت اختيار
ڪئي هئي. ان سلسلي ۾ هزارها بيگناه شيدي ماريا ۽
جلايا ويا هئا، ۽ کين انساني شرف ۽ آزاديءَ جي
حقن کان محروم رکڻ لاءِ هڪ پرپور ۽ همه گير تحريڪ هلي
رهي هئي. صدر ڪينيڊي ان انسان ڪُش فتني کي
ختم ڪرڻ لاءِ سردانه وار ۽ مخلصانه جدوجهد سان
ڪم ڪيو، ۽ ڪارن جي انساني برابريءَ کي برقرار
رکڻ لاءِ سخت قانوني قدم کنيا. هن غريب ڪارن کي
انساني برادريءَ ۾ بلند مقام ڏياريو ۽ ان ئي مقصد
خاطر پنهنجي جان قربان ڪيائين. صدر ڪينيڊيءَ
پنهنجي پيش رو مصلح، ابرهام لنڪن، جي شروع ڪيل
جدوجهد کي جنهن بلند حوصلي سان پايه تڪميل تي
پهچايو آهي، ان جي حيثيت عالمي ۽ تاريخي بنجي
چڪي آهي.

اها تحريڪ، جا هڪ سؤ سال اڳ پيدا ٿي هئي،
۽ جنهن جي خلاف ڏکڻ آمريڪا جي رياستن بغاوت
ڪري ابراهام لنڪن کي گوليءَ سان مارايو هو، ان
تحريڪ کي تڪميل تي پهچائڻ جي سلسلي ۾ ڏکڻ

آمريڪا جي ڪن باغي رياستن جي بغاوت سان ٽڪر کائي به مقابلو ڪرڻو پيو، ۽ ان ئي مقصد جي راهه ۾ پنهنجي جان قربان ڪرڻي پئي.

"صلئه شهيد ڪيا هي، تب و تاب جاودانه!"

## مير غلام علي خان ٽالپر

هيءَ خبر وحشت اثر ملڪ و ملت لاءِ ڏک جو سبب ٿي آهي ته سنڌ جو ممتاز ۽ پراڻو سياستدان ۽ قومي ليڊر، مير غلام علي خان ٽالپر، 19 - آڪٽوبر 1963ع تي، منجهند جو، داعيءَ اجل کي لبيڪ چوندي، دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويو - انا لله وانا اليه راجعون.

مرحوم مير غلام علي خان جي ذات سنڌ جي مشهور حڪمران خاندان جي آخري نشاني هئي. مير صاحب پنهنجي بزرگن جي خانداني روايتن ۽ تهذيبي حيثيتن جو آخري وارث هو. سندس طبع ۾ انڪساريءَ سان گڏ بلندي، ۽ بلندي سان گڏ درويشيءَ جهڙا آثار موجود هئا. سندس وفات نه صرف سنڌ لاءِ، پر سڄي پاڪستان لاءِ هڪ ناقابل تلافي سانحي جي حيثيت رکي ٿي. مير صاحب جي انتقال سبب سنڌ هڪ محب وطن، فياض، سير چشم، سخي ۽ غريبن ۽ يتيمن جي پشت پناهه کان محروم ٿي وئي آهي، پاڪستان هڪ

بـااصول ۽ ديانتدار سياستدان کـان خـالـي وهجي وبو آهي.

مير صاحب مرحوم نه فقط هڪ اعليٰ خاندان جي تهذيبي روايتن جو مجسمو هو، پر ان سان گـڏ هڪ مخلص ۽ ايماندار، اٽڪ ۽ اڻورچ سماجي ڪارڪن به هو. مرحوم جون سياسي خدمتون سنڌ ۽ پاڪستان جي تاريخ ۾ ڪڏهن به وساري نه سگهبيون. ميرصاحب مرحوم جي سياسي اعتدال واري روش، مرنج ـ مرنجان طبيعت، غريبن ۽ يتيمن جي سارسنڀال لهڻ واري عادت، پنهنجن ۽ پراون سان مروت، سياست جي پيچ و خم ۾ سيانه روي ۽ اعتدال پسنديءَ جي ڪري، سنڌ کي منٽس فخر ڪرڻ جو حق آهي.

مير صاحب پنهنجي ذاتـي اخلاق ۽ ڪردار جي حيثيت سان موجوده دور جي سياستدانن، ليڊرن ۽ وڏن ماڻهن لاءِ هڪ مثالي انسان ڪري شمار ڪيو ويندو هو. مير صاحب جي سياسي مشرب ۽ مسلڪ سان بعض ماڻهن کي اختلاف جو حق حاصل آهي، پر جيستائين سندس شخصيت جو تعلق آهي، اها ته هر ڪنهن وٽ احترام جي لائق رهندي آئي آهي. سندس سخت ترين مخالف به سندس نالو عزت ۽ محبت سان وٺي رهيا آهن، ۽ عوام سندس لاءِ هنجون هـاري رهيو آهي. سندس ڏر جا ماڻهو، هاري نـاري، زميندار ۽ واپاري، اديب ۽ عالم، سياستدان، قومي ورڪر، ايڊيٽر ۽ صحافي،

سڀ ڪيس خراج عقيدت پيش ڪري چڪا آهن. مير صاحب مرحوم جي هر دلعزيز ۽ پياري شخصيت لاءِ اڻين چوڻ ڪافي آهي ته سنڌ جي خدمتن ڪي ملڪ جي ميني ليڊرن، صدر مملڪت کان وٺي مختلف سياسي ۽ قومي پارٽين ڏانهن، متفقه طور ساراهيو آهي.

مير صاحب جي سياسي زندگي سنڌ ۽ پاڪستان جي سياسي تاريخ سان اهڙي ته ڳنڍيل آهي جو هڪهي کي جدا ڪري نٿو سگهجي. صرف مارشل لا کان پوءِ ڪجهه عرصو گوشه گير ٿي رهيو، پر پابنديون لهڻ شرط دوباره ميدان سياست ۾ آيو ۽ اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيو.

سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ جي تحريڪ ۾ پڻ مير صاحب گهڻي جدوجهد ڪئي، ۽ ان وقت جي مشهور قومي اڳواڻن سان دوش بدوش ان عظيم جدوجهد ۾ حصو وٺندو رهيو.

1937ع ۾ مير صاحب سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو، ۽ پوءِ سنڌ جي پارليامينٽري سيڪريٽري ڪيو ويو. ڇهن سالن کان پوءِ، مير صاحب مرحوم سنڌ جو وزير داخله ٿيو. پاڻ اهو دور نهايت امن ۽ مروت، صلح ۽ محبت سان هلايائين، ۽ ڪنهن به شخصيت يا ڪنهن به گروهه کي ڪنهن به شڪايت جو موقعو نه ڏنائين.

پاڪستان جي جدوجهد ۾، سنڌ جي سڀني اعتماد جوڳن ليڊرن ۾ سڀني کان پيش پيش رهيو. سنڌس

ڪارڪردگيءَ ۽ اخلاص ۽ ايثار جو اعتراف خود قائداعظم ۽ قائد ملت ڪي به هو. ان سلسلي ۾ مير صاحب مرحوم پاڪستان ٺاهيندڙن جي صف اول ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو، ۽ کيس قائداعظم ۽ قائد ملت جي معتمد احبابن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو.

پاڪستان جي قيام کان پوءِ، مرحوم مير صاحب سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر ۽ روينيو وزير ٿي رهيو. 1954 ـ 56ع ۾ مير صاحب مرحوم کي مرڪزي وزارت ۾ وزير اطلاعات ۽ وزير داخله بڻايو ويو.

مير صاحب مرحوم هميشه مسلم ليگ سان وابسته رهيو، ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو پڻ ڪافي وقت تائين سرگرم ممبر ٿي رهيو. مسلم ليگ جي اهم فيصلن ۾ مير صاحب مرحوم ڪافي بهرو ورتو. سندس انهن خدمتن جو اعتراف مسلم ليگ جا سربرآورده ليڊر اڄ به ڪري رهيا آهن.

مير صاحب مرحوم جيتوڻيڪ هڪ وڏي امير ۽ متمول خاندان ۾ پيدا ٿيو، مگر سندس دروازا غريبن، يتيمن، سائلن ۽ مصيبت زده ماڻهن لاءِ هر وقت کليا رهيا. مير صاحب هڪ نيڪ طبيعت، شريف النفس، خوش خلق، همدرد خلائق، سخي ۽ ديندار ماڻهو هو.

علم و ادب سان به سندس گهري دلچسپي هئي. ان سلسلي ۾ مسٽر غلام محمد شاهواڻي مرحوم جو ڪتاب 'علمي خزانو' موجود آهي، جو مير صاحب جي چوڻ

تي لکيو ويو. اهو ڪتاب مثنوي روم جو نثر ۾ ترجمو آهي، ۽ ان جا فقط ٻه جلد تيار ٿي سگهيا.
مير صاحب وٽ هميشه سنڌي موسيقيءَ جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون، جن ۾ سنڌ جا مشهور ڳائڻا ايندا هئا ۽ انعام اڪرام حاصل ڪندا هئا. مير صاحب ڪڏهن ڪڏهن ٿلهيليءَ تي، چانڊوڪين ۾، بيٺڪين ۾ محفلون ڪرائيندو هو، جن ۾ ڪيئي اديب ۽ فنڪار شريڪ ٿيندا هئا.

سنڌس سياسي نقطءِ نظر ۾ هميشه عوام ۽ ملڪ جي ڀلائي سمايل هوندي هئي. سنڌس سياست ۾ نڪا سازش هوندي هئي، ۽ نڪا دل آزاري. هو ان سياست جو علمبردار هو، جنهن جو بنياد ديانت تي هوندو هو.

مير صاحب مرحوم شڪار جو به شوقين هو. شڪار سنڌس خاندان جي گويا دائمي روايت هئي، جنهن کي مير صاحب مرحوم ان ئي شان سان برقرار رکندو آيو. ان سلسلي ۾ وٽس پاڪستان جي صدرن ۽ گورنرن کان وٺي، باهران آيل شاهي خاندان جا مهمان، يورپ جا سفير، بادشاهه ۽ شهزادا ايندا ويندا هئا. موجوده صدر مملڪت به ڪئين ڀيرا ان سلسلي ۾ مير صاحب مرحوم جو مهمان خصوصي ٿي آيو، ۽ مير صاحب جي مهمانوازيءَ ۽ عظيم شخصيت کان ڏاڍو متاثر ٿيو.

سنڌ ۽ پاڪستان جي خدمتن کان سواءِ پنهنجي ترقي ڏيندڙ ڏيڻ لاءِ بہ سنڌس سماجي ۽ تعليمي،

علمي ۽ ادبي خدمتون وسارڻ جهڙيون نہ آهن. سندس ڪوششن سان ڪئين ڪارخانا کليا ۽ درسگاهون قائم ٿيون. ان طرح، ڪئين عوامي ادارا سندس دم قدم سان قائم ٿيا، جي اڄ بہ ان تڪ جي عوام جي خدمت ڪري رهيا آهن.

مير صاحب جو دسترخوان هميشه ڪشادو رهيو. سنڌ جي وڏن ماڻهن سان ڪي اهڙا ٿورا ملندا، جن جا دسترخوان پنهنجن ٽوڙي پراون لاءِ هميشه ڪشادا رهيا هجن.

مير صاحب مرحوم صوم و صلوات جو پابند هو، ۽ زيارت حرمين شريفين کان بہ فائز رهيو. مسجدن جي خدمت، عالمن ۽ طالب العلمن جي امداد لاءِ سندس هٿ هميشه ڪشادو رهيو.

مير صاحب مرحوم ٻن-ٽن سالن کان پوءِ دل جي بيماريءَ ۾ مبتلا هو. افسوس جو هڪ ٻن ڏينهن جي دوري ڪانپوءِ، ويهن منٽن اندر، پنهنجن عزيزن قريبن کي دائمي مفارقت ڏيئي، عالم ارواح ڏانهن راهي ٿيو. مير صاحب نهايت خوش وضع، هشاش بشاش ۽ کلڻو ملڻو هو. سندس عمر 55 سال کن هئي.

هن سانحي ۾ اسين مرحوم جي پسماندن، سندن ڀاءُ مير عليمنواز خان ۽ سندس فرزند مير اعجازعلي خان ۽ سندس ٻين عزيزن سان دلي همدرديءَ جو اظهار ڪندي، بارگاهہ ايزديءَ ۾ دست بدعا آهيون تہ رب

ڪريم مرحوم ڪري مرهي ۽ سندس صحيح ۽ صالح نعم‌البدل عطا فرمائي.

مير صاحب جي تعزيت جي سلسلي ۾، سنڌ ۽ پاڪستان جي ليڊرن، عالمن ۽ اديبن ڪيئي پيغام ارسال ڪيا، جن ۾ سندس خدمتن جو اعتراف ڪيو ويو آهي. ان طرح سنڌ ۽ پاڪستان جي موقر جريدن، ايڊيٽوريل لکي، کيس خراج تحسين پيش ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ صدر مملڪت محمد ايوب خان، مير اعجاز علي خان ٽالپر ڏانهن موڪليل پيغام ۾ چيو آهي:
"مونکي مير غلام علي خان جي وفات جو ٻڌي وڏو صدمو رسيو آهي. اها هڪ وڏي ۾ وڏي ڏک جهڙي ڳالهہ آهي." ان طرح، قومي اسيمبليءَ جي ڊاڪا واري گـــذريـــل اجـــلاس ۾ پـــڻ تعزيت جـــو ٺهراءُ پاس ڪري، مير صاحب جي سياسي ۽ ملڪي خدمتن جو اعتراف ڪيو ويو آهي. ان سلسلي ۾ سنڌ جـي مشهور شاعرن پڻ قطع تاريخ لکي، مير صاحب جـي شخصيت ۽ مقبول عام حيثيت کي قلمبند ڪيو آهي.
سنڌ جي مشهور عوامي شاعر، مولانا حاجي احمد صاحب ملاح، سنڌيءَ ۾ هيٺيون قطعو لکيو آهي:

آهہ ويئي دوستن جي جان جلي، ويو گذاري گوهر غلام علي.
مير صاحب سيون ڪريم لقب، سنڌ جي سونهن، منجهہ صفات ولي.
عدل ۾، فضل ۾، فضيلت ۾، ڳڻ سندس ڳائجن ڳلي ٻہ ڳلي.
بوالفضولي ڪا ن ساڻ فضل خدا، جان پنهنجي جوانمرد پتلي.

بلبليون باغ جي بجا بر ۾، گل گلابي ويو چمن مان چلي.
متقي، پائبند صوم صلوات، روزشب ذڪر ۾ خفي جلي.
رحمت الله، شال رب مرهيس، ڏيس عليين ۾ مقام علي.
پٽ پوٽا سندس سنڀالن شال، ويروارث سندن وڏي جي ولي.
پنجونجاهه عمر ۾ افسوس، ٿئي جلوي سندس ڪان جاءِ ٿلي.
سن تيرهن سو ٿيا اسي هجري، جاءِ جنات ۾ جناب جهلي.
روز اول، جمادي الاخر، آخرت ڏي ويو حليم هلي.
ڏينهن ڇنڇرجي، وقت ساڍا ٿي، موت آيو منجهند سهل ستلهي.
گهر ڏٺي پاڪ ڪان دعا، 'احمد'، جاءِ بخشش منجهه بهشت پسلي.

فارسيءَ ۾ سولانا حاجي احمد ملاح هن طرح قطعو لکيو آهي:

دريغا ڪه مير غلام علي، امير و فقير و حليم و حلي،
بدرج وفــا گوهر آبدار، ببرج صفا نيّر منجلــي؛
بفضل خداوند حاصل نمود، بدنيا و دين رتبهٔ معتلي؛
شب و روز مشغول بودش مدام، دل و جان بذڪر خفي وجلي:
درين دور پر شور و شر و شراب، همه زندگي پاڪ همچو ولي؛
بشنبه يڪم مـاه ثاني جماد، بوقت زوال ســرا جلي؛
سن سيزده صد بهشتاد وسه، تن او شدز پاڪ جان منخلي؛
ز 'احمد' دعا، رحمت الله عليه،
"بعليين بــادا مقامش علـــي."
(جمادي الثاني، سن ١٣٨٣ هجري)

ان طرح مولانا محمد صاحب ٻنهي واري، هن طرح قطعو لکيو آهي:

بفرياد نالم ازين چرخ پير، بيفگند در پرده بدو منير،
کريم الفضائل، ديانت پسند، اسيري نکوراءِ روشن ضمير،
اجل ناگهانش در آغوش کرد، به هر نفس نوبه رسد ناگزير،
باخراج تاريخ سال وفات، شد آواز هاتف بعالم شهير،
که "عفو الاهي، غلام علي" خدايا بجنت بود جائگير. (۱۳۸۳)

آخر ۾ دعا آهي ته رب ڪريم ڪيس مرهي ۽ جنت ۾ جاءِ عطا ڪري!

## سيد ميران محمد شاهہ 'مير'

سنڌي ادب ۽ ان جي شائقين لاءِ هيءَ خبر وحشت اثر آهي ته سنڌ جو هڪ ممتاز سياستدان، اديب ۽ شاعر، الحاج سيد ميران محمد شاهہ 16 نومبر 1963ع تي شام جو ساڍي ڇهين بجي، پنهنجي حيدرآباد واريءَ رهائشگاهہ ۾، لاڏاڻو ڪري، وڃي آخرت جو مڪين ٿيو — إنالله وإنااليه راجعون.

مرحوم ميران محمد شاهہ، پنهنجيءَ جامع حيثيت سان هڪ تاريخي دور هو، هڪ مخصوص خطي جي ثقافت ۽ زبان، ادب ۽ تهذيب جو نمائنده دور هو، اهو اڄ پايہ تڪميل تي پهتو. نڪرُ، پنهنجي ثقافتي سرمايي کان ڌهي دست ٿي ويئي، ۽ سنڌي ادب هڪ

هير خواهه کان تهي دامن!

ٺٽي جي مشهور سادات خاندان جي چشم و چراغ، مرحوم شاهه صاحب، وڪالت جي مرحلي کان پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. لوڪلبورڊ جي صدارت کان وٺي، سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ، سنڌ جي وزيريءَ ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪريءَ تائين پهتو. آخري دور ۾ پاڪستان پاران اسپين ۾ سفير ٿي رهيو. سندس زندگي مسلسل جدوجهد ۽ ڪاوش آهي. علم و ادب شعر و ثقافت، حڪومت ۽ سياست جي تاريخ ۾ شاهه صاحب مرحوم مغفور جو نالو دائمي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. سندس سياسي ۽ ملڪي، علمي ۽ ادبي خدمتن جو سلسلو پڻ وسيع آهي. افسوس جو سندس وفات کان پوءِ جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، ان جو پرجڻ مشڪل پيو نظر اچي.

سوانح حيات. شاهه صاحب مرحوم، 19 مارچ 1898ع ۾ ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. سندن والد سيد حاجي زين العابدين شاهه مرحوم هو. پاڻ متعلوي سادات خاندان جو چشم و چراغ هو. سندن وڏن مان سيد امير علي شاهه، تيمور سان گڏ هت پهتو. شاهه صاحب جو خاندان، ٻارهين صدي هجريءَ جي ابتدا ڌاري، ملتان مان لڏي، اچي ٺٽي ۾ سڪونت پذير ٿيو.

شاهه صاحب جي وڏن ۾ سيد محمد شاهه هڪ

ڪامل بزرگ، طبيب ماهر ۽ قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. شاهه صاحب جو ڏاڏو، سيد ميران محمد شاهه اول به پنهنجي دور جو لاثاني حڪيم ۽ اهل قلم ٿي گذريو آهي. سندس ڪتابن مان "سڌاتورو۽ڪڌاتورو" ۽ "مفيدالصبيان" نهايت لذيذ ڪتاب آهن. پهريون ڪتاب "مهراڻ" رسالي ۾ شايع ٿي چڪو آهي. شاهه صاحب مرحوم جو والد، سيد زين‌العابدين شاهه پڻ سخن سنج ۽ مجلسن جو مور هو.

شاهه صاحب مرحوم، ٺٽو جهڙيءَ مردم خيز سر زمين ۾ ڄائو. هن مردم خيز خطي ۾ هر قسم جي فن جا استاد گهڻي انداز ۾ موجود هئا. ادبي ۽ علمي مجلسن جي بازار گرم هئي. محمد هاشم 'مخلص'، علامہ اسدالله شاهه 'فدا'، خواجہ محمد حسين جان سرهندي، حاجي محمد حافظ شاهه، حاجي محمد هارون 'دلگير' ۽ حافظ عبدالله 'بسمل'، ساڳئي وقت ۾ موجود هئا. سندن محفلن ۽ مجلسن جي سخن گوئي ۽ سخن سنجي اڄ تائين ٺٽو جي جهونن جي دلين تي نقش آهي. شاهه صاحب انهن مان گهڻن بزرگن، خصوصاً علامہ 'فدا' ۽ حافظ شاهه جي صحبت جو شرف حاصل ڪيو ۽ فيضياب ٿيو. سندس ڪلام ۾ انهن بزرگن جو رنگ جا بجا نظر اچي ٿو.

تعليم ۽ تربيت. مرحوم شاهه صاحب ابتدائي تعليم ٺٽو ۾، مُلا مڪتب ۾، حافظ محمد يوسف ۽ حافظ

محمد هارون 'دلگير' وٽ ورتي، جتي سنڌي، پارسي ۽ قرآن پڙهيائين. پاڻ اڃا اٺن سالن جو هو ته سندس والده ماجده وفات ڪئي، ۽ انهيءَ نصف يتيميءَ جي داغ کيس تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هيڪاري وڌيڪ آماده ڪيو. ٻارهن سالن جي عمر ۾، سال 1910ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ داخل ٿيو، جتان سال 1917ع ۾، بي-اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. قانون پڙهڻ لاءِ بمبئي ويو، جتي 1923ع ۾، گورنمينٽ ڪاليج مان ايل-ايل-بي جو امتحان پاس ڪري، 1924ع کان حيدرآباد سنڌ ۾ وڪالت شروع ڪيائين.

سياست. شاهه صاحب 1924ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. سال 1926ع ۾ کيس ڊسٽرڪٽ سڪول بورڊ جو چيئرمن چونڊيو ويو. 1928ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي ويو، ۽ 1929ع ۾ حيدرآباد ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ ٿيو. سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرڻ جي سلسلي ۾ شاهه صاحب "سائمن ڪميشن" ۽ "ڏوئن ڪاميٽيءَ" سان گڏ ڪم ڪيو، ۽ حيدرآباد ۾ "سنڌ-جدا-ڪانفرنس" سڏائي، ماڻهن کي پنهنجي حق حاصل ڪرڻ لاءِ متحد ۽ بيدار ڪيائين. اهي ڪوششون آخر سجايون ٿيون، ۽ 1936ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪري خود مختيار صوبو بنايو ويو. 1937ع ۾ پهريون ڀيرو،

سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو. 1938ع ۾ اسيمبليءَ جو اسپيڪر بڻيو، ۽ ڏهه سال انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. 1946ع وارين چونڊن ۾ پيهر سنڌ اسيمبليءَ تي چونڊجي ويو، ۽ 1948ع کان 1950ع تائين سنڌ سرڪار جو وزير ٿي رهيو. اتان کيس اسپين ۾ پاڪستان سرڪار طرفان سفير ڪري موڪليو ويو. اسپين مان واپس سنڌ اچڻ بعد، 1954ع ۾، ڪراچي امپرووميئنٽ ٽرسٽ جو چيئرمن مقرر ٿيو، ۽ 1957ع ۾ انهيءَ عهدي تان سبڪدوش ٿيو. ان بعد هو ائگريڪلچرل بئنڪ آف پاڪستان جو چيئرمن بڻيو.

ادبي خدمتون. ادبي ميدان ۾ شاهه صاحب ڪيتريون ئي قابل قدر خدمتون انجام ڏنيون. 1938ع ۾ حيدرآباد ۾ جيڪا "سنڌي مسلم سوسائٽي" قائم ٿي، شاهه صاحب ان جو منتظم ۽ پريزيڊنٽ هو. انهيءَ سوسائٽيءَ ڪيترا مفيد سنڌي ڪتاب شايع ڪيا، ۽ پڻ ادبي محفلون ۽ مشاعرا منعقد ڪري، سنڌي ادب ۽ سنڌي شاعريءَ کي زور وٺايو. انهيءَ ئي سوسائٽيءَ سنڌ ۾ پهريون زنانو مسلم هاءِ اسڪول کوليو، جو اڄ ڏينهن تائين حيدرآباد جي ميمڻ محلي ۾ "مدرسة البنات" جي نالي سان قائم آهي.

1941ع ۾، سنڌ سرڪار، سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ هڪ "سنڌي مرڪزي بورڊ" قائم ڪيو، جنهن سنڌي لغت تيار ڪرڻ جي رٿ

وٺي، ۽ پڻ لائق اديبن کي انعام ۽ معاوضا ڏئي، ڪين معياري ڪتابن لکڻ لاءِ همٿايو. شاهه صاحب 1951ع ڌائين، ڏهه سال، انهيءَ بورڊ جو چيئرمن ٿي رهيو. 1951ع ۾ اڳيون بورڊ بدلائي، نئون بورڊ وجود ۾ آندو ويو، جو هن وقت تائين قائم آهي. شاهه صاحب انهيءَ هاڻوڪي ”سنڌي ادبي بورڊ“ جو پڻ شروع کان وٺي ميمبر رهندو پئي آيو.

پنهنجيءَ وزارت واري وقت ۾، مرحوم شاهه صاحب، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ساليانو ورسي ملهائڻ جي جيڪا شاندار روايت قائم ڪئي، سا سندس زندگيءَ جو هڪ جس جوڳو ۽ يادگار ڪارنامو آهي. ان وقت کان وٺي، هر سال، ”شاهه عبداللطيف يادگار ڪائونسل“ جي اهتمام سان، ڀٽ شاهه تي، شاهه لطيف جي ساليانو ورسي وڏي ڌام ڌوم سان ملهائي ويندي آهي. شاهه صاحب انهيءَ ڪائونسل جو چيئرمن هو. ’شاهه‘ جي ڪلام ذريعي تصوف جي فلسفي کي فروغ ڏيڻ ۽ مقبول بڻائڻ لاءِ هيءَ ’ڪائونسل‘ سنڌ اندر ڪافي ڪم ڪري چڪي آهي. ’ڪائونسل‘ سنڌي موسيقيءَ کي پڻ گهڻي قدر همٿايو آهي. هر سال، ورسيءَ جي موقعي تي، سڄيءَ سنڌ مان عالم، اديب، شاعر ۽ فنڪار اچي ميڙو مچائيندا آهن، ۽ پنهنجو پنهنجو هنر ڪانفرنس ۾ پيش ڪري، داد ۽ انعام حاصل ڪندا آهن.

سياست ۽ ادب سان گڏوگڏ، شاهه صاحب تعليمي

خدمتن ڏانهن پڻ متوجهه ۽ مائل پئي رهيو. سترهن سالن تائين بمبئي يونيورسٽي ۽ ان سان متعلق ادارن، مثلاً سنڌي تحقيقي بورڊ، وغيره- جو ميمبر رهيو. سنڌ جي پنهنجي يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ شاهه صاحب، ابتدائي ڪميٽيءَ جي چيرمن جي حيثيت ۾، سنڌ گورنمينٽ کي هڪ مدلل رپورٽ پيش ڪئي، جنهن جي بنياد تي مختلف مرحلن بعد سنڌ يونيورسٽي وجود ۾ آئي. جڏهن سنڌ جي پنهنجي يونيورسٽي کلي، تہ شاهه صاحب ان جي سينيٽ، سنڊيڪيٽ توڙي اڪيڊمڪ ڪائونسل تي ميمبر نامزد ڪيو ويو. شاهه صاحب، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ”فئڪلٽي آف آرٽس“ جو ڪيترا سال ”ڊين“ بہ تي رهيو.

اها بہ سنڌي ادب جي خوش قسمتي چئجي، جو ان هڪ مصروف شخصيت ڪان بہ پنهنجو ’خراج‘ اڳاڙيو، جنهن زندگيءَ جي اوائلي دور وارا قائم ڪيل ادبي واسطا ۽ ناتا، سڳا ۽ ڌاڳا نوڙي، سياست ۽ رياست جي نظم و نسق، انتظام و انصرام لاءِ گويا پوري زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي: جنهن جي سياسي انهماڪ ۽ اشغال کي ڏسي، اهو اندازو نٿي ٿي سگهيو تہ هي سياستدان ۽ قانوندان، سفيرالسلطنت ۽ دبيرالمملڪت، باوجود اهڙين خشڪ ۽ پريشان ڪن مشغولين جي، سخن گوئيءَ ۽ نڪتہ سنجيءَ جو اهڙو پاڪيزهہ ۽ سنجيدهہ، مهذو ۽ اسلوٽو شعري ذوق بہ ساهہ سان

سانديندو پيو اچي، ۽ ھي سياست ۽ رياست جا امور ۽ مسئلا سندس فطري ذوق ۽ طبعي رجحان جي آڏو درجہ ثانوي رکن ٿا: ھي شاعرانہ دل و دماغ، عالمانہ فکر و نظر ۽ عاشقانہ طبع ۽ مزاج وارو ماڻھو، امور سلطنت ۽ رموز مملکت کي پنھنجي زندگيءَ تي حاوي نہ ٿو رکيو اچي، پر انھيءَ تي پنھنجي ذوق کي غالب ۽ حاوي رکيو ٿو اچي.

نکتہ نوازي ۽ سخن طرازي، ادبي ذوق ۽ شعري شوق، وجد انگيز کيفيات ۽ محبت انگيز جذبات کي ايتريءَ مدت مديد تائين سانڍڻ ۽ سنوارڻ، دراصل ان مردم خيز خطي جي جاذبيت ۽ ڪرامت آھي، جنھن جي خاڪ مان بيعديل عالم، فاضل، ڪاتب، شاعر، اديب، سخن سنج ۽ سخن شناس، نکتہ نواز ۽ سخن طراز پيدا ٿيا، جنھن خاڪ مان محقق ۽ فقيہ، مفسر ۽ محدث، علما ۽ فھما پيدا ٿيا. سچ پچ، 'ڪل شيء يرجع اِلي اصلہ' وانگر، مرحوم شاھہ صاحب پنھنجي اصل ۽ روح جي لحاظ مان ھڪ برگزيدہ صفات خاندان، علمي ۽ ادبي، روحي ۽ اخلاقي اوصاف سان متصف گھر ۾ پيدا ٿيو. باوجود وڏي ڪشالي ۽ سفر ڪاٽڻ جي بہ سندن جذبات ۽ خيالات، طبعي رجحانات ۽ دلي ميلانات زماني جي حالات ۽ حادثات کان ايترو متاثر ۽ ملوث نہ ٿيا، جن سان ھوند شعري ۽ ادبي ذوق ختم ٿي وڃي ھا.

شاهہ صاحب پنهنجي زندگيءَ جي پوري جدوجهد ۽ جهاد کي مجاز قرار ڏنو. هو هميشه حقيقت شناس رهندو آيو، ۽ اڳتي هلي پنهنجي بزرگن جي اصليت ۽ انهن جي علمي ۽ بزرگانہ ورثي جو وارث بنجي چڪو. رب ڪريم شال ان خاندان جي ننڍين نوجوانن کي مت ڏئي تہ هو ڪجهہ عبرت ۽ موعظت حاصل ڪن، ڪجهہ پروڙين ۽ پرائين، چالاڪ تہ شاهہ صاحب مرحوم جهڙو بزرگ ۽ زمانہ شناس ان خاندان مان پيدا تہ وري مشڪل ٿيڻو آهي، پر جي پيدا ٿيو تہ بہ هن جهڙو نہ ٿيندو، ۽ جي ڪير ٿيو بہ، تہ صدين ڪانپوءِ ٿي سگهي ٿو. سچ پڇ، سائين ميران محمد شاهہ ٽڪڙ جي شرافت ۽ سيادت، قيادت ۽ شهامت جو آخري مثال هو. ان بزرگ تي ٽڪڙ جو پورو دور ختم ٿيندو نظر اچي رهيو آهي: الا ماشاء الله!

”رهيا اٿيئي رات، صبح وڃندءِ صابري!
سندي جوڳيان ذات، هئي پيري پاڳ مڙي!“

جي مصداق، زمانو ڏاڍو تيزگام ۽ گريزپا آهي. ان جو قدر ۽ انداز ئي پنهنجو آهي. اسان جي ماپ مجازي آهي. زماني جي رفتار نہ فقط تيز ۽ تند آهي، پر بي نياز آهي. زماني جي بطن منجهان عجيب غريب حادثات ۽ واقعات پيا رونما ٿين، ۽ هي صبا رفتار شهسوار پيو وڃي ۽ اڃا پيو وڃي، ۽ پيو ڪاهي ۽ تاڻي! انسان جي زندگي ڇا آهي؟ هڪ موج، حباب ۽

ڪرشمو سراب! طفلگي، جواني ديواني، پيري، هُش
ڀلي ڪيري! پوءِ دوري ۽ مهجوري ۽ مجبوري ۽ معذوري.

اها ته ٿي شاعري، پر حقيقت پسندانه مادي نظر
سان ڏسبو ته اهي چند منزلون آهن، پر عمر جو ڪاروان
”تيز ترڪ گام زن، منزل ما دور نيست“ چئي، بقول
اقبال، وڌندو ئي رهي ٿو. انسان جي ارتقا جي حد ئي
نه آهي. بقول شاهه، ”نه ڪا ابتدا عبد جي، نه ڪا
انتها!“ ڀيهي رهڻ، ماٺ ڪرڻ، جمود ۽ خمود،
زندگيءَ لاءِ موت آهي. زندگي جهد للبقا جو جهاد آهي.
رڳو هلڻو ۽ وڌڻو آهي، ويهڻ ۽ پوئتي نهارڻ موت آهي:

موت هے وه زندگي، جس مين نه هو انقلاب
روح اس کي حيات، ڪشمڪش انقلاب.

هلڻ ۽ ڪري پوڻ، وري اٿڻ، وري هلڻ، ٿڪجڻ
۽ ساهه کڻڻ، وري هلڻ ۽ هلندو رهڻ آهي.

اينڊم هلي هوت، پر آءُ به اڳيري ٿيان!

اهو سڀ ڪجهه ’اڳيرو ٿيڻ‘ آهي، ورنه هت منزل
به خود منزل انداز جي استقبال لاءِ پئي وڌي ۽ قريب
اچي. پر سوال ٿو اٿي ته انقلاب ۽ ان جي گردش،
سانحا، حادثا، واقعا، واسطا، مسئلا ۽ معاملا آهن ڇا؟
سمجهه ۾ ته ائين ٿو اچي ته هي سڀ ڪجهه آهي
نمودِ حباب يا گردشِ حباب، چشمڪِ برق و شرر يا
فروغِ شعلهٔ حسن! بس، اهو آهي قصهٔ حيات، ڪجهه
منتشر، ڪجهه مرتب، بقول خسرو:

'خسرو' زتشنگيء بيابان هجر سوخت،
اي آب زندگي، تو بجوئي ڪه سيروي.

بهرحال، ٻڪڙ جي علمي سرزمين ۽ ان جي مشاهير جي شخصي محاسن ۽ علمي فضائل سان روشناس ٿيڻ جو تعلق تہ تمام جهونو آهي. اها خبر ڪانہ هئي تہ اهو تعلق ڪڏهن واقعي قرب ۽ محبت ۾ بدلجي ويندو، ۽ زندگيءَ جون چار گهڙيون 'ٻڪڙائي يارن' سان بسر ڪرڻيون پونديون. انهن سان ملبو ۽ رهبو، ۽ انهن جي اوصاف جميلہ کان محفوظ ٿبو، ڪجهہ ڏبو ۽ ڪجهہ پرائبو.

آءٌ سائين ميران محمد شاهہ مرحوم جي ادبي ۽ علمي تحريرن کان ايام طفلگي کان متعارف آهيان. شاهہ صاحب جو مضمون "دل جي طلب" سنڌي ادب جو بهترين شاهڪار آهي. زبان جي رواني، ڪلام جي طولاني، فڪر جي جزالت، زبان جي پختگي ۽ سادگي برجستگي ۽ بيساختگيءَ ڪي ڏسي محسوس ٿيندو هو تہ اهو قلم ڪنهن شوخ پر سنجيده، حقيقت پسند پر مجازي طبع واري ماڻهوءَ جي هٿ ۾ آهي. ان دور کان پوءِ سنڌ جي آزاديءَ متعلق سندن مضمون "الوحيد" جي آزاد نمبر ۾ مطالع ڪيو ويو. شاهہ صاحب جو ڪمال آهي جو ٺيٺ خشڪ سياسي چٽڪاڻ کي روحي رهاڻ بڻائي ڇڏيو اٿن. ور ور ڪري پڙهڻ تي پئي دل چڪي.

ان کان پوءِ سن ۾ سنڌس هڪ خط، سنڌ جي محبوب شخصيت، جي-ايم- سيد ڏانهن لکيل پڙهيم، جو يورپ مان لکيل هو. ان ۾ يورپ جا مشاهدات پيش ڪيل هئا، جنهن جي پڙهڻ سان دل ۽ دماغ کي طراوت ۽ فرحت نصيب ٿي ٿئي.

انهن سڀني چيزن جي مطالعه ڪرڻ کان پوءِ شاهه صاحب جي ادبي قدرن ۽ فکري لاڙن جي خبر پيئي ته هو هڪ زخم خورده پرندو آهي، جو قيد ۾ پيو پر هٽي؛ هو هڪ مستقل بغاوت آهي، جا قيد و بند جي سيخن سان پنهنجون قوتون ٽڪرائي رهي آهي؛ هو مارئيءَ وانگر پيو ملير کي ساري ۽ سنڀاري؛ هو عمرڪوٽ جي مال ملڪن، پانهن ۽ پانهين، چاشنين ۽ حلون کي ٽيچ ٿو سمجهي.

سچ پچ ته سائين ميران محمد شاهه مرحوم جي ضعيف ۽ نحيف جسم ۾ هڪ طوفان انگيز جذبات خيز، متلاطم ۽ پرجوش، انقلاب انگيز ۽ بغاوت پسند روح هو، جو هر مرحلي تي ڪامياب رهيو. افسوس، اڄڪلهه جي نڪته چين نظرن کي ان هنر ۽ حسن جو ڪو قدر ڪونه آهي.

سائين ميران محمد شاهه مرحوم تخليق ۽ تربيت موجب هڪ شاعر ۽ اديب هو، پر سياست ۾ وهڻ ڪري سياست جا پيچ داءَ به خوب استعمال ڪيائين. سنڌس سياسي زندگي، بي اصول سياستدانن لاءِ

”سنڌيا پانءِ مَ سَپ“، اٿئي ويا واسينگن جا“ وانگر هئي، پر ڪمال اهو آهي تہ مغربي تهذيب جي مرڪزن ۾ رهي بہ مشرقي رند رهيو، پنهنجا مشرقي اطوار آخر تائين نہ ڇڏيائين. سچ پچ تہ سندس خوبيءَ ۽ حسن ۾ مشرقيت سمايل هئي. سندس انداز ڪلام، نڪتہ سنجي، وقائع نگاري ۽ منظر ڪشيءَ جو مثال ڪٿي ٿو ملي! اهڙو برجستو سحرطراز ورلي نظر ايندو، جو زبان جي وسيلي عالم جو سير ڪرائي؛ جنهن جي شستہ ۽ شائستہ انداز بيان ۾ فصاحت ۽ بلاغت جا عجيب غريب مثال پيا ڏسجن؛ جنهن جي ڪچهريءَ ۽ رهاڻ ۾ مغلن جي دربار واري طراوت ۽ لذت اچي. سچ پچ سائين ميران محمد شاهہ مرحوم مستقل طور هڪ فن، هڪ آرٽ، هڪ هنر، ۽ هڪ حسن هو. الله شال ڪيس سرهي!

مرحوم سائين ميران محمد شاهہ صاحب هن قحط الرجال جي دور ۾ اهو جهونو جوڳي هو، جو ’ورهہ ۽ ورونهن‘ جو دونهون دکايو ويٺو هو. علم و ادب تي، سير و سياحت تي، فن ۽ ثقافت تي سندس دلپذير ۽ روح پرور ڪچهريون وسرن ئي نٿيون. سندس ’حيات‘ کي چراغ سحري سمجهي، سندس نوجوان صحبتي دوستن کي بہ – چار ڀيرا عرض ڪيم تہ ڪو طالب ۽ اهل ذوق گوڏا ڀڃي، سندن مشاهدات ۽ تجربات کي قلمبند ڪندو رهي، جن جو مطالعو نہ فقط معلومات افزا

رهندو، پرنو خيز نوجوانن لاءِ تمام ضروري آهي؛ ڇالاءِ ته اهڙن وڏن جي رهاڻ ڪي اڄڪلهه نه ڪي لکڻ وارا رهيا آهن ۽ نه ڪي ٻڌڻ وارا ئي بچيا آهن. هوندي به، ٻڌڻ به ته صلاحيت سان آهي. اڄڪلهه اهي صلاحيتون ۽ پختگيون ڪٿي آهن، جي اهڙن جامع شخصن جي رهاڻ ۽ تجربي مان استفادو ڪن، سڪن، سمجهن، پروڙين ۽ هنئين سان هنڊائين. اسان جي قوم آهي سردهه پرست، وڃو مرڻ ڪان پوءِ واويلا ڪري ڇاڻي يا ورسيون ملهائي ڇاڏي، باقي "جيئري سان جهيڙو ۽ مئي سان محبت" وارو رنگ ۽ انگ آهي. بهرحال، منهنجي صدا صدابصحرائي رهجي وئي! نه ڪنهن استفادو ڪيو ۽ نڪو ڪنهن قلم کڻي ويهي ڪجهه لکيو. نه معلوم ڇا ڇا سيني ۾ سانڍي کڻي ويو! رهي نام الله ڪا!

مون سندس 'ڪليّات' جي تقريظ لکندي، اڳوات ئي ڇتاءُ ڏنو هو:

"سائين ميران محمد شاهه هڪ فاضل، عالم، قانوندان، سياستدان، زمانه شناس، سياح، اديب، شاعر، وڪيل، سفير ۽ وزير جي حيثيت سان جنهن علم ۽ مطالعي، مشاهدي ۽ تجربي جو مالڪ آهي، هينئر سر زمين سنڌ ۾ اهڙا تمام ٿورا وڃي بچيا آهن. ميران محمد شاهه هڪ دور آهي، هڪ تاريخ آهي، ۽ هڪ عهد زرين آهي، جو اڄ اسان لاءِ چراغ سحري

آهي. افسوس، سيني ۾ چاچا نـہ ڪنيون ويندو! منهنجي راءِ آهي تہ اهل علم حضرات، خصوصاً نـڪڙ جا نوخيز اهل قلم، شاهہ صاحب جي ملفوظات ۽ مقالات ڪي لـکن ۽ جمع ڪن، ائين نہ ٿئي جو پوءِ حسرت جا هٿ مهٽڻا پون."

شاهہ صاحب جي علمي ۽ ثقافتي زندگيءَ لاءِ شاهہ لطيف جا ساليانا ميلا، هر هنڌ لطيف ڏي، لطيف يادگار ڪائونسل، لطيف ثقافتي مرڪز، سنڌي ادبي بورڊ، مسلم ادبي سوسائٽي، مدرسةالبنات حيدرآباد شاهد آهن، جي زندهہ جاويد آهن ۽ جن جي نسبت سان علمي دنيا ۾ ميران محمد شاهہ صاحب بہ زندهہ ۽ پائندهہ رهندو. جيئن تاريخ سنڌس خدمتن ۽ ثقافتي يادگارن ڪي محو ڪري نٿي سگهي، تيئن سنڌس زندهہ جاويد شخصيت بہ تاريخي حيثيت سان بطور يادگار ۽ دائم رهندي.

ميران محمد شاهہ صاحب، خانداني لحاظ سان نهايت نجيب ۽ حسيب خاندان جو فرد وحيد هو. شاهہ ڪريم ۽ شاهہ لطيف بہ متعلوي سادات آهن. اها فخر جهڙي ڳالهہ آهي جو شاهہ صاحب ان بـزرگ ۽ برگزيدهہ خاندان سان هو. ان مٽيوري ۽ سونهاري خاندان مان پيا بہ ڪيئي صالح ۽ برگزيدهہ روزگـار عالم ۽ فاضل پيدا ٿيا آهـن، پر جا شهرت ۽ مقبوليت هن دور ۾ ميران محمد شاهہ صاحب کي حاصل ٿي آهي، اها تمام ٿورن کي نصيب ٿي هوندي.

سائين ميران محمد شاهہ جي طبيعت ۾ اچا جواني ديواني واري سرمستي ۽ سرخوشي، رنگيني ۽ افتادگي موجود هئي. راڳ ۽ رنگ جي محفل ۾ سندس ڪيف آور نقل و حرڪت مان ثابت آهي تہ عاشق مزاج شاعر جوانيءَ جي دور لافانيءَ مان گذرڻ ڪان بعد ۾ بہ عشق جو دم ڀي ڀريو. ان جون اکيون اڃا بہ پري وش ۽ حورتمثال حسينن جي نظارهہ جمال ڪان خيرهہ ٿي ٿيون. ان جي دل، لذت عشق ڪان اڃا تائين بيدار ۽ سرشار هئي، ”حافظ“ پوڙهپ ۾ شايد پنهنجي حقيقت بيان ڪئي آهي:

گرچ پيرم تو شبي تنگ در آغوشم گير،
تاسحرگہ ز ڪنار تو جوان برخيزم.

ميران محمد شاهہ صاحب ۾ اڃا بہ ولولہ حيات موجود، جذبات موجود ۽ زندگيءَ جا مخمورڪن ۽ مسحورڪن لمحات موجود هئا. اها ئي وندي، اهائي مستي، اهائي بيريائي، اهائي قلندري، نڪا شيخي، نڪا مشائخي، نڪا پارسائي، نڪا سيد پائي: ”سموري سرڪار نيئي رکج نانهن ۾“، جي مصداق هو.

منهنجي هن طول ڪلاميءَ کي ڪي ناقد پلي تہ ڇا جو ڇا سمجهن، آءٌ معافيءَ جو خواستگار آهيان، پر سندم ضمير گواهہ آهي تہ آءٌ هڪ اهڙي شخص متعلق لکي رهيو آهيان، جو اسان وٽ چراغ سحري هو،

جو بيشڪ هڪ انسان ۽ مرڪب خطا و نسيان هو، ان ۾ عيب به هئا، ۽ يقيناً هوندا، پر پنهنجي طبع حسن پسند ۽ هنر پسند آهي. نڪته چيني ۽ عيب چيني ۽ جون مهلون ٻيون به گهٽيون آهن. هرڪو پرٻٽ ٻيو ٻين جا عيب ٻولي ۽ ڦولهي. رب شال معاف فرمائي.

مون شاهه صاحب جو تفصيلي خاڪو ان ڪري چِٽيو آهي، جئن سندس شخصيت ۽ ان جي تصوير قارئين اڳيان هوبهو رهي ۽ ان جي روشنيءَ ۾ سندس ڪلام جو مطالعو پڻ ڪري سگهجي. چوڻ واري سچ چيو آهي:

آورم پيشِ تو هر لحظه پيامِ دگران،
گويمت تا سخنِ خويش بنامِ دگران.

(قيصري تبريزي)

ڪلام پنهنجي صاحب الڪلام جي تصوير آهي، ان جو صحيح طور مطالعو شخصيت جي مطالعي کان پوءِ ئي ڪري سگهجي ٿو.

سائين ميران محمد شاهه مرحوم ٺٽ جي انهن شاعرن جو سالاري هو، جي پنهنجي فن ۾ يگانه روزگار رهيا. حامد، مخلص، دلگير، بسمل، فدا، حافظ شاهه سند جا بهترين شاعر تسليم ڪيا ويا آهن. انهن جي خوش بياني، رواني، زبان جي طرفگي، محاورات تي دسترسي، طرزِ ادا جي پختگي ڪٿان لهي؟

سائين ميران محمد شاهہ فطرتاً شاعر بہ هو ۽ جمال پسند بہ هو. سنڌس شاعري هڪ عاشق ۽ صاحب درد شاعر جي شاعري آهي، جنهن جو توجهہ شعر جي ٻاهرين ۽ جوڙجڪ، مصنوعي ناهہ ٺوهہ، عروضي پيچ - گهڙ ۽ لفظي ايچ پيچ کان سٺي، فقط شاعرانہ خيال تي هو. بقول 'رومي':

مــن نــہ دانم فاعلاتن فــاعلات،
شعر مي گويم بہ از آب ـ حيات.

سائين ميران محمد شاهہ جو ڪلام ”فاعلات فاعلات“ وارن کي نہ بہ آئڙي، پر ڪلام جي روح ۽ ان جي رنگينين جي چاشني لاءِ تہ بهترين ۽ پر ڪيف ڪلام آهي. ان ۾ سادگي ۽ برجستگي آهي، ان ۾ پختگي ۽ بيساختگي آهــي، سونهن ۽ ورونهن آهــي. ڪيتريون ڪافيون وجــد انــگيز آهن، ۽ ڪيترا غــزل معياري نظر آيا.

هڪ وزير مملڪت ۽ سفيرالسلطنت، سياستدان ۽ قانوندان کان غنيمت آهي تہ هن اديبن ۽ شاعرن جي سات ۾ اچڻ ۽ رهڻ ۾ بہ فخر ٿي سمجهيو. اگر هڪ اڌ غزل يا هڪ اڌ ڪافي ٿي سنڌي ادب کي سائين ميران محمد شاهہ مرحوم ڏئي وڃي هــا، تــہ اهــا بہ غنيمت هئي.

اڄ سائين ميران محمد شاهہ مرحوم اسان وٽ موجود

نہ آهي، پر سندس مرڪندڙ مُنهن مان نڪتل ڳالهيون ۽ سندس روح پرور رهاڻيون ڪڏهن بہ وسري نٿيون سگهن.

آخر ۾ دعا آهي تہ رب ڪريم شال ڪيس مرحوم کي جنت ۾ جاءِ ڏئي، ۽ سندس پسماندگان مان سندن ڀاءُ سيد قاسم علي شاهہ، سندس هونهار ڀائٽي سيد قمرالزمان شاهہ، سندس عزيزن حافظ شاهہ 'حافظ'، اسدالله شاهہ 'بيخود'، امداد حسيني، شبير 'هاتف'، سوز نڪرائي، روشن علي شاهہ وڪيل، غلام محمد شاهہ، عبدالهادي شاهہ، اڪرم شاهہ ۽ اشرف شاهہ وغيرهہ کي صبر جميل ۽ اجر جزيل عطا فرمائي!

[نمبر 4، سال 1963ع ]

## مولانا عبدالڪريم چشتي

هيءَ وحشت اثر خبر، وڏي افسوس ۽ رنج سان ٻڌي ويندي، ته سنڌ جو مشهور واعظالاسلام ۽ سحر طراز اهل بيان "سحبان السنڌ" حضرت مولانا عبدالڪريم چشتي شڪارپوري، ڪافي عرصي جي علالت ڪان پوءِ 31 مارچ 64ع تي، شڪارپور ۾، هن دار فانيءَ سان انتقال ڪري، سراي جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيو. انالله وانااليه راجعون.

مولانا چشتي پنهنجي علمي ۽ فني حيثيت سان، هڪ مخلص قومي خادم، سحر طراز واعظ، ۽ جادو بيان اهل قلم هو. سندس علمي ۽ ادبي زندگي سنڌ جي ماڻهن لاءِ عبرت جو داستان آهي.

مولانا هڪ غريب ۽ پسماندهه خاندان ۾ پيدا ٿيو. پنهنجي ذاتي جوهر ۽ رياض سان، بلند شخصيتن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. جن سندس گوهر افشان زبان سان، تقرير ٻڌي آهي، اهي اڄ سندس انداز بيان ۽ اسلوبِ تقرير لاءِ سڪي رهيا آهن. سنڌ کي مرحوم مولانا چشتيءَ جي طاقت لساني تي ناز آهي.

مولانا چشتي، ساري عمر وطن عزيز جي آزاديءَ

جي جنگ ۾، مجاهدانه پيش‌قدمي ڪندو رهيو. ڪيس قومي ۽ ملڪي حلقن ۾، عزت ۽ احترام جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو.

مولانا جي سياسي زندگي، خلافت ۽ ڪانگريس جي تحريڪن مان پيدا ٿي. پاڻ آزادي وطن جي هلچل ۾، ڪيئي سال قيد فرنگ جون مشقتون به ڪاٽي چڪو هو.

مولانا چشتي، خلافت تحريڪ ۾، سنڌ جي مجاهد اعظم، حضرت مولانا اسروٽيءَ جو مقلد رهيو. ان سلسلي ۾ علي برادران، اجمل خان، حڪيم نثار احمد انصاري، مهاتما گانڌي، ابوالڪلام آزاد جهڙن شهره آفاق سياسي ليڊرن سان گڏ ڪم ڪيائين، ۽ ساري هندستان ۾ انهن سان گڏجي دورا ڪيائين: سندس تقريرون دهليءَ، لکنو، ڪانپور، اجمير ۽ لاهور جي سياسي جلسن ۾ نهايت پسند ڪيون ويون.

سندس اسلامي تبليغ ۽ وعظ گوئيءَ جي شهرت، سنڌ کان ٻاهر پنجاب، بلوچستان، يوپي ۽ سي پي تائين پهتل هئي. اسلامي تقريرن، خاص طور ميلادالنبي ۽ واقع ڪربلا تي سندس بصيرت افروز خطاب، ولوله انگيز ۽ پرجوش رهندا هئا. سندس انداز بيان ۾ بي پناهه رواني، برجستگي، شستگي ۽ شائستگي هئي. پاڻ اسلامي تبليغ جي سلسلي ۾ به هندستان جي وڏن وڏن شهرن ۾، عطاءالله شاهه بخاريءَ جهڙن جادو بيان مقررين جي موجودگيءَ ۾ نالو ڪڍيائين.

مولانا چشتي، هڪ صوفي‌الطبع شخص هو، ۽ ساري عمر هندو-مسلم اتحاد لاءِ ڪم ڪيائين. سندس تقريرون ۽ تحريرون، اخبارون ۽ ايڊيٽوريل نوٽ اڄ به سندس جودت طبع، حب‌الوطني ۽ لساني خصوصيات لئه ساک پرين ٿيون.

مولانا چشتي، هڪ طرف هڪ عالم دين ۽ مبلغ اسلام جي حيثيت سان وڏو مقام حاصل ڪيو، ته ٻئي طرف، سنڌي زبان جي خدمت جي سلسلي ۾ به ڪافي خدمت ڪيائين.

مولانا جي ادبي خدمتن، خاص طور سندس علمي ۽ ادبي جواهر پارن، تقريري انداز ۽ تحريري اسلوب کي اڳيان رکي، سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن کيس 'سحبان‌السنڌ' جي لقب سان نوازيو.

مولانا چشتي سنڌ جو ڪامياب ۽ بااصول صحافي پڻ هو. سنڌ جي ڪيترين روزانه اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سندس ايڊيٽوريل نهايت سنجيدهه، پرڪشش، زوردار ۽ بصيرت افروز هوندا هئا. ملڪي معاملن جهڙن خشڪ ۽ ٺڪائيندڙ مسئلن کي به پنهنجي رنگين ۽ شيرين زبان سان، جادو جهڙو رنگ چاڙهي ويندو هو. سندس هر هڪ ايڊيٽوريل، زبان جي نقطه نگاهه کان، هڪ ادبي شهپارو هوندو هو. سندس قلم ادب ۽ سياست جو گويا جامع هو.

تصنيفات ۽ تاليفات جي سلسلي ۾ فارسي ۽ سنڌي، 54 ڪتاب لکيائين. سندس ڪتابن جو مواد تبليغي آهي. ڪابہ مناظرانہ ۽ دل آزار تحرير سندس قلم مان نہ نڪتي.

مولانا چشتي، مشرباً چشتي طريقي جو پوئلڳ هو، ۽ سياسي طور هندو-مسلم اتحاد جو حامي هو. ڪيس ملڪ جا سڀ خلافتي ۽ ڪانگريسي سياسي ليڊر عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا.

مذهبي خيال کان، پاڻ ديوبندي مڪتب فڪر جو مقلد هو. ان سلسلي ۾ سندس تاليفات پڻ معرڪہ آرا مباحث تي مشتمل آهي، ديوبندي نظريات ۽ افڪار جي مدلل تائيد ۽ تشريح سندس مشهور ڪتاب "تلوار حق" ۾ موجود آهي. مزو اهو آهي تہ اهڙو مذهبي ۽ متنازع فيہ موضوع بہ انتها درجي جي سنجيده، شيرين ۽ ادبي زبان ۾ لکيائين، جنهن جي مطالع کان پوءِ، اندازو ٿئي ٿو تہ مولانا چشتيءَ جو قلم، هر موضوع تي اديبانہ نڪتہ سنجين جو حامل هو.

مناظرانہ ميدان ۾ مولانا جا مباحثا، بريلوي خيالن وارن سان، توڙي شيعہ حضرات سان پڇاڙي تائين جاري رهيا، ان سلسلي ۾ مولانا چشتيءَ جون مناظرانہ تقريرون پڻ قابل داد آهن. سندس دقيقہ گوئي ۽ بديهي مناظرانہ گفتگو جو داد، سندس مخالف بہ دل کولي ڏيندا هئا.

اسان مرحوم مولانا جي وفات حسرت آيات کي سنڌ جي سياسي، علمي ۽ ادبي حلقن واسطي وڏو نقصان تصور ٿا ڪريون، ۽ اهڙو نقصان ٿا سمجهون، جنهن جي تلافي مشڪل آهي.

هن اندوهناڪ قضيي ۾ مرحوم جي عزيزن ۽ پسماندن سان دلي همدرديءَ جو اظهار ڪندي، دست بدعا آهيون ته الله پاڪ شال مرحوم کي مرهيءَ ۽ ڪيس غريق رحمت ڪري ۽ سندس پسماندن کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي—آمين.

مولانا چشتي مرحوم جي مختصر سوانح حيات.

شڪارپور جو مشهور قومي اڳواڻ مولانا محمد عبدالڪريم چشتي، سن 1898ع ۾ شهر شڪارپور ۾ ڄائو. ڇهن ورهين جي ڄمار ۾، خليفي حاجي عبدالغفور وٽ قرآن شريف جي تعليم لاءِ ويٺو، 1906ع ۾ قرآن شريف جي تعليم پوري ڪري، 1910ع تائين سنڌي ۽ اردو تعليم وٺندو رهيو، جنهن کان پوءِ عربي ۽ فارسيءَ ۾ مشغول ٿيو ۽ سن 1918ع ۾ سيالڪوٽي نصاب ختم ڪيائين. مولانا مولوي غلام رسول صاحب چشتي صرف نحو ۽ ابتدائي مرحلا ڪيس طئي ڪرايا. وڌيڪ حضرت مولانا علامه عبدالرحمان صاحب ميمڻ، صدر معلم ”وڪٽوريا عربي اسڪول“ وٽ فقه، اصول، حديث، تفسير، ادب ۽ منطق پڙهي ختم ڪيائين. 1917ع ۾ سندس والد صاحب هن جهان فانيءَ مان

دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويو، پر مولانا صاحب هي صدمو سهي به پنهنجي تعليم کي لڳو رهيو. ان تعليم مان ڳڻڍ، مولانا چشتي صاحب، طب جو علم به حاصل ڪري ورتو.

ان بعد مولانا پنهنجو طبابت جو دڪان کوليو. سن 1917ع ۾ ڊاڪٽر اينيبيسنٽ جي ”انڊين هوم رول ليگ“ ۾ شامل ٿيو، ۽ ملڪ جي آزاديءَ واري ميدان ۾ قدم وڌايائين، جنهن کان پوءِ 1918ع جي آخر ۾، ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيو. ساڳئي وقت پنهنجي استاد مولانا عبدالرحمان عليه رحمة مان مشوري ڪرڻ کان پوءِ ”انجمن مجاهدين اسلام“ برپا ڪيائين، جنهن جو مقصد هو ته ”اسلامي وڏن ڏينهن تي دين جي وڏن بزرگن جون حياتيون پڙهايون وڃن.“ انهيءَ انجمن قريباً، ٻه ورهيه خوب خدمت ڪئي. 1919ع ۾ جيئن خلافت ڪاميٽي قائم ٿي ته مولانا صاحب ان جو ميمبر ٿيو، ۽ 1920ع ۾ مسلم ليگ جو ميمبر ٿيو. ”قطع تعلقات“ جي هلچل ۾ ٿي پيرا جيل ويو: پهريون ڀيرو فوجداري ڏوهه (بنا اجازت جلوس ڪڍڻ) ۾، جيڪب آباد مان مهينو جيل؛ ٻيو ڀيرو 144 قلم جي نافرمانيءَ سببان 4 مهينا ميهڙ مان جيل؛ ۽ ٽيون ڀيرو 108 قلم مان بغاوت جي ڏوهه هيٺ نصيرآباد مان ٻارهن مهينا جيل جي سزا سڻائين.

مولانا صاحب ٽي ورهيه بنا ڪنهن پگهار جي،

ڪانگريس ۽ خلافت جـو سچي سنڌ ۾ ڪـم ڪيو. 1921ع ۾ مولانا "مدرسه محموديه" جو بنياد وڌو، جنهن کي پورا ڇهه ورهيه قائم رکيو آيو، ۽ جنهن جو ڪڏهن به ڪو معاوضو نه ورتائين. 1923ع جي پٺي پيري واري جيل جي وقت ۾، مولانا جي پهرين گهر واري ۽ سندس فرزند برڪات احمد رحلت ڪري ويا. مولانا صاحب وري ٻي شادي 1928ع ۾ ڪئي، ۽ وري ٽين شادي 1948ع ۾ ٻي گهر واريءَ جي وحلت ڪرڻ سبب ڪيائين. ان پوئين گهر مان پـه ڌيئرون ۽ هڪ پٽ ڇائين.

1924ع ۾ مولانا صاحب شڪارپور جـي مشهور "انجمن اشاعت اسلام" جو بنياد وڌو، ۽ پڇاڙيءَ تائين پوري جوش سان خدمت ڪندو رهيو. مولانا صاحب ڪيترو وقت، سموريءَ سنڌ ۾، سوراج، سوديشيءَ ۽ هندو- مسلم، ايڪتا جو پرچار ڪندو رهيو. "ڪامل آزادي"، سندس اصل متو هو. وطن مان بيحد محبت هيس. هڪ طرف ڪان هن جو ملڪي عشق عجيب هو، ته ٻئي طرف ڪان هي 1921ع ڪان وٺي، تبليغ، تجارت ۽ اصلاح رسوم تـي وعظ پيو ڪندو هـو. خصوصاً 1924ع ڪان وٺي تبليغ ۽ تنظيم ۾ مولانا ڏاڍو ڪم ڪيو. 1927ع ۾ آرين جـي مقابلي ۾، مولانا قلم ۽ زبان سان جيڪو عظيم جهاد ڪيو، سو هميشه ياد رهندو. آگسٽ 1927ع ۾، مـولانا مرحوم جيڪب آباد

مان "صداقت" اخبار جاري ڪئي، جا پنجن مهينن کان پوءِ مسٽر ٿانوريءَ (ايڊيٽر الحنيف) جي حوالي ڪيائين. "صداقت" مولانا جي ايڊيٽريءَ وقت، ڏاڍي مشهور ۽ مقبول اخبار هئي. ان بعد مولانا مرحوم، 1929ع ۾ شڪارپور مان "پيغام" اخبار جاري ڪئي. مگر ڪم فرصتيءَ ۽ ڪوٽ سببان ڇهن مهينن کان پوءِ "پيغام" جي اشاعت باقاعدي جاري رهي نه سگهي.

1926ع ۾ مولانا صاحب حج تي ويو، سنڌ ـ خلافت ڪاميٽي جي وفد طرفان، اتي رهڻ واري وقت ۾، "خدام الحجاج" جو ڪيس پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو. هن ويندي ايندي، حجاز ۾، ڪل 396 بيمار ماڻهن جي مفت دوا ڪئي ۽ مديني پاڪ ۾ "خلافت" طرفان قريباً ويهه هزار رپيا تقسيم ڪيا. مولانا جي عرب جي بادشاهه، گورنرن ۽ اتان جي عالمن، پيرن ۽ معززن ڏاڍي مرحبا ڪئي ۽ دعوتون ڪيون. ان بعد 1932ع ۾ ٻيو حج ڪيائون. وري 1933ع ۾ ٽيون حج ڪيائون ۽ چوٿون حج 1944ع ۾ ڪيائون.

مولانا چشتي صاحب، پنجونجاهه کن عمدا ڪتاب تصنيف ڪيا آهن، جن مان ست فارسيءَ ۾ لکيل آهن، ۽ باقي سنڌيءَ ۾ لکيل آهن. اهي سڀ ڪتاب ڇپجي مقبول عام ٿي چڪا آهن. ڪي ڪتاب ته ٻه ٻه، چار چار، ايڊيشنون ڇپجي چڪا آهن. جهڙي طرح مولانا مرحوم مضمون نگاريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو،

ٿهڙيءَ طرح وعظ توڙي تقرير ۾ به لاثاني هو. اجمير، ملتان، خانپور، لاهور، دهلي، لکنؤ وغيره ۾، سندس تقريرون ڏاڍيون پسند پيون. مولانا، سنڌ مسلم ائسوسيئيشن جو ميمبر به هو. انهيءَ کان سواءِ ڪيترا سال ”سنڌ خدمت ڪاميٽي“ (ڪراچي) جو نائب صدر، ڪيترا سال جمعيت العلماءِ سنڌ (ڪراچي) جو نائب ناظم، ۽ ڪيترا سال ”آزاد قومي پارٽي“ جو نائب ناظم ٿي رهيو هو. انهيءَ کان سواءِ ”پيغام“، هفتيوار اخبار شڪارپور؛ ”صداقت“، هفتيوار اخبار جيڪب آباد؛ ”جمهور“ هفتيوار اخبار، شڪارپور؛ ”الوحيد“ روزانه اخبار ڪراچي؛ ”آزاد“، روزانه اخبار ڪراچي؛ ”قرباني“، روزانه اخبار ڪراچي؛ ”مجاهد“، روزانه اخبار ڪراچي ۽ ”پاڪستان“، هفتيوار اخبار لاڙڪاڻي جو ايڊيٽر ٿي رهيو هو.

سن 1950ع ۾ جيڪا يارهين ”سنڌي ادبي ڪانفرنس“، 9- نومبر 1950ع ۾ منعقد ٿي هئي، تنهن ۾ بالاتفاق ”سحبان السنڌ“ جو خطاب، مولانا مرحوم صاحب جن کي عطا ڪيو ويو. ٽي سال شڪارپور ميونسپل جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ چار مهينا پريزيڊنٽ پڻ ٿي رهيو هو، ۽ ٻارهن سالن کان ”جي-پي“ جو خطاب پڻ مليل هوس.

مولانا صاحب، مقامات مقدس جي زيارت لاءِ عراق، نجف اشرف، بغداد، ڪربلا معلي، وغيره جو سفر به

ڪري آيو هو.

پڇاڙيءَ جي وقت ۾، مولانا مرحوم، ميونسپل ميمبر جي-پي شهر شڪارپور، نيو ايرا هاءِ اسڪول جو چونڊيل صدر، "مدرسه محموديه" عربي جو صدر، "جمعيت علمائي اسلام" شڪارپور جو صدر، "انجمن اهل سنت" شڪارپور جو صدر، "انجمن اطباء" شڪارپور جو نائب صدر، ۽ سنڌ جي مشهور جامع دينيه "دارالهديٰ" ٺيڙهي شريف جو نائب صدر رهيو.

مولانا مرحوم ڪل پنجونجاهه ڪتاب لکيا، ۽ جن مان 48 سنڌيءَ ۾ آهن ۽ 7 فارسيءَ ۾ آهن. مولانا صاحب جي ڇپايل ڪتابن ايتري ته مقبوليت حاصل ڪئي، جو ڪي ٽي ٽي، چار چار ۽ پنج ڇهه دفعا به ڇپبا رهيا! سيني ڪتابن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي.

سنڌي: (1) هدايات محمدي، (2) انوار محمدي، (3) حالات محمدي، (4) ڪمالات محمدي، (5) احسانات محمدي، (6) وصال محمدي، (7) حبيب خدا، (8) آئينه حق، (9) تلوار حق، (10) آفتاب حق، (11) صراط المستقيم، (12) برهان رباني، (13) حجت حقاني (14) امهات المؤمنين، (15) شهيد ڪربلا، (16) قضيه ڪربلا، (17) امام اعظم، (18) امام شافعي، (19) محبوب سبحاني، (20) امام رباني، (21) سلطان الهند، (22) بيان المعراج، (23) نور خدا، (24) جواهرات (25) تعليم الاسلام، (26) مجاهد اسلام، (27) اولياءِ اسلام،

(28) رهبر حج، (29) علامات قيامت، (30) اميرمعاويه، (31) تقديس الرسول، (32) پيغام محمد، (33) جواب لاجواب، (34) عملن جو انجام، (35) مجموعه وظائف، (36) كتاب النكاح، (37) هدايت المسلمين، (38) ميلادالنبي، (39) باطل نبوت، (40) طاهرات، (41) قرآني دعائون؛ (42) پيغمبري دعائون، (43) مجربات چشتيه، (44) پنج سوره مترجم، (45) شفاءُ الاسقام، (46) عبدالكريم ۽ (47) معجزات محمدي.

فارسي: (1) قرب قيامت، (2) معاملهٔ باغ فدك، (3) القول المقبول؛ (4) القول الاظهر، (5) التلقين والهداية، (6) كشف الغطاء ۽ (7) رافع الحجب.

[نمبر 1 ، سال 1964ع]

## پروفيسر احسان بدوي

سنڌ جي نوجوان اديب ۽ شاعر، پروفيسر احسان بدويءَ هڪ ناگهاني حادثي جو شڪار ٿيندي، ڪراچيءَ ۾، 22 - نومبر 1965 ع تي وفات ڪئي.

مرحوم احسان، سنڌ جي مشهور اديب ۽ اهل قلم پروفيسر لطف الله بدويءَ جو فرزند هو. سنڌس علمي ۽ ادبي خدمت جو سلسلو، پنهنجي والد ماجد جي سرپرستيءَ ۾ تربيت ۾ شروع ٿيو. افسوس جو هي نوشگفته گل، جوانيءَ ديوانيءَ ۾ ئي ڪومائجي ويو.

احسان، مارچ 1926 ع ۾، شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي ۽ سيڪنڊري تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين. 1944 ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين ۽ 1945 ع ۾ سي - ايس گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخل ٿيو.

1946 ع ۾، جڏهن اڃا انٽر آرٽس ۾ هو، تڏهن سنڌ يونيورسٽي وجود ۾ آئي. جيئن ته مٿئين ڪاليج جو بمبئي يونيورسٽيءَ سان الحاق هو، ان ڪري سنڌ گورنمينٽ، پنهنجي اسڪالرشپ حاصل ڪرڻ وارن شاگردن تي زور آندو ته هو ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ تعليم حاصل ڪن. ان ڪري احسان ڪراچيءَ ويو،

۽ آتي ايس - ايم - ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، جتي وڏي محنت سان بي - اي - آنرس پرشن ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين.

تعليم جي دور ۾، شمس العلماء علامه دائود پوٽو ۽ آغا محمد يعقوب سندس مدد ڪندا رهيا. بي - اي پاس ڪرڻ کان پوءِ، برسر روزگار ٿيو ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو، ۽ اڳتي هلي سينئر ڪلارڪ بڻيو. علم ۽ ادب سان چاهه هئڻ ڪري روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ جلدي دل برداشته ٿي پيو.

هن دوميانءِ عرصي ۾ اردوءَ ۾ ايم - اي پاس ڪئي، ان سلسلي ۾ هي پهريون سنڌي شاگرد هو، جنهن اردوءَ ۾ ايم - اي پاس ڪئي. ان کان پوءِ سنڌيءَ ۾ ايم - اي پڻ ڪيائين.

آخرڪار، پنهنجي شفيق استاد، پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه صاحب (اڳوڻي پرنسپال، ايس - ايم ڪاليج ڪراچيءَ، هاڻي ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن، حيدرآباد ريجن) جي مشوري سان روينيو ڊپارٽمينٽ کي خيرباد چئي، ايس - ايم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ استاد جي حيثيت سان داخل ٿيو. اتي هڪ صالح ۽ باالخلاق استاد جي حيثيت سان پندرهن سال خدمت ڪيائين.

علمي ۽ ادبي خدمت جي سلسلي ۾، مهراڻ وساليءَ ۽ نئين زندگيءَ ۾ خاص طرح سان سندس مضمون شايع ٿي چڪا آهن. نثر سان گڏ شعر جو پاڪيزه ورثو

۽ ڪيس پنهنجي والـد وٽان وديعت ٿيل هـو. سندس ڪلام جو وڏو حصو رسالن ۾ شايع ٿيل آهي.

سنڌي ادب جي خدمت ڪندي، هو هميشہ "سنڌي ادبي سنگت" سان وابستہ رهيو ۽ باقاعدي ادبي مجلسن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندو آيو.

تاليف ۽ تصنيف جـي سلسلي ۾ سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن 1 ـ تنقيد ۽ تنقيد نگاري 2 ـ ڊان ويست 3 ـ انقلاب جـو فلسفو 4 ـ منتخب ڪلام سانگي.

سندس انداز بيان، سليس، سادو، عمدو ۽ اثرائتو آهي. سندس ٻولي سلاست آميز ۽ لذيذ آهي.

سندس مقالات جـو مجموعو سندس والـد جنـاب لطف الله بدوي جمع ڪري رهيو آهي. دعا آهي تہ رب ڪريم شال سندس مغفرت فرمائي ۽ سندس عزيزن بالخصوص والدين ۽ سندس اولاد ۽ عيال کي صبر جي توفيق عطا فرمائي: ـ انالله وانااليه راجعون.

## پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا

سنڌي ادب جي برک ليکڪ ۽ صوفي اهل قلم پروفيسر جهامنداس ڀـاٽـيـا، شڪارپور ۾ 30 ـ ڊسمبر 1965ع تي پرلوڪ پڌاريو.

پاڻ شڪارپور ۾ 1898ع ۾، هڪ مشهور شاهاڻي خاندان ۾ جنم ورتائين. اڃا اٺن ورهين جي ڄمار جو

هو ته سندس والده وفات ڪئي. والده جي وفات کان پوءِ، سندس زندگيءَ ۾ عجيب ڦيرو آيو. سندس خيال ويدانتي ۽ صوفياڻا هئا. ننڍي عمر کان وٺي صوفين، درويشن، سامين ۽ جوڳين جي سنگت ۾ رهي، پاڻ ۾ روحاني رنگ پيدا ڪيائين. صوفين ۽ درويشن جي صحبت جي اثر ڪري اجائي ٺٺ ٺانگر ۽ شان شوڪت کان هميشه بيزار رهيو. شاهوڪار شاهيءَ کان نفرت هوندي هيس، ۽ طبيعت سادگيءَ ۽ فقيريءَ ڏانهن مائل هوس.

1913ع ۾، شڪارپور ايڪڊميءَ مان بمبئيءَ جي ميٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ 1919ع ۾ ڊي-جي-سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ جي بي-اي پاس ڪيائين. ان کان پوءِ سنت، برهمچريه هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ هيڊ ماستر ٿي ڪم شروع ڪيائين. اتي ٻه سال ماندهه رهيو. ان کان پوءِ قومي اسڪول ۾ پيا ٻه سال ڪم ڪيائين. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ هاءِ اسڪول ڪنڊيارو جو وائيس پرنسپال مقرر ٿيو.

سندس علمي ۽ ادبي زندگيءَ جو آغاز رسالي ”سنڌوءَ“ کان ٿيو. پاڻ ”سنڌوءَ“ جي شروعاتي ڇهن مهينن تائين، 1930ع ۾ ايڊيٽر ٿي رهيو.

ان کان پوءِ روهڙيءَ مان هڪ ماهوار اخبار ”روشني وڏيڪ روشني“ ڪڍيائين. ان جو ٻه ڇهه مهينا ڪن ايڊيٽر ٿي رهيو.

سندس لکيتن جو ٻيو دور 'مهراڻ' جي قديم دؤر 1946ع کان شروع ٿيو. 1947ع ۾ سندس هڪ ڪتاب "سائين قطب شاهه جهانيه پوٽه" شايع ٿيو. اهو ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿو، ان ۾ تصوف ۽ ويدانت جي اپٽار نهايت سليس ۽ وجد آور انداز ۾ ڪيل آهي. سندس قلم جي جولاني، ۽ خيال جي رواني درياءَ جي اٿل وانگر آهن.

ان بعد ورهاڱي کان پوءِ، جڏهن 1955ع ۾ 'مهراڻ' رسالي جو ٻيو دؤر شروع ٿيو، تڏهن پاڻ مستقل طور سان 'ادب لطيف' جي عنوان هيٺ بهترين علمي مضمون لکندو رهيو. 'ادب لطيف' ۾ زندگيءَ جي گوناگون مسئلن کي نڪور ۽ خليل جبران جي اسلوب ۽ انداز ۾ بيان ڪندو رهيو. سندن انهن 'ادب لطيف' وارن شهپارن جو جرمني زبان ۾ ترجمو ٿيو، ۽ اتي جي ريڊيو اسٽيشن تان وقت بوقت نشر ڪيو ويو. ساڳيءَ طرح سندس اهي مضمون آمريڪا ۽ جرمنيءَ ۾ انگريزي ۽ جرمن زبانن ۾ پڻ شايع ڪيا ويا.

ان طرح سندس مضمون مشهور رسالن ـــ شاعر حيدرآباد، ماروئي حيدرآباد فردوس هالا، نئين زندگي ڪراچي، اديون ڪراچي، روح رهاڻ حيدرآباد کان سواءِ، روزانه عبرت ۾ شايع ٿيندا رهيا. سندس مقالن جي گڏ ڪرڻ جو ڪم سندس فرزند پروفيسر اڇپت ڪري رهيو آهي.

1964ع ۾ سندس پيو ڪتاب ”ايسر آڪاٽي“ شايع ٿيو ۽ جنهن تي ’پاڪستان رائٽرس گلڊ‘ پاران به سؤ وپيا انعام مليو. اهو ڪتاب پنهنجي مواد توڙي پيشڪش جي لحاظ سان شاهڪار آهي. سندس انداز بيان جي جدت ۽ ندرت، تتبع ۽ تقليد کان بالا آهي.

ان سلسلي ۾، آخري وقت تائين، ’ساميءَ‘ جي شخصيت ۽ سلوڪن تي ڪم ڪندو رهيو. اٽڪل چار هزار کن سلوڪ گڏ ڪيائين. انهن جي صحت ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ سالن جا سال محنت ڪندو رهيو. افسوس جو اهو شاهڪار مڪمل نه ٿيو آهي. پنهنجي پويان لائق فرزند پروفيسر لچپت گانڌي ۽ پوٽو رويندر ڇڏيو اٿس.

پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز فار رليجن جو ميمبر به ٿي رهيو ۽ 1964ع ۾ فلاسافيڪل ڪانگريس حيدرآباد ۾ مستقل ڊيليگيٽ جي حيثيت ۾ شريڪ ٿي، فلاسافيءَ تي علمي مقالو پيش ڪيو هئائين، جنهن کي ڏاڍو پسند ڪيو ويو.

30 ڊسمبر 1965ع تي، ٿوري علالت کان پوءِ هن فاني دنيا کي ڇڏي وڃي سرڳواس ٿيا.

## ساڌو واسواڻي

سنڌ جو مشهور عالم، فيلسوف ۽ آدرشي مهاپرش، ساڌو ٽي - ايل واسواڻي 16 - جنوري 1966ع تي پوني

(پارت) ۾ گذاري ويو.

ساڌو واسوانيءَ جي عالمانہ شخصيت، بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪي آهي. سندس نام ۽ پيغام کان مشرق ۽ مغرب جا سڀئي علمي ۽ فڪري ادارا واقف هئا.

1940ع ۾ هڪ آمريڪي عالم ۽ سياح، پنهنجي سفر نامي ۾ لکيو آهي تہ ڀارت جون ٽي جايون قابل ديد آهي - تاج محل، جامع مسجد ۽ اجنتا. ان طرح ٽن ماڻهن کي ڏسڻ ڀاڳ جي نشاني آهي، رابيندرناٿ ٽيگور، گانڌي ۽ ساڌو واسواڻي. اها سنڌين لاءِ فخر جي ڳالهہ آهي.

ساڌو واسواڻي، 25 - نومبر 1879ع ڌي، حيدرآباد سنڌ ۾ پيدا ٿيو. سندس اعليٰ شخصيت ننڍي ڄمار ۾ ئي علم ۽ فڪر جي عالم ۾ مستغرق رهندي آئي. مذهب جي سلسلي ۾ سڀني مذهبن جو مطالعو ڪري انهن جي صالح ۽ تعميري خيالات کي قبول ڪيائين. سندس اسلام ۽ پيغمبر اسلام، قرآن ۽ خلفائي راشدين لاءِ ڏنل تقريرون ۽ رايا، علمي دنيا ۾ مستند جو درجو رکن ٿا.

سندس اوائلي زندگي، تعليم ۽ اخلاقي اصلاح سان شروع ٿي. تعليم جي سلسلي ۾ پاڻ وڪٽوريا ڪاليج ڪوچ بهار، مهيندارا ڪاليج پٽيالا، ديالسنگ ڪاليج لاهور جو پرنسپال ٿي رهيو آهي. ڪلڪتي ۽ ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ فلاسافيءَ جو پڻ پروفيسر ٿي رهيو آهي.

ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ سندس شهرت ۽ عزت، يوروپ تائين پهچي چڪي هئي. ان زماني ۾ پاڻ، بين‌الاقوامي مذهبي ڪانفرنس برلن جي دعوت تي يوروپ ويو، اتي ماديات ۽ لامذهبيت جي خلاف اخلاق ۽ روحانيت، پاڪيزگيءَ ۽ صلح پسنديءَ تي، پر اثر ۽ وقت انگيز تقريرون ڪيائين. ان وقت پاڻ ڪراچيءَ ۾ فلاسافيءَ جو پروفيسر هو.

1909ع ۾ يوروپ جي مختلف علمي ادارن ۽ عالمي سوسائٽين پاران، ملندڙ دعوت تي، مختلف ملڪن ۾ تقريرون ڪيائين. سندس تقرير ۾ ويدانت ۽ تصوف جو عجيب سنگم هوندو هو. هو پريم ڀڳت هو، تنهنڪري سندس ڪلام ۾ بجليءَ جهڙو تاثير هو. سندس اصلاحي تقريرن، يوروپ جي وڏن وڏن عالمن کي روحانيت ڏانهن قريب آندو.

1920ع کان ملڪ جي آزاديءَ جي تحريڪن، ڪانگريس ۽ خلافت ۾ ٻهرو ورتو لڳو. خلافت جي پاران، انگريزن سان 'قطع تعلقات' جي جڏهن تحريڪ شروع ٿي، تڏهن پاڻ ڏيارام جيٺمل ڪاليج ۾ پروفيسر هو. ان سلسلي ۾ جا وڏي ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ ٿي، تنهن جو پريزيڊنٽ ساڌو واسواڻي هو. ان ڪانفرنس ۾ ملڪ جي سڀني ليڊرن- گانڌي، محمد علي، موتي لال نهرو، شوڪت علي، مولانا آزاد، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ تقريرون ڪيون.

اڳتي هلي 'ينگ انڊيا' ۽ 'هريجن' اخبارن ۾ جي گانڌيءَ جي ادارت ۾ شايع ٿينديون هيون، تن جي پهرين پيجن تي ساڌو واسوانيءَ جا مضمون ڇپبا رهيا. ان سلسلي ۾ 'الوحيد' ڪراچيءَ ۾ سندس ڪافي مضمون ڇپيا، جن ۾ قرآن ۽ حديث ۽ تاريخ جي دليلن سان ثابت ڪري ڏيکاريائين ته هن سرڪار جي خلاف قطع تعلقات تحريڪ کي زور وٺائڻ مسلمانن جو مذهبي فرض آهي.

1932ع ۾ استعفا ڏيئي، 'ميران' جي نالي ۾ اصلاحي ۽ تعليمي تحريڪ شروع ڪيائين. سندس خيال ۽ عقيدا، امن ۽ صلح، عبادت ۽ پريم ڀڳتيءَ وارا هئا. هو تصوف ۽ ويدانت جو وڏو ڄاڻو هو. ان هوندي به هو مذهبي خارج رسمن، ۽ خيالن کي چنبڙي پوڻ جي خلاف هو. هن پنهنجي عمل ۽ ڪردار لاءِ، 'ميران ٻائيءَ کي مثالي ۽ آدرشي آئينو بڻائي ڪم شروع ڪيو. سندس اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ به روحانيت ۽ پاڪيزگي، انسان ذات جي محبت ۽ خدمت، مساوات ۽ اخوت تي هڪ روحاني رنگ ۾ رٿيل نصاب ۽ نظام هلايو ويو. ان سلسلي ۾ حيدرآباد جو 'ميران' اسڪول هڪ آدرشي اسڪول شمار ڪيو ويو آهي، جو ساڌو واسواڻي ورهاڱي تائين هلائيندو رهيو.

1949ع ۾ ساڌو واسوانيءَ پوني ۾، سنڌ وانگر، 'ميران' آدرشي اسڪول کوليا. ان سلسلي ۾ ميران

ٻالمندر، ميران هاءِ اسڪول، ميران ڪاليج، ميران ناري شالا، ميران اسپتال، تعريف جي لائق آهن.

ساڌو واسواڻي، علم ۽ خيال، فڪر ۽ فلاسافي، پريم ۽ شيوا جو سچو مثال هو، تنهنڪري سندس ادارن کڏهن به مالي مشڪلات ڪانه ڏٺي.

سندس ادارن لاءِ، سندس جنم ڏينهن، 25- نومبر تي هر سال ڳوٺري پيش ٿيندي هئي. ڀهرئين پيري، پنجويهن هزارن جي ضرورت محسوس ڪئي ويئي، پر کين مليا ٽيتاليهه هزار: ٻئي سال پنجهٺ هزار، ۽ ٽئين سال هڪ لک کان به مٿي، چوٿين سال ايڪائي لکن کان مٿي. اهي رقمون، يورپ، جپان ۽ آمريڪا مان گڏ ٿيون. سنڌين ۽ پارسي هندن پاران امدادون الڳ مليون.

سندس ڪيترا ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، جيئن "Awake Young India"، "India in Chains" جي سندس يورپ مان واپسيءَ تي مدراس جي مشهور Ganesh & Co. ڇپايا.

ساڌو واسواڻيءَ ڇهاسي ورهين جي ڄمار ۾، 16- جنوري 1966ع تي سرڳواسي ٿي ويو. شال سندس علم ۽ خيال جي دنيا مان انسانذات، سونهن ۽ سوڀيا، پيار ۽ پريم، امن ۽ صلح جو رنگ حاصل ڪري.

سندس خيالن، مضمونن، تقريرن ۽ ٻولن جي اشاعت جي سلسلي ۾ ننڍڙو رسالو 'سنت مالا' اڄ ڏينهن تائين هلندو ٿو اچي. ان ۾ سندس ڪلام "ڏوري" ۽ "نماڻي"،

تخلص سان شايع ٿيندو رهيو آهي. بيشڪ ساڌو واسواڻي هڪ آدرشي مهاپرش هو، جنهن پنهنجي ساري حياتي، خلق جي خدمت ۾ گذاري اعليٰ مثال قائم ڪيو آهي.

## يار محمد ٽانوري

سنڌ جو پراڻو اديب، شاعر، قومي ورڪر ۽ صحافي جناب يار محمد ٽانوري، جمعي جي ڏينهن، 20- مئي 1966ع تي، دل ٺپ ٿيڻ جي ڪري، ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. انالله وانااليه راجعون.

مرحوم مغفور هڪ علم دوست ۽ اهل قلم بزرگ هو. سنڌ جي پراڻن آثارن سان هڪ شاندار مثال هو. سندس شعر و شاعريءَ جي تربيت، سنڌ جي مشهور عالم ۽ اديب، جناب حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم ڪئي.

سندس ڪلام سنڌ جي جهونن رسالن توڙي اخبارن- اسلامي دنيا، اسلامي زندگي، الوحيد ۽ اصلاح- ڪراچيءَ ۾ ڪافي شايع ٿيل آهي. پاڻ ڪجهه عرصو روزانه الوحيد ۾ به ڪم ڪيائين.

وطن جي آزاديءَ جي سلسلي ۾، خلافت تحريڪ ۾ هڪ سرويچ سپاهيءَ جي حيثيت سان شامل رهيو، ۽ وڏين وڏين ڪانفرنسن جي انتظامي ڪمن ۾، سندس جانفشاني ۽ جدوجهد تعريف جي لائق آهي.

ان طرح مسلم ليگ تحريڪ ۾ به سڀ کان اڳيرو

رھيو. آخري وقت تائين وطن جي محبت ۾ سرشار رھيو.
ادبي مجلسن ۾، جمعيت الشعراء سنڌ، بزم طالب المولا سنڌ کان سواءِ بزم نظامي، بزم سرشار ۽ بزم حڪيم کي ھلائيندو آيو.
سندس جنازي نماز ۾ مسٽر جي-ايم سيد، رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي ۽ ڪيترن مقامي اديبن، عالمن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي. دعا آھي ته رب ڪريم شال کيس سرھي، ۽ سندس اولاد ۽ عيال کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي.

## علامه نياز فتحپوري

اردو ادب ۽ زبان جي نامور اديب، ممتاز عالم ۽ محقق، صحافي ۽ نقاد، ماھنامه نگار جي مدير اعليٰ نياز فتحپوريءَ، 24- مئي 1966ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. وفات وقت سندس عمر ايڪاسي سال ھئي. مرحوم نياز گذريل اٺن-نون مھينن کان نڙيءَ جي سرطان ۾ مبتلا ھو. گذريل سال نومبر تي سندس آپريشن ٿيو، ۽ سندس صحت ڪجھه سڌرڻ شروع ٿي، پر اھا صحتيابي عارضي ثابت ٿي. آخر 24- مئي تي وفات ڪيائين.
سندس جنازي سان، سندس عزيزن سان گڏ، ادبي جماعتن، وزيرن، اسيمبليءَ جي ميمبرن، جماعت جي سربراھن، آفيسرن، پروفيسرن، استادن، شاگردن ۽ ايڊيٽرن شرڪت ڪئي. سندس ٻويان ھڪ ٻيوھه، ٻه

فرزند ۽ به نياڻيون آهن.

علامه نياز، 1884ع ۾ سني گهاٽ، ضلع باره بنڪي ۾ پيدا ٿيو. ان دؤر جي نامور عالمن کان علم جي تحصيل ڪري، 1910ع کان علمي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين.

سڀ کان اول 1911ع ۾ 'زميندار' اخبار سان وابسته رهيو. 1911ع ۾ هفتيوار 'توحيد' جو معاون مدير ٿيو. 1912ع ۽ 1913ع ۾ هفتيوار 'خطيب' جو قلمي معاون ٿيو. 1919ع ۾ روزانه 'رعيت' جو چيف ايڊيٽر ٿيو. آخر ۾ فيبروري 1922ع ۾ پنهنجو رسالو "نگار" ماهنامو جاري ڪيائين، جو اڄ تائين هلي رهيو آهي.

اڌ صديءَ ۾ پنجٽيهه علمي ۽ ادبي ڪتاب لکيائين ۽ "نگار" جا ڏهه معرڪه آرا ضخيم نمبر شايع ڪيائين، ۽ پورا چوٽيتاليهه سال "نگار" کي باقاعدي شايع ڪندو آيو. سندس علمي ۽ ادبي، تحقيقي ۽ تنقيدي مقالا هزارن کان مٿي آهن.

'نياز' اردو، فارسي، عربي، ترڪي، هندي ۽ انگريزي زبانن جو عالم هو. مختلف علوم ۽ فنون ۾ تفسير، حديث، فقه، تصوف، نجوم، نفسيات، علم ڪلام، فلسفه، منطق، لغت، موسيقي، شاعري، تاريخ، تجويد انشاء جو وڏو ماهر هو. هڪ اديب ۽ نقاد، محقق ۽ مبصر جي حيثيت سان، برصغير هند-پاڪ ۾ به 'نياز' کي پنهنجو انفرادي مقام حاصل هو. سندس معيار ۽

مقام جا تمام ٿورا عالم پيدا ٿيا.

سندس آزاد خيالي ۽ محققانه طرز تحرير لي مذهبي حلقن پاران نهايت سختگير رد عمل پيدا ٿيو. ان جي پاداش ۾ 'نياز' ٽيهن سالن تائين هڪ ڪمري ۾ محبوس رهيو، پر آڻ نه مڃيائين. سندس خيالات ۾ ڪوبه فرق نه آيو. ديني مسائل جي پيش ڪندي ڪيترا اهڙا اختلافي مسئلا پيدا ڪيائين، جن جي ڪري مٿس ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون به آيون. سندس مقابلي ۾ علامه سيد سليمان ندوي، مولانا عبدالماجد دريا بادي، مولانا عرشي امرتسري، ڊاڪٽر تاثير، اقبال سليماني، مولانا سعيد احمد اڪبرآبادي، مولانا منظور نعماني، مولانا اسحاق سنديلوي جهڙا محقق ۽ عالم رهيا. آخرڪار وحي ۽ نبوت جي ڪيترن اختلافي مسئلن ۾ رجوع ڪيائين.

سندس ڪتابن ۾ من ويزدان ٻه جلد، استفسارات ٻه جلد، نگارستان، شهاب ڪي سرگذشت، مذهب ڪي تاريخ، مذاڪرات نياز، فراست اليد، ماله وماعليه، نقاب ڪي بعد، نقشهاي رنگ رنگ، انتقاديات ٻه جلد، شاعر ڪا انجام، جذبات ڀاشا، جمالستان، مڪتوبات نياز، حسن ڪي عياريان مشهور ڪتاب آهن. ان طرح چوئيتاليهن سالن جي ”نگار“ ۾ مومن نمبر، پاڪستان نمبر، افسانه نمبر، مشرق وسطيٰ نمبر، حسرت موهاني نمبر، فرمانروايان اسلام نمبر، علوم اسلامي نمبر، خدا

نمبر، معلومات نمبر، مصحفي نمبر، اصناف سخن نمبر، انشائي لطيف نمبر، غالب نمبر، اقبال نمبر، نياز نمبر، اسلام نمبر ۽ نگار جبلي نمبر، وغيرهم نهايت معياري ۽ معلومات افزا آهن.

سندس علمي خدمت جي سلسلي ۾ پارت سرڪار پنهنجي ملڪ جو وڏو علمي اعزاز 'پدماپوشن' کيس 1962ع ۾ عطا ڪيو.

آخر ۾ پاڪستان ۾ لڏي آيو ۽ اچي ڪراچيءَ ۾ رهيو. اتي "نگار" سان گڏ، 'ترقيءَ اردو بورڊ' جي لغت لاءِ ڪم ڪندو رهيو. ان طرح قومي عجائب گهر ڪراچي جي لاءِ، هزارها مخطوطات سان گڏ ڪيترن قلمي ڪتابن ۽ علمي دستاويزن جي ببليوگرافي تيار ڪيائين، ان جو پهريون جلد تيار ٿي چڪو آهي. نياز پڇاڙيءَ تائين، ڏهه-ٻارهن ڪلاڪ ڪم ڪندو رهيو. بستر مرگ تي به ليٽي ۽ وهاڻن تي ٽيڪ ڏيئي، مقالا لکندو رهيو. سندس سارو علمي ڪم، مستقل ايڪڊميءَ جي ڪم کان گهٽو بلند آهي. نياز اهو شخص هو جنهن علم لاءِ زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي. دعا آهي تہ الله کيس مرهي ۽ سندس خطائن تي غفو فرمائي.

## عطا حسين شاهہ موسوي

سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر ۽ اديب، جناب سيد

عطا حسين شاهه موسويءَ، روهڙيءَ ۾ 8- جون 1966ع تي وفات فرمائي. انالله وانااليه راجعون.

مرحوم و مغفور، سنڌ جي هڪ بلند پايه سادات خاندان جو چشم و چراغ هو، ان سان گڏ، هڪ وضعدار ۽ دوست نواز انشا پرداز اهل قلم هو. سندس انداز بيان نهايت شسته ۽ شائسته، رنگين ۽ شيرين آهي.

پاڻ ساري عمر، تعليم جي خدمت ۾ گذاري، تعليم کاتي جي هڪ وڏي عهدي تان رٽائرڊ ڪري چڪا هئا.

سندن زندگي، پنهنجي ننڍي ڀاءُ، عبدالحسين شاهه موسويءَ سان گڏ، نهايت خاموشيءَ سان گذاري. پاڻ شهرت تي گمناميءَ کي ترجيح ڏيندا رهيا، ۽ ڪل خوشيءَ ۾ سيڪنهن سان ناتو نباهيندا رهيا. هنگامه خيز ۽ جذبات انگيز مسئلن کان هميشه پري رهي، عملي طرح سان علمي توڙي ادبي، تعليمي توڙي اصلاحي خدمت ڪندا آيا.

سندن مقالات جو سلسلو، سنڌي ادب جي سيني علمي ۽ ادبي رسالن ۽ اخبارن لائين وسيع رهندو آيو آهي.

تاليفات جي سلسلي ۾ سگهنڊ- سرهاڻ ۽ ڪچ ڪوڏيون- سنڌي ادب ۾ اسلوب ۽ پيشڪش، مواد ۽ تنوع جي حيثيت سان شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا.

پاڻ وڏا علم دوست ۽ مهمان نواز هئا. سندن علمي ڪتبخاني جا دروازا علم جي پياسن لاءِ هميشه کليل رهيا. اسان سندن وفات حسرت آيات تي، سندن ننڍي

پاءُ عبدالحسين شاهه صاحب موسوي ۽ سندن فرزند سيد شفقت حسين شاهه موسوي (سابق صوبائي ميمبر) ۽ سندن پسماندن سان غم ۾ شريڪ آهيون. رب ڪريم شال کين جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل عطا فرمائي.

## "گل" نصرپوري

اي موت! مَنَ ڪو موت پَوَئي! شل مري وڃين!

سنڌي ادب ۾، گل نصرپوري، پنهنجي پياري شخصيت ۽ من موهڻي مورت جي مڱڻ ۽ مرهاڻ کي ورچي ورهائي، 29- سيپٽمبر 1965ع تي الوداع ڪري ويو! گل واقعي اسم بامسمي گل هو. هڪ شريف ۽ سادهه دل، بااخلاق ۽ صالح، صوم و صلوات جو پابند، هزار خوبين جو مالڪ هو!

اچا شاخ حيات تي هو "نوشگفته گل" وانگر مکڙيءَ جي صورت ۾ ئي هو، ته خزان جي اڻمنڌائتي ۽ بيمهلائتي جهوٽي، کيس هميشه لاءِ ڪومائي، سڪائي، مروٽي ۽ نهوڙي رکيو!

ابتدائي تعليم، نصرپور ۽ ٽنڊي الهيار ۾ ورتائين. جدوجهد ۽ محنت ڪري، سنڌيءَ ۾ ايم-اي پاس ڪيائين. آخري زماني ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين ۾ استاد ٿيو، ۽ استاد ٿي سوڪلاٽي ڪيائين.

ادب ۽ شعر و شاعريءَ جي سلسلي ۾ سپ کان

اول، مون سان سندس تعلقات پيدا ٿيا. سندس تحريرن ۽ شعر و شاعريءَ جي اصلاح، ڏهن سالن تائين جاري رهي. آخري وقت ۾ جناب مخدوم محمد زمان صاحب ”طالب المولیٰ“ سان سندس نيازمندانه تعلقات رهيا، ۽ بزم طالب المولیٰ جي محفلن ۾ دل کولي حصو وٺندو رهيو ۽ انهن کان اصلاح وٺندو رهيو.

جگر جي خرابيءَ جي سلسلي ۾ سول اسپتال ۾ ٻه ڀيرا داخل ٿيو ۽ اتي ٻئي ڀيرا موت سان مقابلو ٿيو. ٻئي ڀيرا کيس، آڪسيجن ٽينٽ ۾ بند ڪيو ويو. طبع پرسي ۽ نگهداشت جي سلسلي ۾ حضرت مخدوم محمدزمان ’طالب المولیٰ‘ ۽ مخدوم محمد امين صاحب ’فهيم‘ ۽ مان، هر ڀيري اسپتال ۾ ويندا رهياسون. ڊاڪٽرن کي تاڪيد ڪندا رهياسون. دوا دارون جي سلسلي ۾ ڪابه فروگذاشت نه ڪئي وئي. سندس غريب مائٽن، اگر تگر گل جي پوپان ڳل ڪيو. ٻه چار مهينا صحتياب ٿيو. علم و ادب ۾ سرهاڻ پکيڙيندو رهيو، مجلسن ۾ ايندو رهيو، مشاعرن ۾ شعر پڙهندو رهيو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي استادن کان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪندو رهيو.

هڪ ڏينهن اوچتو سندس طبيعت وري خراب ٿي. کيس آمريڪن اسپتال لطيف آباد ۾ داخل ڪيو ويو. هوشيار ڊاڪٽرن جي علاج ۽ تيمارداريءَ سان چوٿون ڀيرو موت جي چنبي مان بچي نڪتو. هلندو رهيو.

وقت گذاريندو رهيو.

وسالي 'مهراڻ' لاءِ مرحوم ڪياڻيءَ جون تقريرون ترجمو ڪيائين، جي 'مهراڻ' ۾ شايع ڪيون ويون.

اڃا نئين تقرير هٿ ۾ هئس ته بيماريءَ جي اوچتي حملي جهوري ڪيرائي بستري داخل ڪري وڌس.

علاج جاري رهيو، موسمين جي رس سندس غذا رهي! پر گل کي ته معطر نشونما، ۽ عطر بنير چمن واري ماحول جي ضرورت هئي! - گهر جي تنگ ۽ تاريڪ ڪوٺيءَ ۾ سندس پساهه تڪي بار پيو. مون ڏانهن خط لکندو رهيو، تاثرات بيان ڪندو رهيو، واردات ۽ ڪيفيات جو رنگين وجد انگيز عالم، لفظن جي لباس ۾ مون ڏانهن موڪليندو رهيو. منهنجي تسلي برصواب نه ٿي.

29- سيپٽمبر 1965ع تي پنهنجي بوڙهي پيءُ، غمزده ماءُ، الم‌نصيب ڀيڻن، دلبند ڀائرن کان آخري موڪلائي ڪيائين! - ۽ سيني کي ڳتر لڳي موڪلايائين.

اسان ويامين، ڳوڙها ڳاڙي آيامين! سندس غم‌نصيب والده جون عرش رسا آهون ۽ دانهون اڄ به عرش عظيم جي دروازن سان ٽڪرائجي رهيون آهن.

نوشگفته گل اڌين مکڙيءَ جي صورت ۾ ٽڙي الله ڏانهن روانو ٿيو. ڪجهه به نه ڏٺائين، اڃا شادي به ڪانه ڪئي هئائين، سندس مڱڻو ٿيل هو، شاديءَ ۾ اڃا به مهينا ديرهئي.

امان وت سندس ڪتاب ”درياهه جي ڪپ تي“ سندس شعر ۽ ڪلام جو بياض، مهراڻ رسالي ۽ نئين زندگيءَ ۾ ڇپيل ٻه-چار مقالا، سندس ايم-اي ۾ لکيل مقالو، ۽ سندس اهي خط، جي مون ڏانهن لکندو رهيو، علمي يادگار طور باقي رهجي ويا آهن. رهي نام الله ڪا!

دعا آهي ته الله ڪيس مرحوم، ۽ سندس والدين، ڀينرن ۽ ڀائرن کي صبر جميل عطا ڪري!

ڪچي ڪاچونئي، نانگن ٻڌي نينهن جي،
جهڙا آيا جڳ ۾، تهڙا ويا سونئي،
تنهين جي چونئي، پورب ڏيندي پڌري. (لطيف)

انالله وانااليه راجعون. گل توتي الله جي رحمت هجي!

[نمبر 1 ۽ 2، سال 1966ع]

# رئيس ضياءالدين ايس-بلبل "ضيا"

هيءَ خبر ادبي ۽ علمي حلقن لاءِ نهايت ڏک پهچائيندڙ ٿيندي ته سنڌي ادب جي مشهور عالم ۽ اديب، شاعر ۽ قومي ليڊر، مرحوم رئيس شمس الدين 'بلبل' جي فرزند ارجمند جناب رئيس ضياء الدين 'ضيا'. ايس-بلبل، 14- سيپٽمبر 1966ع تي دادوءَ ۾ وفات ڪئي. انالله وانااليه راجعون.

رئيس ضياءالدين، ايس- بلبل، پنهنجي شخصيت ۽ وجاهت، توڙي علمي ۽ ادبي معيار ۽ خدمت جي لحاظ سان هڪ عزيز ۽ متعارف هستيءَ جو مالڪ هو. رئيس مرحوم جي وفات حسرت آيات سان هڪ طرف مرحوم بلبل جي علمي آشياني جو چراغ اجهامي چڪو آهي، ته ٻئي طرف علمي ۽ ادبي دنيا ۾ اهڙو خال پيدا ٿيو آهي، جنهن جو پرجڻ مشڪل نظر پيو اچي.

مرحوم رئيس صاحب، سنڌ جي مردم خيز خطي، ميهڙ ۾، 15- ڊسمبر 1910ع تي تولد ٿيو. سندس ولادت به ان دور جي مشهور عالم دين، اهل الله ۽ مجذوب درويش، مولانا غلام محمد سوڍر رحه جي دعا سان وابسته آهي. مرحوم رئيس ضيا ڪان اڳ، مرحوم

'بلبل' کي ڪوبہ پٽاٽو اولاد ڪونہ هو. مرحوم ضياء مولانا مجذوب جي دعا سان، ٽئين گهر مان پيدا ٿيو. سندن نالو، سندن والد ماجد جي نالي، شمس الدين، سان نسبت قائم رکندي، ضياءالدين رکيو ويو. سندن اخلاقي ۽ روحاني، ظاهري ۽ باطني تربيت ۽ پالنا بہ ان درويش بزرگ ۽ مجذوب عالم مولانا غلام محمد جي زير سايہ ٿي، جنهن بزرگ کي عام طرح سان " ڏاڏو سائين " سڏيو ويندو هو.

رئيس ضياء ننڍي وهيءَ ۾ ئي يتيميءَ جا ڏکيا ڏينهن ڏٺا. سندن والدہ ماجدہ سندن ولادت کان پوءِ جلدي وفات ڪئي، ۽ پاڻ اڃا 9 سالن جا مس ٿيا تہ مرحوم بلبل بہ کين داغ مفارقت ڏيندي، کين يتيم ڪري انتقال فرمايو.

والدين جي وفات کان پوءِ، سندن تعليم ۽ تربيت جو ذمہ داوانہ فرض، جنهن خوش اسلوبيءَ سان ڏاڏي سائين ادا ڪيو، اهو حيرت جهڙو آهي.

ڏاڏو مجذوب ظاهر ۾ تہ نهايت مجذوبانہ ۽ درويشانہ انداز ۾ گوشہ گير رهندو هو، تنهن هوندي بہ رئيس مرحوم جي تعليم ۽ تربيت، خوراڪ ۽ پوشاڪ تي تمام گهڻو خيال ڏيندو هو.

ڏاڏو مرحوم ان دور جو وڏو عالم، فقيہ ۽ صوفي هو. سندن علمي ڪمالات کان جتي مرحوم بلبل مستفيد ٿيو، اتي ڪيترا هندستاني عالم بہ سندن وهاڻ

لاءِ ڪهي ميهڙ ۾ ايندا هئا، ۽ دقيق ۽ لاينحل ديني مسئلن تي ساڻن تبادلهِ خيالات ڪندا هئا.

ان سلسلي ۾ مولانا ابوالفتح پاٽيپتيءَ جو نالو مشهور آهي، جنهن ڪيترن مسئلن، مثلاً بهشت ۽ دوزخ، آدم جي پيدائش ۽ بهشت مان خروج، وحي ۽ رسالت متعلق ڪيئي مسئلا ڏاڏي مجذوب ڪان حل ڪرايا هئا.

ڏاڏو مجذوب هميشه گوشه گير رهندو هو ۽ هفتي ۾ ٻه-ٽي ڀيرا مس سڪل ۽ رُکي ماني کائيندو هو. صبح جو پنهنجي ڪرنڙيءَ مان ٻاهر نڪري، بنگلي جي دروازي تي ويهي، مرحوم ضيا ۽ سندس سنگتين مان راند ڪيڏندو هو. ان ٻاراڻي مشغلي ۾، ڏاڏو مرحوم ٻارڙن کي جوئر جي ڪانن سان ٻاراڻا رانديڪا ٺاهي ڏيندو هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن گهوڙو بنجي، ٻارڙن کي ٻاڻ تي سواري ڪرائي وندرائيندو هو. خاص طرح سان رئيس ضيا کي ڪلهن تي چاڙهي هر وقت ڪڏائيندو گهمندو هو.

مرحوم بلبل جي وفات وقت، ڏاڏو مجذوب، رئيس ضيا کي ڪلهن تي چاڙهي، ميهڙ شهر ڪان ٻه-ڏي ميل ٻاهر ڪٺي ويو. ان وقت فرمايائين:

”بابا! اڄ هت اهو آيو آهي، جيڪو ٻارن کي يتيم ڪندو آهي، جيڪو مائرن کي رنڊ زال سڏائڻ تي مجبور ڪندو آهي، جيڪو ڀڻن کان ڀيءُ کسي وٺندو آهي، جيڪو مائرن کان پٽ کسيندو آهي،

جيڪو گهرن مان خوشين جا چراغ وسائي ويندو آهي، جنهن جي اچڻ سان هر ماڻهو بيقرار ۽ اشڪبار ٿيندو آهي، جنهن جي اچڻ سان غم ۽ اندوهه جي فضا طاري ٿي ويندي آهي، جنهن جي اچڻ تي ڪوبه حيلو ڪارگر نه ٿيندو آهي، جو ڪنهن به ميڙ- منٿ ۽ ست- سڏاءَ تي هٿين خالي واپس نه ويندو آهي، جنهن هزارين گهر ويران ڪري ڇڏيا. بابا ضيا! اچ، پاڻ هن گهر مان نڪري هلون، جيئن اهو پنهنجو ڪم پورو ڪري هليو وڃي!"

ڏاڏي مرحوم جي زير تربيت رهندي، اپريل 1921ع ۾ رئيس ضيا پنهنجي والد مرحوم بلبل جي برپا ڪيل انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿيو. اهو اسڪول اڄڪلهه هاءِ اسڪول بڻجي چڪو آهي. رئيس ضيا مرحوم ميهڙ جي اسڪول ۾ فقط پنج درجا انگريزي پڙهيا، سي به ڏاڏي مجذوب جي ترغيب ڏيارڻ سان سندس تعليم به ڏاڍي البيلائيءَ سان ٿي. صبح جو ساجهر نيرن کان فارغ ٿي، ڏاڏي مجذوب جي ڪلهن تي چڙهي، اسڪول پهچندو هو، اتي موڪل ملڻ تائين، ڏاڏو مرحوم ڪلاس ۾ ويٺو هوندو هو. گرميءَ جي موسم ۾ مجذوب کيس وڃڻو هڻندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪلاس ۾، اگر ڪو ماستر اجايو سجايو، ڪنهن شاگرد کي چڙ ڀيندو هو، ته پوءِ کيس ڏاڏو مرحوم سخت تنبيه ڪندي چوندو هو:

”ماستر صاحب! هي گلن ڦلن جهڙا ٻارڙا، ڪي ماءُ جي پيٽان علم ۽ ادب ڪونہ سکي آيا آهن. اگر سکيل ۽ پڙهيل هجن ها تہ پوءِ هوند هت اچڻ ئي ڪين ها! اوهان هنن کي سيکاريو ۽ پڙهايو، پر نڪو هنن کي ماريو، نڪو هنن کي گار گند ڪريو. هنن جي آهہ عرش ٽي وينديي آهي، ان ڪان بچو!“

وئيس ضيا جي تعليم جي سلسلي ۾، جڏهن اهو مسئلو پيدا ٿيو تہ رئيس ضيا انگريزي پڙهڻ ۾ ڪابہ دلچسپي نٿو وٺي، نڪو سبق ياد ٿو ڪري، تڏهن ڏاڏي مجذوب ان جو اهو حل پيدا ڪيو، جو پاڻ سنڌي- انگلش ڊڪشنري گهرايائون. ان کي ڏسي ۽ سمجهي، پوءِ مرحوم ضيا کي پاڻ سبق ياد ڪرائيندا هئا. ان لغت ۾ ڏاڏي مجذوب ايتري تہ مهارت حاصل ڪئي، جو پاڻ مرحوم ضيا کي آخر تائين پڙهائيندا رهيا، ايتريقدر جو اسپيلن لکڻ وقت اسڪول ۾ خود ماسترن کي بہ سمجهائيندا هئا. سندن ايتري رغبت ۽ توجهہ ڏيڻ سان مرحوم ضيا هميشه چڱا نمبر کڻي پاس ٿيندو هو. مزو اهو آهي تہ ڏاڏو مجذوب لغت هميشه ابتي جهلي پڙهندو هوا

مرحوم ’ضيا‘ پنج درجا سنڌي ۾ پاس ڪري، ڇهون درجو گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان پاس ڪيو، ۽ ان ڪان پوءِ ميٽرڪ بہ اتيئي ڏنائين. ان ڪان پوءِ ڪاليج جي تعليم لاءِ مسلم يونيورسٽي علي‌ڳڙهہ ۾

آگسٽ 1931ع ۾ داخل ٿيو. اتي 1938ع ۾ ايم-اي، ايل-ايل-بي جا امتحان، فرسٽ ڊويزن ۾، امتياز سان پاس ڪيائين.

عليگڙهه ۾، ڏاڏي مجذوب جي تربيت ۽ تعليم تي، ان دور جي مشهور عالمن ۽ محققن ڊاڪٽرن سيد ظفرالحسن ۽ پروفيسر محمد حبيب جو ڪافي اثر پيو.

ڊاڪٽر سيد ظفرالحسن هڪ جڳ-مشهور فلسفي ۽ عالم هو. ڊاڪٽر صاحب خاص طرح سان هيگل جي "فلسفهٔ جدليات" تي، انهن ڏينهن مشهور عالمن مان هڪ ليکيو ويندو هو، جي ان دور ۾ پوري دنيا ۾ مستند طور تسليم ڪيا ويا هئا. رئيس 'ضيا' ان ڪان 'فلسفه ۾ تڪميل ڪئي. اهوئي سبب آهي جو سندن خيالات ۽ جذبات، تقرير توڙي تحرير ڏي، فلسفيانه رنگ هڪڙي طرف، ته ڏاڏي مجذوب جي اثر ڪري مجذوبانه ۽ قلندرانه اثر ٻئي طرف، آخر تائين قائم رهيو.

ان سلسلي ۾ پروفيسر حبيب به فلسفه سياست تي عالمي شهرت جو مالڪ ۽ وڏو عالم هو، جنهن جي صحبت ۽ تعليم سان پاڻ فلسفه سياست ۾ تڪميل ڪيائين.

عليگڙهه ۾ رئيس ضيا نهايت شان ۽ عزت سان، تعليم پوري ڪري، جڏهن پنهنجي وطن ميهڙ ۾ واپس آيو، تڏهن پنج سال ڪن، هتي جي مقامي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ گذاريائين. سندن اهي پنج سال، سنڌ جي مشهور جيد عالم، استادالعلماء حضرت مولانا عبدالڪريم

ديروي رحه، جناب سيد حاجي علي اڪبر شاهه صاحب، ۽ ٻين سيهڙ جي عالمن ۽ اديبن جي عارفانه ۽ ادبي صحبت ۾ گذريا. اهو دور اسان ڀنهين جي شاعرانه نومشقي، مطالع ۽ تبادلہ خيالات جو سنگ بنياد ثابت ٿيو. انهن پنجن سالن جي عملي مشاهدي، ۽ وسيع مطالع جي دور ۾، سندن شاعرانه طبع ۾ هڪ قسم جو نئين سر ذوق پيدا ٿيو. ان ذوق جي تڪميل جي سلسلي ۾، پاڻ پنهنجي والد ماجد جي نسبت سان 'بزم بلبل' ڪي قائم ڪيائون. ان 'بزم بلبل' جي مشاعرن ۾، سنڌ جا وڏا وڏا عالم ۽ شاعر شرڪت ڪندا رهيا، جن ۾ طرحي ۽ غير طرحي ڪلام پيش ڪيو ويندو هو.

رئيس مرحوم ضيا جي توجهه ۽ انتظام هيٺ جميعت الشعراء سنڌ ياران آل سنڌ ادبي ڪانفرنس به ٿي.

1943ع ۾، سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾، منطق ۽ سنڌي ادب جا ليڪچرار ٿيا ۽ ان سان گڏ، ڪين بورڊنگ هائوس جو سپرنٽينڊنٽ ٿي پڻ ڪم ڪرڻو پيو، پر ڪجهه وقت ڪانپوءِ، ڪن هنگامي ۽ سياسي اختلافن جي پيدا ٿيڻ ڪري، پاڻ استعيفا ڏئي، واپس سيهڙ ۾ آيا.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ، دادو ۾ پهريائين اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر ۽ پوءِ 1953ع ۾ دادو ضلعي جو پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو.

رئيس مرحوم اهو عهدو آخر تائين، مثالي نموني ۾ ماڻيو ۽ پنهنجي وفات کان اڳ ان تان استعيفا ڏئي، سال-اڌ آرام سان گذاريائين.

رئيس ضيا جي علمي ۽ ادبي خدمتن جي سلسلي ۾ ايترو چوڻ کافي آهي ته پاڻ "بزم بلبل" جو باني هو، ۽ ماهنامہ "اديب-سنڌ" جو ايڊيٽر رهي چڪو هو. دادوءَ ۾ "انجمن آفتاب ادب" جو نائب صدر ۽ ۽ بار ائسوسيئيشن ميهڙ ۽ دادوءَ جو سرگرم رڪن. "جمعيت الشعراء سنڌ" جو نائب صدر ۽ قلندر لال شهباز ميموريل ڪاميٽيءَ جو سرگرم مرڪردو هو. آخري وقت ۾ هڪ هفتيوار اخبار "تنظيم عوام" (دادو) پڻ هلايائون.

رئيس مرحوم فلسفي ۽ دينيات جي فاضل هجڻ سان گڏ، هڪ مثالي نثرنگار پڻ هو. پاڻ سنڌيءَ سان گڏ، انگريزيءَ تي به استادانہ دسترس رکندو هو. سندس سنڌي ۽ انگريزي مضمون، سنڌ جي سڀني روزانہ سنڌي توڙي انگريزي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. سندن انگريزي مضمون "ڊان" ڪراچي ۽ "انڊس ٽائمس" حيدرآباد ۾ نهايت دلچسپيءَ سان پڙهيا ويندا هئا. ڏاڍي ضرورت آهي، اگر ڪو صاحب، اهي انگريزي ۽ سنڌي مقالا جمع ڪري، ڪتاب تيار ڪري.

رئيس مرحوم پنهنجي وجود مسعود جي حيثيت سان، هڪ انجمن هو. وٽس هر وقت عالم ۽ فاضل، اديب ۽ شاعر ايندا رهندا هئا، جن سان علمي ۽ ادبي، مذهبي

۽ ملڪي مسئلن تي تبادلہ خيالات ڪرڻ سندس پسنديده مشغلو هو. پاڻ جتي بہ رهيو، اتي علمي ۽ ادبي ماحول جو مرڪردو ٿي رهيو. علمي ۽ ادبي، تعليمي ۽ تهذيبي خدمت جي خيال کان رئيس مرحوم، هر جماعت، هر انجمن، هر بزم ۽ هر مجلس جو روح روان رهندو آيو. هميشہ عالمن ۽ اديبن جي دلجوئي ۽ سرپرستي ڪيائين. هڙون وڙئون امداد ڪندي ڪونہ گسندو هو. سندس جهڙي هئي صورت تهڙي هئي سيرت! رئيس مرحوم هڪ وضعدار، خوش اخلاق، نيڪ انسان، خداترس ۽ مذهبي خيالات جو پابند، پڪو ۽ سچو مسلمان هو. سندس نيڪ سيرت مان هزارن غريبن کي فائدو پهتو. ڪيترن بيروزگار هندن ۽ مسلمانن جو بار مٿس رهندو آيو. ان بار کي آخري گهڙيءَ تائين نباهيندو آيو. رئيس مرحوم ڪم آزار شخص هو. دوستن جو دوست هو ۽ دشمنن تي مهربان. ڪنهن دوست کي اگر ڪٿي بہ ڪا ناجائز تڪليف پهچندي هئي تہ هو بيقرار ٿي ويندو هو. دور دراز سفر ڪري هيڪر وڃي، انهن مشڪلاتن کي منهن ڏيندو هو. سندس دسترخوان هميشہ ڪشادو رهيو. هڪ طرف وقت جا عالم ۽ فاضل اديب ۽ شاعر سندس دسترخوان جي زينت رهيا، تہ ٻئي طرف امير ۽ پير، ليڊر ۽ ملڪي رهنما بہ سندس ميزبانيءَ جي شرف کان مستفيد رهيا. ميهڙ ۾ بلبل بنگلي جا دروازا هر آئي وئي لاءِ کليل رهيا. ميهڙ ۾

جڏهن بہ ڪو ٻاهريون ماڻهو ايندو هو، اهو هڪ ڀيرو ضرور بلبل بنگلي تي مهمان طور رهايو ويندو هو. مهمان نوازيءَ جي سلسلي ۾ امير ۽ غريب جو ڪوبہ فرق نہ رکيو ويو، حتاڪہ هندو ليڊر، وڪيل ۽ واپاري بہ اچي رهندا هئا. بلبل بنگلو، گويا سيهڙ ۾ هڪ ادبي ۽ علمي مرڪز جي حيثيت رکندو هو، جنهن ۾ هر وقت، علمي ۽ ادبي رهاڻ هلندي رهندي هئي. رئيس مرحوم ان رهاڻ لاءِ شمع محفل جي حيثيت رکندو هو. مدرسہ عربيہ سيهڙ جي عالمن ۽ بزرگن سان گڏ بلبل بنگلہ جي رهاڻ، اسان ٻنهي جي فڪر و نظر جي تربيت ڪئي.

مرحوم رئيس جي وفات، علمي ۽ ادبي دنيا ۾ هڪ اهڙو خال پيدا ڪيو آهي، جنهن جو پرجڻ مشڪل آهي. اسان هڪ رواداري ۽ صداقت شعار، رفيق، دوست، سرپرست ۽ هم وطن بزرگ کان وڇڙي چڪا آهيون، جو ڏاڏي مجذوب جي تالي واريءَ 'نسبت' سان، هميشہ مون کي ”بابا سائين“ ڪري لکندو هو!

رئيس مرحوم، هڪ علمي ڪتبخانو پڻ ڇڏي ويو آهي، جنهن ۾ مرحوم بلبل جي دؤر جي قديم علمي ۽ فني ڪتابن ۾، پاڻ چڱو خاصو اضافو ڪيائين. سندس جمع ڪيل لئبرريءَ ۾ انگريزي، فارسي، اردو، سنڌي، عربي زبانن جا بيش بها شهپارا موجود آهن. ان طرح سنڌي، اردو ۽ انگريزي، علمي ۽ ادبي رسالن جو پڻ

وڏو تعداد موجود آهي. سندن قانوني ڪتابن جو ذخيرو ان کان علاوهہ آهي. سندن فرزندن ۽ عزيزن لاءِ مناسب آهي تہ هو رئيس مرحوم جي لئبرري، سندس علمي مقالن، اڻ ڇپيل مضمونن، شعر و شاعريءَ جي بياض وغيرهہ کي 'باقيات الصّالحات' سمجهي محفوظ ڪن، انهين نہ ٿئي جو اهو ساري زندگيءَ جو گڏ ٿيل سرمايو سنڀال کان سواءِ ضايع ٿي وڃي.

رئيس صاحب مرحوم پنهنجي قبيلي ۽ خاندان جو پڳدار هو. سندس خاندان ۾ (اڳئين گهر مان) ٽي فرزند ــ مسٽر شمس‌الدين، صلاح الدين ۽ رئيس نظام‌الدين آهن، جي بہ اولادي آهن. سندس هميشرهہ محترمہ ۽ سندس پُٽ، پوٽا ۽ ڏوهٽا آهن. رئيس مرحوم جون ٻہ نياڻيون آهن، جي بہ اولادي آهن ۽ سندس آخري اهليہ بہ حيات آهي.

خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ سندن سارو ڪٽنب ۽ کهڙل رئيس مرحوم جي روايات کي زندهہ رکندو ٿو اچي، ۽ سندس فرزند پنهنجي لائق والد ماجد جي نقش قدم تي هلي رهيا آهن.

رئيس مرحوم کي پنهنجي جليل القدر والد مرحوم "بلبل" جي ڀرسان ۾، پنهنجي ڳوٺ واريءَ مسجد ۾ رکيو ويو آهي.

دعا آهي تہ رب ڪريم شال رئيس مرحوم کي مرهي ۾ جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندس پسماندن، سندن

همشيره محترمه ۽ ان جي اولاد، ۽ سندن فرزندن ۽ سندن عزيزن رئيس قمرالدين، رئيس بدرالدين، ميان عبدالقادر، ميان غلام قادر، وڏيري الهڏني خان ٿيٻي، ميان عبدالحق، رئيس فقير محمد، ۽ سڀني عزيزن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي. (آمين).

## حضرت پير عبدالستار جان سرهندي

هيءَ خبر سنڌ جي علمي ۽ ادبي، مذهبي ۽ ديني حلقن لاءِ نهايت روح فرسا آهي ته ”خاندان مجدديه“ جي لکن مريدن ۽ عقيدتمندن جي پيشوا، ٽنڊي سائينداد جي مشهور بزرگان دين حضرات سرهندي خاندان جي مشهور عالم ۽ فاضل، اديب ۽ شاعر، حضرت پير الحاج سائين عبدالستار جان سرهندي، 17 - سيپٽمبر 1966ع مطابق 1 - جمادي الثاني 1386 هه، داعي اجل کي لبيڪ چوندي، وفات فرمائي! انالله واناالیه راجعون.

سائين عبدالستار جان سرهندي پنهنجي انفرادي ۽ ذاتي وضعداريءَ جي حيثيت سان سرهندي بزرگن ۾ شهره آفاق جو مالڪ هو. مرحوم علوم ظاهريه جي تڪميل ۽ تحصيل سان گڏ علوم باطنيه ۾ به وڏي مقام تي فائز هو. وضعدار، نيڪ طينت، ديندار ۽ مرنج مرنجان شخصيت جو مالڪ هو. ديني علوم ۽ روحاني معارف ۾ وڏو درڪ حاصل هوس. هميشه خوش پوشاڪ ۽ خوش خوراڪ رهيو. عالمن ۽ اديبن جو جليس،

شاعرن ۽ سخن سنج حضرات جو سرپرست، مريدن ۽ عام ماڻهن جو همدرد ۽ خيرخواهه، نيڪ - صورت ۽ نيڪ - سيرت، اهڙو نه ڏٺو، نه ڏسندو.

سندس صورت نوراني، سيرت فقيراڻي، پوشاڪ اميراڻي ۽ باطن روحاني، هر خيال سان مجمع اوصاف هو. سندس ڪلام شيرين، گفتگو دلنشين، لب و لهجو نرم ۽ جاذب، طبيعت ۾ رقت، مزاج ۾ وسعت - اهي اهڙيون وصفون آهن جي مشڪل سان ڪنهن هڪ هنڌ نظر ٿيون اچن.

پير صاحب هڪ روشن ضمير، جلوت پسند، سيّاح، معامله فهم ۽ نڪته سنج شخص هو، جنهن جي وجاهت ۽ شهرت کان هڪ طرف افغانستان جو شاهه ۽ سعوديه جو بادشاهه، مصر جو شاهه فاروق متاثر ٿيا، ته ٻئي طرف هندستان جا وڏا وڏا نواب ۽ رياستن جا مالڪ، راجائون ۽ رجواڙا به سندس صورت ۽ سيرت، معامله فهمي ۽ دوررس فيصلن کان متاثر ٿيا.

هڪ طرف شاهه ايران ۽ شاهه شرق اردن، حضرت پير سائينءَ جي رهاڻ کان مستفيد ٿيا، ته ٻئي طرف هندستان جا عظيم دانشور ۽ سياسي ليڊر، قائداعظم، مولانا آزاد، مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، مهاتما گانڌيءَ جهڙا جليل القدر ملڪي پيشوا به حضرت پير سائينءَ سان متعارف رهيا.

جهان بيني ۽ زبان داني، جيئن ته حضرات مجدديه

جو خاص رنگ آهي، حضرت پير سائين ان جامع ۽ همہ رنگ وصف جو واحد نمائندو هو. پاڻ سنڌي، اردو، فارسي، عربي، پشتو، بلوچي ۽ سرائڪي ٻوليءَ جا چاڻو ۽ ماهر به هئا ۽ شاعر به هئا. سندن ڪلام زيادهہ تر عشقيہ شاعريءَ تي مشتمل آهي. ان سلسلي ۾ به پاڻ پنهنجن قديم بزرگن ۽ سلف صالحن کان جدا گانہ رنگ جا حامل رهيا.

حضرت پير سائين ڪيئي ڀيرا هندستان، ايران، افغانستان، عرب، عراق ۽ مصر جا سفر ڪيا، ان ڪري مسلم ملڪن جي حالات ۽ سياسي معاملات تي سندن نگاهہ نهايت وسيع بہ هئي ۽ عميق بہ هئي. سندن حلقہء احباب ۾، بادشاهن ۽ اميرن، وزيرن ۽ عالمن، شاعرن ۽ اديبن جو وسيع حلقو اچي ٿو وڃي. اهڙي مقبوليت هن کان اڳ ڪنهن بہ سنڌيءَ کي مشڪل ملي آهي. سندن گفتگو زيادهہ ترشستہ ۽ شائستہ، پر ڪجهہ ظرافت ڏانهن مائل رهندي هئي. بذلہ سنج ۽ حاضر جواب بہ هڪڙائي هئا. ڪائنس ڪنهن بہ ظريف ۽ دانشمند، گفتگو ۾ ڪا ڳالهہ نہ ڪئي آهي. پاڻ مجلس جا مور هئا ۽ سندن شخصيت وڏن وڏن عالمن ۽ پيرن جي موجودگيءَ ۾ بہ نمايان رهندي هئي وڏا وڏا فرعون ۽ هامان بہ سندن اڳيان جهڪندي ڏٺا ويا. پاڻ ديني حميّت ۽ اخوت جي سلسلي ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ رهيا.

پير صاحب جن حرمين جا خادم ۽ محب هئا.
ڏڪر جي حالت ۾ پاڻ هزارين من اناج ۽ لکين رپيا،
قحط زدهه ماڻهن لاءِ، حرمين پهچائي چڪا هئا.
سندن شاعري بہ نهايت لذيذ آهي. شاعريءَ جي
فن ۾ پاڻ روايت جا ايترا پابند نہ رهيا. هن فن ۾
سندن جدت ۽ ندرت اها هئي جو پاڻ تشبيهات جو اهو
حصو، جنهن ۾ شاعر سڀورا، معشوق کي ڪافر، چنگيز،
ظالم، ستمگر، بت - بيپير، رهزن - ايمان، بيوفا، ڪج
ادا سڏين ٿا، سو رد ڪري ڇڏيائون. فرمائيندا هئا!
”هي عجيب ستمگري آهي! محبوب ۽ معشوق کي
ستمگر ۽ چنگيز، بيوفا، ڪج ادا چوڻ ڪو مناسب
آهي؟ محبوب ۽ معشوق جي هر ’ادا‘ محبوب
آهي! محبوب سرتاپا محبوب آهي! عاشق ناهنجار
گستاخ آهي، جو محبوب مان عيب ٿو ڪڍي،
۽ ڪيس مشهور سفاڪ ۽ ظالم چنگيز سان تشبيهہ
ٿو ڏئي! ’پرينءَ جي پار جي، مڙئي مٺائي!‘ ڏسو
تہ سنڌ جي عارف جي ڪيڏي نہ گهري نگاهہ
آهي! بابا، مون تہ ڪڏهن بہ پنهنجي ’محبوب‘
کي ستمگر نہ سڏيو آهي!“
مون کي ياد آهي تہ سائين ميران محمد شاهہ وٽ
هڪ رهاڻ ۾ جڏهن اها گفتگو نڪتي، تڏهن مون
کين عرض ڪيو، ”حضرتا! پلا ڪو اهڙو ڪلام تہ
ٻڌايو، جنهن ۾ ’محبوب‘ سان خطاب بيحجاب ڪيو ويو

هجي!" پاڻ فورا فرمايائون: ڪڙڪ آواز ۾، گاف تي زبر ڏيندي، ۽ ڪلندي.

"گرامي صاحب، اوهان اسان جا پيارا دوست ۽ سخن سنج آهيو. اوهان جي تعريف حضرت حافظ هاشم جان صاحب کان ٻڌي اٿم. اسدالله شاهه ۽ ٻيا ٽڪڙائي سادات اوهان جو گهڻو ذڪر ڪندا آهن. حضرت مخدوم صاحب جي خاص احباب ۾ شمار ٿيو ٿا. اسان شاعري ٻه جوانيءَ ۾ ڪئي. بهرحال، تفنن طبع لاءِ ڪافي ٻڌائيندس ۽ نه امتحانا." سائين ميران محمد شاهه جي هڪ خوشگوار ٽهڪ کان پوءِ، سائين ستار جان هيءَ ڪافي ٻڌائي:

لهه سندم سهڻا سنيار، نينهن تو مون کي نهوڙي!
قول جي مون سان ڪيا تو، پرت مان پيمان پار،

وصل جا وعدا ڪري پوءِ تون وري مي نا وسار....
ماريو مون کي وڇوڙي! آخري شعر آهي:

آءُ نه هڪ آهيان اڪايل، عشق ۾ عاجز اپار

منجهه انهيءَ ميدان ماريا، ٻرهه بيحد بيشمار...."پير" جهڙا ڪئين ڪروڙي!

اها ڪافي پنهنجي اسلوب ۽ فن جي لحاظ سان نهايت لذيذ به آهي ۽ معياري به آهي. سندس زبان سادي ۽ سليس سنڌي آهي. ان ۾ تجنيس حرفي جي

مراعات به آهي. ان کي ڏسي، ائين ڪوبه نه سمجهندو ته هيءَ ڪافي هڪ اهڙي شخص جي آهي، جنهن کي هڪ نه پرست زبانون آهن! جنهن وٽ رات ڏينهن عربي، فارسي ۽ پشتو زبانن ۾ گفتگو هلي ٿي!

اها ڪافي پوري ٿي ته سائين ميران محمد شاهه فرمايو، ”’آهي‘ ڪلام پڙهايو!“ ’اهو‘ پڙهي مون ڪٿي چپ ڪئي. پير سائين فرمايو: ”گرامي صاحب، هاڻي جواب ترڪي به ترڪي! رنج نه ٿيندو!“ مون عرض ڪيو: ”نه، نه، ارشاد!“ فرمايائون:

محبوب ماهه صورت، ڪو بيوفا نه آهي،
ماڻا مٺي جا آهن، ليڪن جفا نه آهي.

شاعر شڪايتون ٿا بيجا بڪن، گرامي،
در اصل دلبرن ۾ ڪائي خطا نه آهي.
تشبيهه تنهنجي قد جي شمشاد ساڻ ڪن ٿا،
شمشاد ۾ ٿلڻ جي توڙين ڪانه آهي.
تنهنجي مٺن چپن کي مرجان پيا چون ٿا،
مرجان ۾ لطافت، ميٺاج سانه آهي.
ڪنهن دم چون ته آهي، پيارو پريءَ جو پيڪر،
ليڪن پريءَ ۾ اهڙو نازو ادا نه آهي.

ان کان پوءِ فرمايائون ته ”پهرئين شعر ۾ آءِ هينئر - ’گرامي‘ چئي اوهان کي مخاطب ٿيو آهيان،

ورنه اتي 'مدامي' آندو اٿم" ان کان پوءِ به ڪافي وقت تائين وهاڻ هلندي رهي.

هڪ ڀيري وهاڻ ۾ صحبت ۾ وحدت الوجود تي گفتگو نڪتي. مون ڪين ڪجهه دلائل پيش ڪيا. پاڻ اکيون پوري ٻڌندا رهيا. مون جڏهن چپ ڪئي، تڏهن پاڻ اکيون کولي، کِلي ڏنائون. فرمايائون، "مولوي صاحب، شيخ ابن عربيءَ کان ڪافي متاثر آهيو ڇا؟ مڪتوبات مطالع ڪين ڪئي اٿو؟ حضرت مجدد فرمائي ٿو:

مارا نص" درڪار است، نه ڪه فص"!"

ائين چئي، پاڻ وحدت الشهود جا دلائل پيش ڪرڻ شروع ڪيائون. ان وهاڻ ۾ پاڻ قرآن، حديث، اقوال سلف، بالخصوص حضرت مجدد رحه جي مڪتوبات مان شواهد ۽ دلائل پيش ڪندا رهيا. ان تقرير دلپذير ٻڌندي، ائين معلوم ٿيو ته ڪو علم ڪلام جو استاد، شاگردن کي درس پڙهائي رهيو آهي. سندن دلائل ۾ ڪابه سختي ۽ ڪج بحثي نه هئي. کلندي مُرڪندي بحث ڪندا رهيا. سندن دقيق نگاهه ۽ وسعت مطالع کي ڏسي، آءٌ ته دنگ رهجي ويس. مون سائين حافظ هاشم جان کان سواءِ، ٻيو ڪوبه ان پايي جو متڪلم ۽ عالم دين نه ڏٺو آهي!

سائين ميران محمد شاهه جي چهلم تي، دسترخوان

تي ويٺي، فرمايائون:
”گرامي صاحب، اوهان جو ميران محمد شاهه تي لکيل وفيات پڙهيم. تمنا ٿو ڪريان تہ مان بہ جلدي مري پوان تہ مون تي بہ لکو!“
ان تي، قاضي غلام مصطفيٰ، رٽائرڊ ڪليڪٽر ۽ عزيزم محبوب علي چنا صاحب، ٺهڪ ڏيئي وراڻيو:
”سائين! اوهان اڄ ڪٺي پاڻ ڪي مرحوم سمجهو تہ گرامي صاحب لکي!“ فورا فرمايائون:

”تڪلف سان پيدا ٿيل تحرير ۾ روح نہ رهندو،
روح تڏهن ٿيندو جڏهن مٺهنجو روح نڪري!“

بهرحال، اهي عجيب غريب لطائف ۽ ظرائف آهن، جي هن وقت دل تي تري آيا آهن. سندن شعر و شاعريءَ جي سلسلي ۾، چند اشعار پيش ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان. سندن جهان بيني ۽ مشاهدي ۽ تجربي جو شاهڪار ملاحظہ ڪريو:

جڏهن جاچي ڏٺم ساري خدائي،
نظر مون کي فقط هڪ ڳالهہ آئي.

ڪمينن ۾ وفاداري نہ آهي،
اصيلن ۾ نہ آهي بيوفائي.
ٻہ چيزون، پن ۾ خالق ڪين خلقيون،
چڱن ۾ بد ۽ بڇڙن ۾ چڱائي.

ڪيئا قرب ڪن، ظاهر زباني،
اندر هڪڙي، ٻهر ڪَن، ٻي ٻيائي.
ڪيئن سان نہ رکجي قرب قلبي،
ڪرڻ ڳهرجي نہ تن سان آشنائي.
پري رهجي، نہ رکجي پيار تن سان،
نہ آهي چال ۾ جن جي چڱائي.
ڪجي قربان پنهنجي جان، تن تان،
وڪن جي صاف سهڻا ٿا سچائي.
ٻچاڻان تجربي، هي شعر جوڙيم،
زماني زهر جي چڱي چکائي.

محبوب کي ٿا چون:

مشتاق يارَ موهين، بانڪن ٻنهين ۾ چا ٿئي؟
ونگيو وڃن ويچارا، ڪارن ڪنڌين ۾ ڇا ٿئي؟

آبحيات ناهين، ڪوثر بہ ڪين، ليڪن،
بخشين ٿو زندگاني، لعلن لبن ۾ چا ٿئي؟
ظاهر ۾ باهہ وانگر، گرچہ ٻرن ٿا ليڪن،
ٺارن هنيون سڀني عمان، ڳاڙهن ڳلن ۾ چا ٿئي؟
اسرار عشق وارا، محبوب پاڻ چائي،
پو پيرُ چو پڇين ٿو، اهڙن ڪمن ۾ چا ٿئي؟

بهار جي آمد تي، حضرت پير سائين هن طرح ٿو محبوب کو خطاب فرمائي:

آيو بهار ٿيڻو تازو چمن دوبارهہ،
سيراب ٿيا بخوبي، سرو سمن دوبارهہ.

چوڏار اڄ چمن ۾، ڪيا چهچهات چيڻن،
بلبل، گلن ڦلن تي ٿي نغمہ زن دوبارهہ .
مٺ ڪونہ آهہ ڪو گل، محبوب ساڻ منهن جي،
ڦاڙيو گلاب جي گل، ڏس پيرهن دوبارهہ .
سامان پيا نظارا، تنو لئي ٿيا نگارا،
ايندين ڪڏهن پيارا، پنهنجي وطن دوبارهہ.

هي آهي پير سائينءَ جو سنڌي ڪلام. هتي فارسي، عربي ۽ پشتو ڪلام ڏيڻ طوالت جي سبب ڇڏيندو. سنڌن ڪلام جي رنگيني ۽ پختگي، سنڌن قادرالڪلام ۽ مشتاق استاد هجڻ جي شاهد آهي .

آخر ۾ سنڌن هڪ عجيب غريب واقعو بيان ڪريان ٿو. سائين عبدالستار جان سرهندي رحہ جي زندگيءَ ۽ ان جي عجائبات ۾ هي واقعو شمار ڪيو وڃي ٿو تہ پاڻ ٽکڙائي سادات جي بزرگن جي ’وفات‘ تي هميشہ موجود رهيا، حالانڪ پاڻ سياح ۽ سيلاني هئا. ڪڏهن ڪراچي تہ ڪڏهن لاهور، ڪڏهن طهران تہ ڪڏهن بغداد، ڪڏهن بيروت تہ ڪڏهن قاهره، ڪڏهن دهليءَ تہ ڪڏهن ڪوئيٽا! پر اها عجيب حقيقت آهي تہ ٽکڙائي سادات جي اهڙي غم ۽ اندوهہ جي سوقعي تي پاڻ لازمي طور هت ئي موجود هوندا هئا. 85 سالن جي

عمر ڌائين، سندن اها روايت قائم رهي. اها به گويا سندن هڪ زنده ڪرامت چئبي!

پاڻ حضرت خواجه حسن جان سرهندي رحه جا ٻيو نمبر فرزند هئا ۽ 1311 هـ ۾ ٽنڊو ۾ ڄاوا. حضرت سائين وڏي، خواجه عبدالرحمان جان رحه کين ڪلهن تي کڻي ڪڍايو، ۽ ناز سان پاليو.

پاڻ آخري وقت ۾، ڪابل مان آيا هئا. کين اوچتو دل جي شڪايت پيدا ٿي. باوجود علاج جي، پاڻ صحتمند نه ٿيا ۽ حيدرآباد ميمن اسپتال ۾ وفات ڪيائون. کين پنهنجن بزرگن جي پرسان "مقبره شريف" ٽنڊو ۾ آرامي ڪيو ويو. سندن عمر 85 سال هئي. هن جانڪاهه صدمي ۾، اسان حضرت شاهه آغا، حضرت حافظ هاشم جان سائين، ۽ سندن فرزندن فاروق جان ۽ صديق جان ۽ سندن عزيزن ۽ مريدن سان شريڪ غم آهيون . دست به دعا آهيون ته رب ڪريم شال کين مغفرت ڪري، ۽ جنت ۾ جاءِ نصيب ڪري، ۽ سندن پسماندن، بزرگن، پوئرن، اولاد ۽ مريدن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي .

## علامه آقاي سعيد نفيسي

علمي دنيا لاءِ، هيءَ خبر نهايت اندوهناڪ آهي ته ايران جي وڏي محقق ۽ عالم، نقاد ۽ ماهر تعليم، علامه سعيد نفيسيءَ 14 - نومبر 1966ع تي وفات ڪئي

آهي! انالله واناالیه راجعون.

علامه سعيد نفيسي، پنهنجي جامع خصوصيات جي لحاظ سان، بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪو هو. جديد ايران جي علمي ۽ فڪري ارتقا جي سلسلي ۾ علامه مرحوم جون علمي ۽ ادبي خدمتون بلند مقام حاصل ڪري چڪيون آهن.

علامه مرحوم ابتدائي تعليم پنهنجي وطن ۾ حاصل ڪئي ۽ اعليٰ تعليم طهران، پئرس ۽ سئزرلئنڊ ۾ مڪمل ڪئي، ۽ انهن يونيورسٽين ۾ وڏي امتياز سان پنهنجي علمي تحقيق کي تڪميل تي پهچايائين.

يورپ مان واپس اچڻ کان پوءِ طهران يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ، جاگرافي، فارسي ادب ۽ لسانيات جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو. ان سان گڏ ”ڪاليج آف لا“ ۾ به پروفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ ڪابل يونيورسٽيءَ جي تقاضا تي پاڻ ڪابل ۾ آيو، ۽ اتي به پروفيسر ٿي ڪم ڪندو رهيو.

علامه سعيد نفيسيءَ جي عالمي شهرت کان متاثر ٿي، دنيا جي وڏن علمي مرڪزن ۾ کيس وقت بوقت دعوت ڏيئي گهرايو ويو. علامه مرحوم ان علمي سفر ۾ لنڊن، برلن، پئرس، ميونچ، روم، واشنگٽن کان سواءِ الهه آباد، بمبئي، بنارس، پاٽنا، ترويندرم، حيدرآباد دکن، دهلي، علي گڙهه، ڪلڪتي، مدراس ۽ ناگپور يونيورسٽين

۾ ٻه عالمانه ۽ فاضلانه ليڪچرس ڏنا.

ان سلسلي ۾ پاڪستان ۾ ٻــه ڀــه ـ ڏي ڦيرا آيو. ڪراچي، حيدرآباد سنڌ،لاهور، پشاور، ڍاڪا، راج شاهي، يونيورسٽين ۾ ٻه علمي ۽ ادبي تقريرون ڪيائين.

ان کان پوءِ ڪيس بيروت جي سينٽ جوزف ڪاليج ۾ پروفيسر ٿي ڪم ڪرڻو پيو.

سندس تصنيف ۽ تاليف، ۽ درست ڪيل ڪتابن جونه فقط معيار بلند آهي، پر تعداد به ڪافي آهي، سندس تصنيفات جو انداز 240 آهي. سندس مقالات، جي فارسي، زبان ۾ شايع ٿي چڪا آهن، تن جو انداز 600 کان وڌيڪ آهي. سندس علمي ۽ محققانه مقالات ڪيترن جلدن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

ان کان سواءِ، يورپ ۽ ايشيا ۾ فرينچ، انگريزي، عربي، رومي، اردو، آرمني ۽ ترڪي زبانن ۾، سندس 150 کان وڌيڪ مقالا شايع ٿي چڪا آهن.

سندس علمي ۽ فني خدمتن جو اعتراف نــه فقط جديد ايران جي محققن ڪيو آهي، پر ان کان ٻاهر يورپ جي مستشرقين به سندس تخليقن مان استفادو ڪيو آهي. يورپ جا وڏا وڏا محقق، سندس مقالــن ۽ تحقيقي ڪتابن مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪري چڪا آهن. عــلامه جي ذات هڪ علمي سَنَد جــي حيثيت مان علمي دنيا ۾ وڏي مقام تي فائز تصوّر ڪئي وئي آهي.

علامه مرحوم نهايت ساده دل، اهل نظر، صوفي منش ۽ سرنج مرنجان شخصيت جــو مالڪ هو. ڪيس

ايـرانـي ثقافت ۽ تهذيب جـو نمايندو ڪري تسليم ڪيو ويو هو.

علامه مرحوم ٻه ـ ٽي ڀيرا، سنڌ يونيورسٽيءَ جي دعوت تي پڻ آيو هو، ۽ هتي سنڌ يونيورسٽيءَ جي فارسي شعبي جي اهتمام هيٺ سندس تقريرون پڻ ٿيون.

علامه مرحوم ڪـي هت حيدرآباد يونيورسٽيءَ ۾ ٻه ـ ٽي ڀيرا ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو شرف پـڻ حاصل ٿيو. علامه صاحب هڪ طرف عـلامه اقبال جي فلسفي ۽ نظريات کان متاثر نظر آيو ۽ ٻئي طرف سنڌي ادب ۽ تصوف متعلق به متعارف هو.

علامه صاحب جي خدمت ۾ جڏهن مثنوي مولانا روم جي مڪمل ترجمي جو سيٽ پيش ڪيو ويو، تڏهن حيران رهجي ويـو. مولانا دين محمد ”اديب“ فيروز شاهيءَ کي تحسين ۽ آفرين چوندي فرمايائون:

”سنڌي زبـان جي اهـا سعادت آهي، جنهن ۾ مثنويءَ جو ترجمو، مڪمل ٿي سگهيو آهي. ان مان ثابت ٿو ٿئي ته سنڌي زبـان، سرمايهء الفاظ ۽ تنوع جي لحاظ مان، اهڙي بلند پايه ۽ شاهوڪار زبان آهي، جنهن ۾ مثنويءَ جا دقيق ۽ فلسفيانه مسئلا، ترجمو ٿي سگهيا آهن.“

ان کان پوءِ فرمايائين:

”مولانا صاحب، اوهان مون سان گڏجي، ايران هلو، اتي اوهان جو وڏو قدر ٿيندو .... !“

علامہ سعيد نفيسيءَ، اهو ذڪر پنهنجي هڪ فارسي مقالي ۾ پڻ ڪيو آهي. بهرحال، علامہ جي وفات نہ فقط فارسي ادب لاءِ، پر پوري علمي دنيا لاءِ هڪ ڏکدائڪ حادثو آهي. سندس علمي شخصيت تي پوري دنيا جا عالم ۽ فاضل اشڪبار آهن.

سندس پسماندن مان ہڪ پٽ ۽ ہڪ نياڻيون آهن. دعا آهي تہ رب ڪريم شال ڪيس سرهي ۽ جنت نصيب ڪري. آمين.

[نمبر 3 ۽ 4، سال 1966ع]

## بيگم عطيہ فيضي

پاڪستان جي مشهور ادب نواز ۽ فنڪار هستي، بيگم عطيہ فيضي، 4- جنوري 1967ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. ان طرح هڪ بين الاقوامي شهرت يافتہ شخصيت کان ادب ۽ آرٽ محروم ٿي ويو. بيگم عطيہ جي ذات، فن ۽ ثقافت جي هڪ انجمن هئي. سندس عمر 86 سال هئي. سندس شمار برصغير هند-پاڪ جي چند عظيم شخصيتن ۾ ٿي چڪو آهي.

بيگم عطيہ، پنهنجي پوري عمر، علم ۽ فن، ثقافت ۽ ادب جي خدمت ۾ صرف ڪئي آهي. پاڻ 1881ع ۾ استنبول ۾ پيدا ٿي. سندس ابتدائي تعليم بمبئيءَ ۾ ٿي ۽ اعليٰ تعليم لنڊن ۾ حاصل ڪيائين. سندس خانداني تعلق مشهور طيبجي خاندان سان آهي. سندس والد ترڪيءَ جي خليفي جو مشير ۽ وزير رهي چڪو آهي. سندس شادي 1903ع ۾ ملڪ جي مشهور فنڪار فيضي رحمين مرحوم سان ٿي. بيگم عطيہ، ڪانگريس، خلافت ۽ مسلم ليگ تحريڪن ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي. سندس مداحن ۾ مهاتما گانڌي، جواهر لال نهرو، قائداعظم،

مولانا شوڪت علي، مولانا ابوالڪلام آزاد، علامہ شبلي ۽ علامہ اقبال جا نالا مشهور آهن.

بيگم عطيہ، نهايت دانشمند، عالي دماغ، صاحب مطالع ۽ مصور عورت هئي، جنهن برنارڊ شا جهڙي نقاد ۽ خشڪ مزاج نڪتہ سنج کي بہ متاثر ڪيو. برنارڊشا، سائنس ملڻ لاءِ هڪ ڀيرا لنڊن کان بمبئيءَ بہ سفر ڪري آيو. سندس چوڻ آهي تہ:

”مون کي بيگم عطيہ کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن بہ عورت متاثر نہ ڪيو آهي!“

ان طرح علامہ شبلي ۽ علامہ اقبال ۽ مولانا آزاد جي والهانہ تعلق جو پتو، انهن خطن مان پوي ٿو، جي انهن عالمن، بيگم عطيہ کي وقت بوقت لکيا آهن، ۽ جي مختلف عنوانن مان شايع ٿي چڪا آهن. بيگم عطيہ انگريزي، عربي، فارسي ۽ فرينچ جي عالم هئي.

بيگم عطيہ وٽ تصويرن ۽ نادر فني چيزن جو وڏو ذخيرو هو، جو پاڻ 'پاڪستان آرٽ ڪائونسل' لاءِ وقف ڪيو اٿس، جنهن جو افتتاح تازو ڪراچيءَ ۾ ٿي گذريو آهي. بهرحال هڪ عظيم ۽ دانشمند عورت هئي، جنهن پنهنجي دور جي فن ۽ عالمن کي متاثر ڪيو. انالله وانااليہ راجعون.

## مولانا عزيزالله ساند

سنڌ جي مشهور علمي مرڪز، مدرسہ واهيڻ جي

مهتمم، ۽ جمعيت العلماءاسلام ٿرپارڪر جي ناظم اعليٰ ۽ مشهور ديني رسالي، 'قرآني والهيت' جي ايڊيٽر، مولانا عزيزالله ساند، 72 سالن جي عمر ۾، 14-جنوري 1967ع تي، پنهنجي ڳوٺ والهيت (تعلقو سامارو) ۾ وفات ڪئي.

مولانا عزيزالله، پنهنجي ايام جوانيءَ کان ملڪ ۽ ملت جي خدمت جي سلسلي ۾، نهايت مخلصانہ طور خدمت ڪئي آهي. سندس قائم ڪيل مدرسي مان بلوچستان، لسٻيلي، سنڌ، پنجاب ۽ بنگال جا ڪيترا شاگرد فارغ التحصيل ٿي نڪتا آهن. پاڻ هميشه گمنام رهي ڪم ڪندو رهيو آهي. سندس رسالي 'قرآني والهيت' جو شمار، سنڌي ادب ۾ 'توحيد' جهڙو آهي. پاڻ جمعيت العلماءاسلام ٿرپارڪر جي ناظم جي حيثيت سان، ڪيترن تحريڪن ۾ بہ حصو وٺندو آيو. سندس برپا ڪيل مدرسو اڄ بہ ڪم ڪري رهيو آهي. اسان سندن پسماندن سان هن صدمي ۾ شريڪ غم آهيون.

## مولوي احمد علي "مجذوب"

سنڌ جي مشهور ۽ معروف علم دوست ۽ قومي ڪارڪن ۽ ٿر جي خلافتي محب وطن، مولوي احمد علي مجذوب دل، 18- فبروري 1967ع تي، مختصر بيماريءَ کان پوءِ، ڄامشوري اسپتال ۾، 70 سالن جي

وڏي عمر ۾ وفات ڪئي. اناالله وانااليه راجعون.

مولوي مجذوب مرحوم، پنهنجي دور جي ملڪي مسئلن جي هڪ جيئري جاڳندي تاريخ هو. تعليم کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ، دل ۽ جان سان ملڪي تحريڪن ۾ حصو ورتائين. سندس قومي خدمت جي شروعات خلافت ۽ ڪانگريس جي تحريڪن سان ٿي، آخر ۾ خاڪسار تحريڪ سان وابسته رهيو. سيني تحريڪن ۾ هڪ مخلص ۽ دلير مبلغ ۽ سپاهيءَ جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو.

مولوي مجذوب ۾ هڪ عجيب و غريب خصوصيت اها هئي، جو پاڻ ٺهي تحريڪن جي دور جون اخبارون، تقريرون، خطبا ۽ ٻيو علمي لٽريچر نهايت سليقي سان گڏ ڪري ويو آهي. ان سلسلي ۾ وٽس مولانا آزاد جي 'الهلال' ۽ 'البلاغ'، مولانا محمد علي جوهر جي 'همدرد' ۽ 'ڪامريڊ'، گانڌيءَ جي 'هريجن'، ڊاڪٽر انصاريءَ جي 'انصاري'، جمعيت العلماء هند جي 'الجمعية' ۽ 'مدينه بجنور'، علامه مشرقيءَ جي 'الاصلاح'، اخبارن جا مڪمل فائيل موجود رهيا. ان طرح ٺهي ملڪي تحريڪن جو سارو لٽريچر پوين لاءِ ڇڏي ويو آهي. آخري وقت ۾ سندس نظر ڪمزور ٿي وئي ۽ سندس اهو علمي ذخيرو ڪنهن حد تائين لٽجي ويو، ان جو ڏک کيس مرڻ گهڙيءَ تائين رهيو. تاهم اڃا به ڪافي ذخيرو موجود آهي.

مجذوب متعلق حيرت انگيز انڪشاف ڪيون ٿا ته-
مخدوم عبدالرحيم گروهڙيءَ جي ڏالي ۾ جا مشهور پيشنگوئي، هند ۽ سنڌ ۾ مشهور آهي- اها انگريزن خلاف نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ ۽ امام مهديءَ جي ظهوريءَ لاءِ، مولوي مجذوب جي ٺاهيل هئي! اها پيشنگوئي هزارن ماڻهن کي اڄ به ياد آهي، پر اها ڏورن کي ڄاڻ هوندي ته اها مخدوم گروهڙيءَ جي نه، پر مجذوب جي ٺاهيل هئي! ان ۾ آهي ته:

"لنڊن ۾ لنگور کي، گولا گهاءَ ڪندا!"

ان طرح اها پيشنگوئي، امام مهديءَ جي ظهور ۽ پير پاڳاري جي جهاد ڪرڻ جي قياس ۽ انگريز جرمن جي ويڙهه، انگريز جي شڪست، مکر بيراج جي ٺهڻ، ۽ ملڪ جي آزاديءَ جي خيالن تي مشتمل آهي. اها پيشنگوئي به شاهه نعمت الله ڪابليءَ جي پيشنگوئيءَ وانگر، انگريزن بندش هيٺ آندي هئي، ٿاهم گجهه ۾ هلندي رهي آهي.

بهرحال، مولوي مجذوب گهڻين خوبين جو مالڪ هو ۽ مسلڪ جي اعتبار سان پڪو موحد هو، نه معلوم سندس ساري عمر جو گڏ ڪيل ذخيرو هاڻي ڪهڙي حال ۾ آهي؟ سندس پسماندن کي گهرجي ته اهو سارو علمي ذخيرو، 'سنڌي ادبي بورڊ' کي ڏين. ايئن ڪرڻ سان اهو عظيم ۽ قديم ذخيرو نه فقط بچي پوندو، پر ان سان گڏ مولوي 'مجذوب' جي روح کي

۽ راحت وسندي.

ان سلسلي ۾ اسان سنڌس پسماندن ۽ عزيزن، خاص طرح سان سردار لطف علي 'دل' ايڊيٽر 'خادم وطن' حيدرآباد ۽ محترم ڪريم لطفي ايڊيٽر 'هلال پاڪستان' سان شريڪ غم آهيون. ڪين توجهه ڏيارينداسون ته 'مجذوب' جي ڪتبخاني ۽ علمي ذخيري جي حفاظت لاءِ سوچ ويچار ڪن. دعا آهي ته رب ڪريم ڪيس مرهي ۽ سنڌن پسماندن کي صبر جميل عطا ڪري. آمين.

## نعمت الله قريشي

سکر جي مشهور قومي ڪارڪن ۽ تحريڪ آزاديءَ جي مخلص سپاهي، مسٽر نعمت الله قريشيءَ 11- جنوري 1967ع تي، سکر ۾ وفات ڪئي آهي. مرحوم قريشي، پراڻو خلافتي ۽ سياسي خدمتگذار هو. سنڌس خدمتن جي سلسلي ۾، خلافت تحريڪ ۽ مسلم ليگ ۾ ڪيل ڪم کي وڏي اهميت حاصل آهي. پاڻ منزلگاهه مسجد جي مسئلي ۾ مکيه ڪارڪن ٿي رهيو. سکر شهر جي گهڻو ڪري سڀني علمي، تعليمي، ملڪي، ادبي ۽ ثقافتي مسئلن سان وابسته رهيو. ڪافي دور بيمار رهڻ کان پوءِ 66 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين. اسان سنڌس پسماندن سان هن غم ۾ شريڪ آهيون. الله تعاليٰ ڪيس مرهي ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي. سنڌس پسماندن ۾،

هڪ فرزند آهي، جو ڊاڪٽريءَ جي ڊگري وٺي، لنڊن مان تازو پهتو آهي ۽ هڪ نياڻي آهي، جا سکر ۾ ليڊي ڊاڪٽرياڻي آهي.

## سيد عبدالحسين شاهه موسوي

سنڌ ۾ موسوي سادات پاڙن جي تعليمي ۽ علمي خدمتن کان هرڪو واقف آهي. افسوس هي آهي ته مرحوم عطا حسين شاهه موسويءَ جي رحلت کان پوءِ، جلدي سيد عبدالحسين شاهه موسوي، 18- جنوري 1967ع تي روهڙيءَ ۾ وفات فرمائي آهي.

شاهه صاحب مرحوم، هڪ صاحب طرز انشا پرداز، عالم ۽ اهل قلم هو. سندس تصنيفات جو معيار علمي حيثيت سان بلند آهي. 'سڳند ۽ سرهاڻ' سنڌي ادب ۾ بيش بها اضافو چئي سگهجن ٿا. هڪ تعليمي ماهر جي حيثيت سان ساري عمر مختلف اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ خدمت ڪيائون. آخر ۾ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر آف اسڪولس تان رٽائرڊ ڪيائون. رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ، مشرقي علمن تي پاڻ سکر ۾ ڪاليج برپا ڪيائون.

شاهه صاحب مرحوم هڪ ديانتدار، صوم و صلوات جو پابند، خوش اخلاق، رلڻو ملڻو، هنس مک انسان هو. هو پنهنجي تواضع ۽ انڪساري، نوڙت ۽ نماڻائيءَ جي ڪري، پنهنجن دوستن جو وڏو حلقو ڇڏي ويو آهي. سندس وفات حسرت آيات جي ڪري، سنڌ هڪ

وڏي اديب ۽ تعليمي ماهر کان محروم ٿي چڪي آهي.
اسان هن جانڪاهه صدمي ۾ سندن پسماندن، خاص طرح
سان سندن ڀاءُ سيد جواد حسين شاهه، پائٽين سيد
شفقت حسين شاهه ۽ سيد امداد حسين شاهه سان دلي
همدرديءَ جو اظهار ڪريون ٿا ۽ سندن غم ۾ شريڪ
آهيون. دعا آهي ته رب ڪريم کين مرحوم ۽ سندن
پوين کي صبر جميل عطا فرمائي.

سندن وفات تي سکر ۽ روهڙيءَ جا ڪاليج بند
ڪيا ويا ۽ سندن نعش کي، وڏي جلوس سان سکر جي
پراڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

## رحيم بخش شيخ

سنڌ جي علمي ۽ تعليمي حلقن لاءِ اها خبر نهايت
ڏک پهچائيندڙ آهي ته سنڌ جي مشهور قانوندان،
سابق سيشن جج، انجمن حمايت الاسلام جي صدر، سچل
سرمست جي فڪر سان وابسته صوفي،
رحيم بخش شيخ 15- فبروري 1967ع تي وفات ڪئي آهي.
مرحوم، سردار بهادر محمد بخش ”ڪوجهي“ جو ننڍو
ڀاءُ هو. سندن وفات کان پوءِ انجمن حمايت الاسلام جو
سارو بار مٿن آيو. پاڻ انجمن جي تعليمي ۽ تعميري
ڪمن کي نهايت خوش اسلوبيءَ سان تڪميل تي
پهچائيندي وڃي رب سان مليو.

انجمن حمايت‌الاسلام جي تعميري ڪمن ۽ تعليمي ترقيءَ ۾ سندن نگاهه ۽ تجربي جو وڏو دخل هو. انجمن جي پاران، حيدرآباد کان سواءِ، نواب شاهه ۽ راڌڻپور ۾ به ڪاليج هلي رهيا آهن. ان طرح سڄي سرمست تي جو ڪجهه به تعميرات جو سلسلو رهيو آهي، ان ۾ مرحوم شيخ صاحب وڏو ڪم ڪيو آهي.

پاڻ سخي قبول محمد سائينءَ جي معتقدن مان هو، کين خلافت پڻ عطا ڪئي وئي هئي.

مرحوم شيخ صاحب، هڪ رلڻو ملڻو، خوش خلق، خاموش طبع ۽ درويش صفت انسان هو. آخر تائين صوم و صلوات جو پابند رهيو. راڳ ۽ رهاڻ، سندن روح جي خوراڪ هئي. هميشه صوفيانه مجلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو. کين پنهنجي وڏي ڀاءُ سردار بهادر محمد بخش جي مقبري ۾، انجمن حمايت‌الاسلام جي ايوان ۾ دفن ڪيو ويو.

هن صدمي جانڪاهه ۾، اسان سندن فرزندن ۽ سندن پائڻين سان شريڪ غم آهيون ۽ دست بدعا آهيون ته الله تعاليٰ مرحوم کي سرهي ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل جي توفيق ڏئي. انالله وانااليه راجعون

## مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو

هيءَ خبر علمي ۽ مذهبي حلقن لاءِ ڏک وسائيندڙ آهي ته سنڌ جو وڏو عالم ۽ فاضل بزرگ علامه علي محمد

ڪاڪيپوٽو، 3- مارچ 1967ع تي، هن دارفانيءَ مان رحلت ڪري، سراءِ جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيو.

مرحوم علامه ڪاڪيپوٽي جو شمار برصغير هند و پاڪ جي وڏن عالمن، محققن، اديبن، شاعرن ۽ مدرسن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ ديوبند جو فاضل هو ۽ ان سان گڏ مولوي فاضل ۽ منشي فاضل پڻ هو.

قديم فلسفي ۾ سنڌس مطالع ۽ نگاهه نمايان حيثيت جي شهرت حاصل ڪري چڪي هئي. سنڌس فلسفه جي ڄاڻ متعلق، سنڌ جي مشهور صوفي ۽ عارف، فلسفي ۽ عالم دين، حضرت مخدوم بصرالدين سيوستاني رحم پڻ مدح ڪئي آهي. ڪيترن اهم مسئلن جي سلجهائڻ جي سلسلي ۾، حضرت مخدوم صاحب جن پنهنجن مريدن ۽ صحبتين کي هميشه مولانا ڪاڪيپوٽي جو ڏس ڏيندو هو.

ان ڪان سواءِ اها به فخر جهڙي ڳالهه آهي ته شاعر مشرق، علامه اقبال مرحوم قديم فلسفه جي ڪيترن دقيق ڪتابن جي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾، علامه ڪاڪيپوٽي جي شاگردي قبول ڪئي. فلسفي ۽ منطق جي انهن مسئلن کي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾، علامه اقبال، علامه سيد سليمان ندويءَ سان به خط و ڪتابت ڪئي هئي، پر اهي مسئلا حل نه ٿي سگهيا. ڪاڪيپوٽي سان علامه اقبال جي ملاقات جو اتفاق به عجيب آهي. پاڻ هڪ ڏينهن اورينٽيل ڪاليج پنجاب جي

سربراهه، ميان محمد شفيع سان گڏ لئبرري ڏسندي اهو رجسٽر طلب ڪيائون، جنهن ۾ قديم فلسفي ۽ منطق جي ڪتابن پڙهندڙن جا نالا داخل هئا ڏسڻ ڪان پوءِ کين حيرت ٿي ته اهي ڪتاب فقط هڪ سنڌي عالم مطالع لاءِ ورتا آهن، جو هو علامه ڪاڪيپوٽو!

ان ڪان پوءِ کين علامه اقبال گهرايو ۽ سندن شاگرديءَ ۾ اهي مسئلا حل ڪيا. مختلف فلسفيانه مسئلن مان هڪ دقيق مسئلو "رئيت" جو آهي. ان مسئلي ۾ ڇيو ويو آهي ته "شعاع معڪوس" جي ردعمل سان ٿي "نظر" جو تعلق آهي. 'آڪيءَ'، فقط هڪ آلو ۽ واسطو آهي. جديد سائنس به اهو ٿي ٿي چوي. علامه اقبال، يوناني عالمن ۽ مسلمان عالمن جي بحث کي سمجهڻ ڪان پوءِ، کين اعتراف نامو لکي ڏنو.

سندن عربي ادب ۽ قديم شعراء عرب تي لکيل مقالا، اڄ به اورينٽل ميگزن لاهور ۾ ڏسي سگهجن ٿا. سندن عربي شاعرن تي، جي لغت ۽ قافيه ۽ رديف متعلق بحث ڪيل آهن، آهي نهايت دقيق ۽ عالمانه آهن. مولانا مرحوم عربي ادب تي مستند جي حيثيت جو مالڪ هو.

ان سلسلي ۾ فقط هڪ مثال پيش ٿو ڪريان. "ڪتاب النوادر" مشهور عالم ابوزيد انصاري (215هه) جو لکيل آهي. ان جي 1894ع واري بيروت جي ڇاپي جي "فهرس القوافي"، 'عيون الاخبار' (اصحاب

دارالڪتب المصريه) (ايڊيشن 1348 هه) ڇپارن ڇپيل، جي طرز تي لکيائون. اهو فهرست اورينٽل ڪاليج مخزن فبروري 1934ع ۾ مڪمل شايع ٿي آهي، ان مان سندن تبحرّ علمي جي خبر پوي ٿي.

علامه مرحوم، پنهنجي دور جي ڪامياب مدرسن مان پڻ هو. پاڻ سرڪاري اسڪولن ۾ عربيءَ جو استاد پڻ رهيو. پاڻ جڏهن ٺل اسڪول ۾ عربيءَ جو استاد هو، تڏهن مان هلا نوان ۾ منهنجي ملاقات ٿي هئي.

سندس سادگي ۽ سادهه دلي ڏسي حيرت وٺي ويئي. ڪين ترڪي ٽوپي پيل هئي، ۽ خضاب لڳل هو. ان ادبي ڪانفرنس ۾ پير الاهي بخش (ان وقت جو وزير اعليٰ سنڌ) ۽ علامه دائود پوٽو به شريڪ ٿيو هو. ان ڪانفرنس ۾ علامه ڪاڪيپوٽه، عربي ادب تي هڪ عالمانه تقرير پڻ ڪئي هئي.

اسان مولانا مرحوم جي وفات حسرت آيات ڪي، علمي ۽ ديني حلقن لاءِ ناقابل تلافي نقصان سمجهون ٿا. دعا آهي ته رب ڪريم شال ڪين جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل عطا فرمائي.

## محمد اي- حافظ

سنڌ جي مشهور صوفي طبع ۽ درويش صفت بزرگ، جناب محمد اي- حافظ، 4- مارچ 1967ع تي، حيدرآباد ۾ وفات فرمائي آهي. مرحوم جو تعلق حيدرآباد جي

مشهور سيٺ خاندان سان هو. پاڻ لنڊن ۾ علاج لاءِ آءِ قاضي صاحب سان گڏ بار ايٽ لا ڪيائون. ان موقعي تي، سنڌن قائد اعظم سان دوستانه تعلقات پيدا ٿيا. لنڊن ۾، اوائلي دور ۾ جا مسلم ليگ جي تشڪيل لاءِ ميٽنگ ٿي هئي، ان ۾ مرحوم حافظ صلاحڪار ڪميٽيءَ جي سرگرم رڪن جي حيثيت سان شرڪت ڪئي. بارايٽ لا ڪرڻ کان پوءِ، هت سڌي طرح ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيا.

قيام پاڪستان کان پوءِ پير پاڳاري جي گادي بحال ڪرائڻ جي سلسلي ۾ مرحوم وڏو ڪم ڪيو. ان لاءِ پاڻ تڏهوڪي وزير اعظم، لياقت علي خان سان بار بار ملاقاتون ڪري مٿن زور آڻيندا رهيا.

مرحوم آخري وقت تائين، ٿياسافيڪل تحريڪ سان وابسته رهيا. ان سلسلي ۾ مائي ايني ٻيسنٽ سان سندس علمي تعلقات رهيا. پاڻ ان تحريڪ جي وڏن سرگرم ليڊرن ۾ شمار ٿين ٿا. مرحوم، حيدرآباد ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جا 10 سال متواتر صدر رهيا. سندس علمي دوستن ۾، هندو ۽ مسلمان، پارسي ۽ مسيحي عالمن جو وڏو تعداد موجود آهي.

آخري دور ۾ پاڻ خلوت نشين رهيا. آخر تائين صوم و صلوات جا پابند رهيا. سندن روشن چهرو، سندن دل جي پاڪائيءَ جو دليل هو. سندن ديني جذبو ۽ ۽ صوفيانه طبع هڪ مثال آهي. اسان هن ڏڪ ۾،

سندس پسماندن مان سندن پاءُ مسٽر عبدالصمد ۽ سندن فرزندن مسٽر محبوب عالم، مسٽر مقبول عالم ۽ مسٽر مشڪور عالم سان شريڪ غم آهيون. دعا آهي تہ رب ڪين مرحوم کي ڪروٽ ڪروٽ جنت نصيب ڪري، ۽ سندن پسماندن کي صبرجميل جي توفيق ڏئي.

## مولانا ابوبڪرشبلي

سنڌ جي نوجوان اهل قلم، صاحب طرز انشاپرداز، مولانا ابوبڪر شبليءَ ٽريچاڻيءَ، عين عالمِ شباب ۾، 6- مارچ 1967ع تي وفات ڪئي آهي.

مرحوم شبلي، حضرت امروٽيءَ جي مشهور خليفي مولانا عبدالعزيز ٽريچاڻيءَ جو پوٽو هو. ديني علوم ۽ علوم عاليہ جي تڪميل جي سلسلي ۾، سندن استادن ۾ مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو اسم گرامي موجود ڏسي، مرحوم شبليءَ جي ذهانت ۽ مطالع جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

مرحوم شبليءَ کي عربي علوم تي هڪ خاص مقام حاصل هو. ان سلسلي ۾، بغداد ۾ بہ ڪجهہ عرصو رهيو. ادارهہ تعليمات اسلام پاڪستان پاران، ڪيترن عربي ڪتابن کي پڻ ايڊٽ ڪيائين. سندس سنڌي مقالا، سنڌي اخبارن ۽ ديني رسالن مان موحد، مبلغ ۽ الرّحيم ۾ موجود آهن. خاص طرح سان، حضرت امروٽيءَ جا ڪارناما، جنهن محققانہ انداز ۾ مرحوم لکيا آهن، انهن کي تاريخي حيثيت حاصل آهي.

مرحوم شبليءَ جي هن جوانيءَ جي وفات حسرت آيات تي اسان سندن پسماندن سان شريڪ غم آهيون. دعا آهي تہ رب ڪريم شال کيس مرحوم ۽ علمي دنيا کي کو اهڙو نعم البدل عطا ڪري ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي. انالله وانااليه راجعون.

[نمبر 1، سال 1967ع]

## محمد منير چنا

نهايت ڏک جي ڳالهه آهي، جو سنڌ جي مشهور عالم دين ۽ شاعر شيرين بيان، حضرت مولانا دين محمد صاحب ”اديب“ فيروزشاهيءَ جي نوجوان فرزند، محمد منير چنا وڪيل، 21- آڪٽوبر 1967ع، مطابق 16- رجب المرجب 1387 هه تي وفات فرمائي آهي.

مرحوم هڪ رلڻو ملڻو ۽ زنده دل نوجوان هو. سندس پيشو اگرچه وڪالت هو، پر ان سان گڏ ادب سان به دلي چاهه هوس. ان سلسلي ۾ سندس ڪيترا ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن مان ”اسلامي اڪابر“ (9 حصن مان، 7 حصا ڇپيل) ڏاڍا مقبول ٿيا آهن. سندس ٻيا ڪتاب، ”سيرت الرسول“، ”عشق حقيقي“، ”انگريزي- سنڌي ڊڪشنري“، ۽ ”عربي گرامر“ اڃا اڻ ڇپيل آهن. هن نوجوان جي اوچتي وفات حسرت آيات نه فقط مولانا دين محمد صاحب ”اديب“ ۽ عزيزن لاءِ جانڪاهه آهي، پر ان سان گڏ سنڌي ادب جي هڪ پرذوق اهل قلم جو اوچتو اٿي وڃڻ به چئي سگهجي ٿو.

دعا آهي تہ رب ڪريم شال هن جوان مرگ ۽ صالح فرد کي سرهي، ۽ سندس عزيزن ۽ والدين کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي انالله وانااليه راجعون!

## مولانا محمد نورنگ زاده

هي خبر نهايت ڏک پهچائيندڙ آهي تہ وادي سنڌ جي مشهور عالمِ دين، شاعر ۽ اهل قلم، مولانا محمد نورنگ زاده 20- نومبر 1967ع تي، پنهنجي ڳوٺ کورواهہ ۾ وفات ڪئي. انالله وانااليه راجعون.

مرحوم مولانا محمد نورنگ زاده، سنڌ جي مشهور ديني عالم ۽ تفسير تنويرالايمان سنڌيءَ جي مؤلف مولانا محمد عثمان نورنگ زاده جو پوٽو هو.

مرحوم هڪ مشهور عالمِ دين، خطيب، اديب ۽ شاعر هو. سندس شاعري، سنڌي، عربي ۽ فارسي ڪلام تي مشتمل آهي، ۽ زياده تر ڪلام ديني ۽ قومي جذبات جو ترجمان آهي. ان طرح سندس نعتيہ ڪلام پڻ وڏي معيار تي پهتل آهي. سندن مضمون ۽ اشعار سنڌ جي مهني علمي ۽ ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

سندس پويون دور، ملڪ ۽ ملت جي خدمت ۾ گذريو. پاڻ 8-9 سالن تائين يونين ڪائونسل کورواهہ ڳولاڙچي جو چيئرمن رهيو.

سندس پسماندن، حافظ غلام محمد، محمد محسن ۽

محمد صالح سان اسان شريڪ غم آهيون. دعا آهي ته رب ڪريم ڪيس مرحوم جي پسماندگان کي صبر جميل عطا فرمائي. سندن پسماندگان تي فرض آهي ته هو سندس ڪلام ۽ مضمونن کي جمع ڪن ۽ سندس ڇڏيل علمي ورثي جي حفاظت ۽ اشاعت لاءِ ڪوشش ڪن.

[نمبر 4، سال 1967ع]

## علامه آءِ - آءِ - قاضي

سنڌي ادب ۽ ثقافت، فن، تهذيب ۽ تمدن جي پارکن ۽ عالمن لاءِ هيءَ خبر نهايت ڏک پهچائيندڙ آهي ته هن قحط الرجال جي دور ۾، اسان سنڌ جي مايه ناز فرزند، بلند پايه عالم، جليل القدر مفڪر، بي مثال عالم ۽ محقق، حضرت علامه آءِ - آءِ قاضي جهڙي عظيم شخصيت کان 13 - اپريل 1968ع تي محروم ٿي چڪا آهيون.

انالله وانااليه راجعون

علامه مرحوم جي وفات حسرت آيات سان نه فقط اهل سنڌ ۽ برصغير هند و پاڪ کي، بلڪ پوري انسان ذات کي عظيم نقصان پهتو آهي، جنهن جي تلافي هزارون سالن گذرڻ تي به ٿيڻ ناممڪن آهي. علامه صاحب جي ذات بابرڪات انهن جليل القدر عبقري ۽ جينيس ماڻهن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿي، جن لاءِ علامه اقبال فرمايو آهي:

هزارون سال نرگس اپني بے نوري په روتي هے،
بڙي مشڪل سے هوتا هے چمن ميں ديده ور پيدا.

علامه صاحب جهڙي جامع صفات هستي، انساني تاريخ ۾ هڪ اهڙو مثال آهي، جنهن جي محاسن ۽ خصائل، سيرت ۽ سوانح تي لکڻ لاءِ دفتر درڪار آهن.

علامه مرحوم جي شخصيت، ڪنهن به رسمي تعارف جي محتاج نه آهي. علامه جي علمي فيوضات کان نه فقط سنڌ ۽ برصغير هند و پاڪ جي صاحب نظر ماڻهن استفادو ڪيو آهي، پر ان کان علاوه، يورپ ۾ پڻ هزارين اهڙا صاحب دل موجود آهن، جن علامه صاحب جي فڪرو نظر مان استفادو ڪيو آهي.

انساني علوم و فنون کان وٺي، مذاهب عالم جي تقابلي مطالعي، فلسفي ۽ سائنس، حڪمت ۽ ادب، شاعري ۽ آرٽ، تاريخ ۽ تمدن، لغت ۽ منطق، نفسيات ۽ تصوف جي عميق ۽ دقيق جزئيات تائين سندن نگاهه هئي.

باوجوديڪ يورپ ۾ گذارڻ جي، سندن فڪر و نظر ۾ ذري جيترو به فرق نه آيو. بالخصوص قرآن ۽ ان جي حقائق ۽ معارف تي، سندن نگاهه، بصيرت افروز ۽ مجتهدانه هئي. پاڻ هن دور ۾، جديد ۽ قديم افڪار ۽ نظريات تي، جا ناقدانه ۽ مفڪرانه نگاهه رکندا هئا، اها نهايت عميق ۽ دقيق، عالمانه ۽ مبصرانه هئي. ساري حياتي، انساني تاريخ ۽ ان جي حالات، ڪوائف ۽ نظريات جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ تطبيق ۾ گذاريائون، ۽ هر مسئلي ۽ نظريي جو حل، قرآن مان پيدا ڪندا

رهيا. قرآن ڪريم جي مختلف آيات تي، سندن پيش ڪيل توجيهات ڪي، هن جديد دؤر جي مسائـل ۽ مقتضيات جي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ وڏي علمي ۽ فڪري حيثيت حاصل آهي. باوجود وسيع مطالع جي، سندن ذڪر و فڪر جو مرڪز ۽ محور قرآن ڪريم ئي رهيو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ ”قرآن ڪريم ئي فهم ۽ بصيرت جو جامع ڪتاب آهي ـــ افسوس جو ان مان تمام گهٽ نفعو حاصل ڪيو ويو آهي!“

سندن مطالع جي وسعت جي اها حيثيت هئي، جو پاڻ ڪنهن بہ علمي مسئلي تي، ڪلاڪن جا ڪلاڪ مسلسل گفتگو ڪندا رهندا هئا. سندن ڪـلام ۾ پيشڪش ۾ شيريني ۽ نـرمي هئي، سندن انـداز بيان شستہ ۽ شائستہ هو، سندن پيرايہ بيان دلنشين ۽ جاذب نگاهہ هو. سندن ڪلام ٻڌڻ وارن هميشه ائين ئي پئي محسوس ڪيو آهي تہ علامہ جي زبـان مان علم ۽ عرفان جي بارش وسي رهي آهي. ڪلام جي پختگي، دليل جي پختگي ۽ نتيجي جي پختگي، فڪر و نـظر وارن ماڻهن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. وڏا وڏا صاحب مطالع ماڻهو اهوئي محسوس ڪندا هئا تــہ گويا جو ڪجهہ بہ علامہ صاحب فرمايو آهي، اهو هنن نہ ڪٿي پڙهيو آهي ۽ نہ ڪٿان ٻڌو آهي! عـلامہ صاحب جي نگاهہ جي اهـا اهليت ۽ جزالت، سندن

وسيع مطالعي، وسيع غور و فڪر، رياض ۽ مشقت جو نتيجو هئي.

علامہ صاحب جي عملي زندگي پڻ مخصوص معيارن ۽ قدرن جي حامل هئي. سندن ساري حياتي، وضع داريءَ ۾ بسر ٿي، پر ان ۾ ڪوبہ تڪلف ۽ تصنع نہ هو. سندن زندگي، پرهيزگاريءَ ۽ نيڪ سيرتيءَ جو عمدو مثال هئي. ساري حياتيءَ ۾ نہ ڪنهن کي ايذائيائون، نہ ڪنهن جو حق ڪسيائون، نہ ڪنهن کي نقصان پهچايائون، نہ ڪنهن کي ونج ڪيائون — اخلاق جي ان اعليٰ مقام تي، هن وقت ۾ تمام ٿورا انسان موجود نظر ٿا، اچ تہ رڳو مڪر ۽ فريب آهي!

جديد تهذيب جي ماحول ۾ نشو و نما حاصل ڪرڻ کانپوءِ بہ خالص مشرقي اخلاق ۽ ڪردار تي قائم رهيا. فضوليات ۽ لغويات سان ڪڏهن بہ سندن شغل نہ رهيو. هميشه غور ۽ فڪر ۾ مستغرق رهيا.

لطيف فرمايو آهي:

ڪچن پچن ڪين ڪي، نہ ڪي ڳالهائين،
ڪنهن جنهن منجهہ آهين، سا پر پروڙڻ ڏاڪڙو!

پنهنجي عمر عزيز جي هر لمحي تي سندن نگاهہ هئي. سندن غور و فڪر ڄڻ تہ احتساب جي ميزان جي علامت بنجي چڪا هئا. معمولي کان معمولي مسئلي

ڪان وٺي، ڪنهن بين الاقوامي ۽ اهم مسئلي تائين، سندن نڪتہ سنج ۽ عالمانہ، محققانہ ۽ ناقدانہ راءِ، علي وجهالبصيرت وهندي آئي.

سندن پرورش ان ماحول ۾ ٿي، جو ماحول، سيرت ۽ اخلاق جي قدرن ۽ معيارن جي حفاظت ڪندڙ هو. سندن اک ان گهر ۾ پٽي، جنهن ۾ نماز ۽ روزي، تسبيح ۽ تلاوت جي پابندي هئي، ان ڪري، ننڍيءَ عمر ۾ ئي سندن فڪر و نظر جي تربيت ۽ دينداريءَ، ديانتداريءَ واري ماحول جي اثرات، منجهن دين سان وابستگي پيدا ڪئي. ان ڪان علاوه، پاڻ امام غزاليءَ جي سيرت ۽ افڪار ڪان تمام گهڻو متاثر ٿيا. غزاليءَ جي فلسفہ اخلاق، فلسفيانہ ۽ صوفيانہ توجيهات ڪان پاڻ ايترو تہ متاثر هئا، جو جديد فلسفين جي افڪار ۽ خيالات تي بہ غزاليءَ کي ترجيح ڏيندا هئا. جديد نفسيات ۽ جديد فلسفہ الاهيات جي اهم مسئلن ۾ بہ پاڻ غزاليءَ جي فيصلن ۽ نتيجن کي پسند ڪندا هئا.

ان سلسلي ۾، لطيف جي وجد انگيز ڪلام ۽ سيرت ڪان بہ ڏاڍو متاثر رهيا. لطيف جي ڪلام جي شرح ڪندي، جيڪي توجيهات ۽ تعبيرات، علامہ صاحب جن جي زبان فيض ترجمان مان پڌرا ويا آهن، اهي سندن خيال ۽ فڪر جي وسعت ۽ گهرائيءَ جي ساک پرين ٿا. لطيف جي هر لفظ، هر بندش، هر بيت ۽ هر مضمون تي سندن عالمانہ ۽ عارفانہ نگاهہ هئي.

لطيف جي فن ۽ فڪر جي ڏعارف ۾ جي سندس چند اشارات موجود آهن، اهي 'لطيفيات' ۾ وڏو مقام حاصل ڪري چڪا آهن. پاڻ لطيف جو رسالو به ايڊٽ ڪيائون، جو بورڊ شايع ڪيو آهي.

علامه صاحب جن کان مابعدالطبعيات متعلق جن صحبتين ڪجهه پڌو آهي، انهن جو چوڻ آهي ته جديد سائنس ۽ ان جي اڪتشافات تي سندن دسترسي، هڪ ماهر فن کان گهٽ نه هئي. ان طرح قديم ۽ جديد فلسفيانه افڪار تي پڻ سندن نگاهه مجتهدانه هئي. ان سان گڏ، ادب ۽ شعر جو پاڪيزهه مذاق، جو علامه صاحب ۾ نظر آيو، اهو پڻي هنڌ نظر نٿو اچي. سندن اسلوب نگارش به اهڙو شسته ۽ پاڪيزهه هو، اهڙو مدلل ۽ سهل ممتنع هو، جو ان جو ڪنهن کان به تتبع ٿي نٿو سگهي.

بهرحال، اهڙو جامع الصفات بزرگ علوم و فنون جو جامع عمل ۽ پاڪيزگيءَ جو پيڪر هن فاني دنيا مان لڏي، دارالبقا ۾ آرامي ٿيو! لطيف چيو آهي:

ڪيئي ڪاچوڻي، نانگن پڌي نينهن جي،
جهڙا آيا جڳ ۾، تهڙا ويا سوڻي،
تنين جي چوڻي، پورب ٿيندي پڌري!

سندن باقيات الصالحات ۾ جي ڪتاب ۽ مقالا آهن، تن جي اشاعت لاءِ، سنڌي ادبي بورڊ ۽ مسٽر

اي - ڪي - بروهي ڪم ڪري رهيا آهن.

هونءَ ته علامه صاحب جن ساري حياتي، علم ۽ فڪر جي مطالع ۽ تلاش، تحقيق ۽ تدقيق ۾ گذاري ڇڏي، پر ان هوندي به اوائلي ۾ سنڌ ۾ مختلف حيثيتن ۾ ملازمت به ڪيائون. ڪجهه وقت سب جج رهيا ۽ ڪجهه وقت خيرپور ميرس ۾ هوم ميمبر رهيا. پاڪستان کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جا وائس چانسيلر ٿيا. ان ۾ ڪوبه وڌاءُ نه آهي ته پاڻ ئي سنڌ يونيورسٽيءَ جا اڏيندڙ ۽ معمار هئا. سنڌ يونيورسٽيءَ جي تشڪيل ۽ ان جي نصب العين جي وضاحت انهن تقريرن ۾ موجود آهي، جي تقريرون خاص ان موضوع تي ڪيائون، جي "مهراڻ" رسالي ۾ شايع ٿيل آهن.

پاڻ آخري زماني ۾ گوشه نشين رهيا. سندن اها گوشه نشيني به علمي ۽ فڪري فيوضات جي سلسلي ۾ پياسن ۽ صحبتين لاءِ مڪتب بنجي پئي، باالعموم هر ڏينهن تي ۽ باالخصوص هر جمع تي، سندن صحبت، 'وهاڻ' ۽ ڪچهري ٿيندي هئي، جنهن ۾ علمي ۽ فڪري، ديني ۽ فلسفي مسئلن تي ڪڏهن تقرير ٿيندي هئي ۽ ڪڏهن رسمي طور گفتگو.

علامه صاحب جي جامع الصفات شخصيت جي ان قسم جي فيوضات مان جن خوش نصيب ماڻهن ڪجهه حاصل ڪيو آهي، تن مان مشهور قانوندان ۽ مفڪر مسٽر اي - ڪي - بروهي به آهي، جنهن جي بين الاقوامي

شهرت کان هرڪو واقف آهي. هڪ پيري چيائين:
”هن دور جو عظيم الشان انسان، ايشيا ۾ رهي ٿو. ايشيا ۾ پاڪستان ۾ رهي ٿو. پاڪستان جي علائقي سنڌ ۾ رهي ٿو، ۽ ان علائقي سنڌ جي شهر حيدرآباد ۾ رهي ٿو. خوش نصيب آهن حيدرآباد جا رهواسي، جن وٽ دنيا جو عظيم ترين انسان علامه قاضي صاحب وهي ٿو!“
پر افسوس جو اڄ دنيا جو اهو عظيم ترين انسان حيدرآباد ۾ نه آهي!

حيف در چشم زدن، صحبت يار آخر شد،
روئي گل سير نه ديديم، بهار آخر شد.

سندن وفات تي، دنيا جي وڏن عالمن ۽ فاضلن پيغام موڪليا آهن: ان سلسلي ۾، تڏهوڪي صدر مملڪت پاڪستان، فيلڊ مارشل محمد ايوب خان، پڻ ڏک جو اظهار ڪيو آهي. ان طرح تڏهوڪي صدر مملڪت ڀارت، ڊاڪٽر ذاڪر حسين، پڻ اظهار تعزيت ڪيو آهي. ان طرح سڀني اخبارن پڻ ايڊيٽوريل لکي، علامه مرحوم کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي.

دعا آهي ته رب ڪريم کين مرهي ۽ جنت نصيب ڪري ۽ سندس پسماندن کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي.

فاني ڙي فاني، دنيا دم نہ هيڪڙو،
ڪرڏو ۽ ڪاني، آهي سر سيڪنهين.
لاهوتي لڏي ويا!

علامہ قاضي صاحب کان علاوه، هن ٿوري عرصي اندر پيا به ٻہ - چار اديب ۽ اهل قلم وفات ڪري چڪا آهن، جن جي علمي ۽ تعليمي خدمتن جو اعتراف سڀني علمي حلقن طرفان ڪيو ويو آهي.

## فيض محمد "فيض" حيدري

مرحوم مولوي فيض محمد 'فيض' حيدري، صدر بزم طالب المولي، ٽنڊو حيدر، ضلع حيدرآباد سنڌي ادب ۾ پنهنجي مخصوص فن ۽ ڪلام جي ڪري ڪافي شهرت رکي ٿو. مرحوم هڪ ديندار ۽ عالم دين، وضع دار ۽ قلندرانہ طبع جو ماڻهو هو. ساري عمر تعليم ۽ تدريس ۾ گذاريائين. سندس غزل، مولود، مداحون ۽ ڪافيون ساري سنڌ ۾ مشهور آهن. سندس ڪتاب 'مظلوم عورت' نهايت رقت انگيز تحرير آهي، جا جذبات سان لبريز آهي. شال رب مرهيس.

## سيد علي اصغر شاهہ

جناب سيد علي اصغر شاهہ مرحوم سيهڙ وارو جنهن جي علمي ۽ تعليمي خدمتن کان سنڌ جا تعليمي حلقا واقف آهن. شاهہ صاحب، نهايت با اخلاق، نيڪ سيرت ۽ نيڪ صورت، پرهيزگار ۽ ديندار

شخصيت جو مالڪ هو. ساري عمر خدمت خلق ۾ صرف ڪيائين. سندن ناگهاني وفات، اهل سنڌ لاءِ صدمہ جا نڪاهہ ثابت ٿي آهي. دعا آهي تہ رب ڪريم شال سندن وڏي باغ ۽ سنڌ جي مشهور عالم ۽ فاضل، الحاج سيد علي اڪبر شاهہ صاحب ۽ سندن اولاد ۽ عزيزن کي صبر جي توفيق عنايت فرمائي.

## استاد رائچند

ٿرپارڪر جي مشهور اهل قلم ۽ استاد رائچندجو لاڌاڻو بہ دکدائڪ آهي: رائچند، ٿر جهڙي پسماندهہ علائقي ۾ پيدا ٿيو. سندس ڪتاب ”تاريخ ريگستان“ سنڌي ادب ۾ هميشہ يادگار رهندو. آشا آهي تہ شال سندس آتما کي تسڪين نصيب ٿئي. سندس پسماندن ۽ سندس فرزند پريو ’ناشاد‘ کي صبر جي توفيق عنايت ٿئي.

## دلدار احمد ”اديب“

ان طرح هڪ نوجوان ۽ اپرنـدڙ اديب، مرحوم دلدار احمد ’اديب‘ بہ زندگيءَ جي پرشور ۽ هنگامہ خيز منزلن تي هلندي، شڪست قبول ڪري، وچـي موت جي گود ۾ آرامي ٿيو. هن نوجوان جو ڪلام ۽ افسانا، سندس فڪر انگيز طبع جي اڄ بہ گـواهي ڏئي رهيا آهن.

[نمبر 2، سال 1968ع]

# مخدوم امير احمد

افسوس جي ڳالهه آهي ته سنڌ جي مشهور معروف عالم دين حضرت مولانا مخدوم امير احمد صاحب رحه 26- فيبروري 1971ع تي وفات فرمائي. انالله وانا اليه راجعون.

مخدوم صاحب جن ساري زندگي ديني علوم جي نشر و اشاعت ۽ تعليم جي خدمت ۾ صرف ڪئي. مولانا صاحب ديني علوم ۽ عربي ادب ۾ سند جي حيثيت رکندا هئا. سندن حافظو ايترو تيز هو جو هڪ پيرو پڙهيل ڪتاب جا حوالا ۽ اقتباس هوبهو ٻڌائي ويندا هئا. سندن مطالعو ديني علوم تي وسيع ۽ محققانه هو. حنفي فقه ۾ کين منفرد مقام حاصل هو. سندن شخصيت ۽ تبحر علمي کي ڏسي، پراڻي دؤر وارا عالم ۽ فقيه ياد ايندا هئا. نهايت خليق ۽ تواضع پسند هئا. اورينٽيل ڪاليج سندن ڪاوشن ۽ علمي خدمتن جو ثمر شيرين آهي. پاڻ جامع عربيه جي اوائلي ڪارپردازن ۾ شمار ٿين ٿا. آخري دؤر ۾ جامع عربيه جا پرنسپال پڻ ٿيا. مخدوم صاحب جن عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ تي وڏي دسترس رکندا هئا ۽ آخر ۾ انگريزي به سکيا. سندن هر تحرير عالمانه ۽ مدلل، دلڪش ۽ اثر

انگريز آهي ۽ سندن تقرير پڻ شسته ۽ دلنشين انداز ۾ هوندي هئي. پاڻ اوائلي دؤر ۾ شعر و شاعريءَ سان به شغف رکندا هئا.

سندن تاليفات ۽ فتاويٰ جي علمي حيثيت پڻ تسليم ٿيل آهي. ايئن چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ناهي ته سندن مقام جا عالم هن وقت ۾ تمام ٿورا وڃي وڃيا آهن. دعا آهي ته سندن پسماندن کي رب ڪريم صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي. اها به ضرورت آهي ته سندن مقالن ۽ فتوائن کي جمع ڪيو وڃي، جئن اهو علمي ذخيرو ائين منتشر بياضن ۽ رسالن ۾ ضايع ٿي نه وڃي.

## دادا نيرڏداس هوتچند

ان سلسلي ۾ بي ڏک ڀري ڳالھه اها آهي ته سنڌ جو مشهور ودوان ديوان نيرڏداس هوتچند پڻ 1- آگسٽ 1971ع تي چالاڻو ڪري ويو. سرڳواسي تيرڏداس سنڌ جو سچو سڄڻ ۽ پرستار هو. سنڌ جي علم ۽ ادب جو عاشق هو. سنڌ جي صوفي شاعرن لطيف ۽ سچل سان ته والهانه عشق هوس. تصوف ۽ ويدانت جي اصطلاحن ۽ مختلف نظرين جو وڏو ڄاڻو هو. آخري عمر تائين سنڌ جي بزرگن ۽ صوفي شاعرن جي ڪلام ۽ پيغام تي ڪم ڪندو رهيو. پاڻ تصوف کي مطالع ڪرڻ کان پوءِ تصوف کان ايترو ته متاثر ٿيو جو هڪ مسلمان درويش ڏاڙهڻ فقير جو مريد

ٿيو. ان فقير جــي صحبت مـان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيائين. تصنيف ۽ تاليف جي سلسلي ۾ سنڌس ڪيئي علمي مقالا سنڌي رسالن ۾ شايع ٿيا آهن. مرحوم جي اها تمنا هئي تہ ڪيئن بہ ڪري سنڌ جي صوفين لطيف ۽ سچل جو ڪلام يورپ تائين پهچائجي، ۽ ان سان گڏ ٻين جديد سنڌي شاعرن جي فن کان پڻ يورپ کي آگاهہ ڪجي. ان سلسلي ۾ ڪيترن شاعرن جو ڪلام انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري جرمنيءَ ۾ پروفيسر گرڊليوبڪي جي معرفت جرمن زبان ۾ شايع ڪرايائين.

مرحوم رلڻو ملڻو، دل جو صاف، دوستن جــو همدرد ۽ يارويس هو. سنڌس سڀاجهي ۽ نماڻي شخصيت ڏادي پياري ۽ وڻندڙ هئي.

اسان هن ڏکــ ڀرئي واقعي تي مرحوم جــي عزيزن ــ همشيرهہ محترمــہ دادي ليلاوتي هرچنداڻي ۽ ڊاڪٽر ٽي ــ وي هرچنداڻيءَ سان ڏک ۾ شريڪ آهيون. دعا آهي تہ مرحوم جي آتما کي شانت ۽ سڪون نصيب ٿئي.

[نمبر 3، سال 1971ع]

# ميان علي بخش احمدزئي

سنڌ جي مشهور، طباعت ۽ ڇپائيءَ جي ماهر، ميان علي بخش احمد زئي، مئنيجر سنڌي ادبي بورڊ پريس حيدرآباد 29- اپريل 1974ع (ربيع الثاني 1394 هه) قلب جي حرڪت بند ٿيڻ ڪري تقريباً 63 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. ميان علي بخش مرحوم، طباعت جي فن جو وڏو ماهر هو. سنڌي ادبي بورڊ جا شاهڪار ڪتاب، سندس مخلصانہ ۽ ماهرانہ فن لاءِ شاهد آهن.

ميان صاحب مرحوم، احمد زئي خاندان جو فرد هو، ۽ سندس والد مرحوم محمد يوسف پنهنجي وقت جو رڄ چڱو مڙس هو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ هن خاندان کي حيدرآباد ۾ ڪافي ملڪيت انعام طور مليل هئي. ميان صاحب ٻڌائيندو هو تہ ڪنهن زماني ۾ موجوده اولڊ يونيورسٽيءَ کان شاهہ مکي ۽ گاڏي کاتي سميت ايريا، سندس وڏن جي ملڪيت هئي.

ميان صاحب 1910ع ۾ ڄائو. مختصر تعليم پرائي، 1923ع کان پريس لائين اختيار ڪيائين. ان سلسلي ۾ حيدرآباد جي مشهور هندو فنڪارن ۽ ماهرن جي زير تربيت، پريس جي فن ۾ مهارت حاصل ڪيائين. ميان

صاحب نهايت محنتي ۽ اورچ ماڻهو هو، انڪري رات ڏينهن پنهنجي ڪم ڪار ۾ مشغول رهندو هو ۽ فضول ڪمن ڪارين کان هميشه پاسو ڪندو هو. آخر تائين پنهنجي سادگيءَ ۽ وضعداريءَ تي قائم رهيو. پريس جي ڪم ۽ گهرو مشغولين کان سواءِ پيو ڪوبه ڪم ڪار نه ڪيائين.

اوائلي زندگيءَ ۾ 'خاڪسار تحريڪ' ۾ شامل ٿيو ۽ مير الهه‌بخش مرحوم ۽ مير علي احمد خان ٽالپر پارن ليڊرن سان گڏجي ڪم ڪيائين. پاڪستان کان اڳ، 'آفتاب' ۽ 'باب‌الاسلام' (تحريڪ خاڪسار جي هفتيوار اخبار) جو ايڊيٽر رهيو. 'خاڪسار تحريڪ' جي ڦهلائڻ جي سلسلي ۾ علامه مشرقيءَ جون ڪيئي تقريرون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي ڇپايائين. ان کان علاوه ٻيا به علمي ۽ ادبي ڪتاب شايع ڪيائين، جن ۾ سنڌس ناول وڏيڪ پسند ڪيا ويا، جن ۾ سندس زندگيءَ جي عڪاسي موجود هئي. ان طرح هڪ قومي خادم جي حيثيت سان 'خلافت تحريڪ' ۾ به حصو ورتائين. 'خاڪسار تحريڪ' سان، تحريڪ جي خاتمي تائين وابسته رهيو.

1952ع ۾ جڏهن سنڌي ادبي بورڊ پريس قائم ڪئي، تڏهن بورڊ جي پهرين سيڪريٽريءَ، محترم محمد ابراهيم صاحب جويي جي مردم شناس نگاهه، مياں صاحب کي منتخب ڪيو. پاڻ مسلسل ٽيويهن سالن کان بورڊ جي شاندار خدمت ڪندو پئي آيو.

بورڊ جي ڪتابن ۽ خاص طرح سان 'مهراڻ' جي حسن طباعت سندس وسيع تجربي جو نتيجو آهن. ميان صاحب يارن جو يار، وضعدار، محنتي ۽ مخلص انسان هو. سيڻي سان نباهڻ سندس زندگيءَ جو مقصد رهيو. کيس ٽنڊي آغا جي قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. مرحوم ميان صاحب جي تدفين وقت شهر جي نامور شخصيتن، اديبن، شاعرن، پريس لائين جي ماڻهن ۽ پاڙي جي معززن شرڪت ڪئي. ان طرح بورڊ جون آفيسون سندس ڏک ۾ بند ڪيون ويون. ۽ "سنڌي ادبي بورڊ" پاران ٺهراءُ پاس ڪري، سندس خدمتن کي خراج تحسين پيش ڪئي وئي.

آخر ۾ دعا آهي ته رب ڪريم کيس مرهي ۽ سندس پسماندن، عزيزن ۽ دوستن کي صبر جي توفيق عنايت فرمائي.

## حافظ شاهه "حافظ" حسيني

سنڌي اديبن لاءِ اها خبر دل کي ڏک پهچائيندڙ ٿيندي ته مرحوم سيد حافظ شاهه 'حافظ' حسيني ٺٽوائي، 10- مئي 1974ع تي، حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

ٺٽو جي مردم خيز زمين، علم ۽ ادب، دين ۽ سياست جي ميدان ۾، جي جيد عالم ۽ فقيه، شاعر ۽ اديب، قومي خدمتگار ۽ سياستدان پيدا ڪيا آهن، تن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. سنڌي موزون شاعريءَ جي

اوليت جو شرف به ٺٽڙ کي حاصل آهي. نور محمد 'خسته' ۽ حافظ 'عالي' جو برجسته ۽ شسته ڪلام سنڌي ۾ موزون شاعريءَ جو اوائلي نمونو آهي.

ان سلسلي ۾ ٺٽڙ جي سادات خاندان جا برصغير جي تاريخ ۾ ڪافي اثرات ملن ٿا. سيد حافظ حاجي حڪيم ميران محمد شاهه اول، علامه قاضي اسدالله شاهه 'فدا' حسيني، سيد حاجي محمد 'حافظ' شاهه مرحوم، مرحوم سيد ميران محمد شاهه 'مير' پنهنجي پنهنجي دور جا جليل القدر انسان هئا. ڀريون وڏو حڪيم، ٻيو وڏو عالم دين، ٽيون وڏو شاعر ۽ چوٿون وڏو سياستدان هو.

مرحوم سيد محمد حافظ شاهه، ان سلسلي جو قابل تعريف فرد هو، جنهن آخر تائين ٺٽڙ جي تهذيبي ۽ علمي روايت کي زنده رکيو. سندس ضمير ۽ خمير ۾، ٺٽڙ جي نجابت ۽ شرافت، نفاست ۽ لطافت، محبت ۽ اخلاق، قرب ۽ شفقت جا سڀئي جوهر جمع ٿيا هئا. حافظ شاهه مرحوم ٺٽڙ جي روايت جي گويا زنده تصوير هو. يارن جو يار، وفاشعار ۽ وفادار، جهڙس ڪو مشڪل ملندو، پنهنجن ۽ پراون سان سندس لڳ لاڳاپا، هڪ شفيق دوست وارا رهندا آيا. ڪنهن سان نه ٿڪايائين، هر ڪنهن جي خدمت ڪيائين، هر ڪنهن سان اخلاق ۽ محبت جو پيوند ڳنڍيائين، ڪنهن سان ٻاڙو نه ڳالهايائين، سندس قلب سليم، مزاج لطيف، گفتگو سنجيدي ۽ ملائم، ڪردار بيداغ- سراسر سون هو. ونس نه ڀائي

هئي ۽ نہ وڏائي هئي.

مرحوم حافظ شاهہ جي والد جو نالو سيد الهہ بخش شاهہ هو، جو پنهنجي دؤر جو رج چڱو مڙس، صاحب مطالع، سياستدان ۽ باشعور انسان هو. برصغير جـي مشهور سياستدان مرحوم سائين ميران محمد شاهہ صاحب 'مير' (وزير مملڪت پاڪستان) جي تعليم ۽ تربيت ۾ سندس وڏو دخل هو. حافظ شاهہ مرحوم جي تربيت پنهنجي والد بزرگوار جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. ان طرح حافظ شاهہ مرحوم جو ڏاڏو، برصغير هند و پاڪ جو وڏو عالم ۽ فقيه، صوفي ۽ سياستدان حضرت عـلامہ اسدالله شاهہ 'فدا' حسيني هو، سندس شمار 'خلافت تحريڪ' جي پيشرو اڳواڻن ۾ ٿيندو هو. علمي حيثيت موجب 'بهارالاخلاق' رسالي جو ايڊيٽر هو. 'بهارالاخلاق' سنڌي ادب ۾ قدامت جي لحاظ سان وڏو مقام رکي ٿو.

حافظ شاهہ مرحوم جو نانو سيد حاجي محمد 'حافظ' شاهہ پنهنجي دور جو يڪتائي روزگار ڪافي گو شاعر هو، سندس دلسوز ڪلام "پيام غمگسار" جي نالي ڊاڪٽر حسيني صاحب جو ترتيب ڏنل شايع ٿـي چڪو آهي.

حافظ شاهہ مرحوم 22– فيبروري 1923ع ۾ ٽکڙ ۾ ڄائو. سندس تعليم ۽ تربيت پنهنجي گهر کان شروع ٿي. مشهور شاعر حافظ 'دلگير' وٽ بہ سال ڪن ديني تعليم حاصل ڪيائين. چئن درجن ڪـان پوءِ حيدرآباد

ايڪيڊمي هاءِ اسڪول ۽ نورمحمد هاءِ اسڪول ۾ پڙهي بمبئي يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ 1951ع ۾ بي-اي (آنرز) ۽ ايل-ايل-بي پاس ڪري، ٽنڊي محمد خان ۾ وڪالت ڪيائين.

حافظ شاهه مرحوم، وڪالت سان گڏ علم ۽ ادب، شعر ۽ شاعريءَ جي خدمت به ڪندو آيو. ان سلسلي ۾ ”اداره سنڌي ادب“ ٽنڊو محمد خان، سندس سرپرستيءَ ۾ ڪافي تعداد ۾ ڪتاب ڇپايا. حافظ شاهه جا ترجمو ڪيل ڪتاب، ’ڪباهي‘ ’آئين زندگي‘ ۽ ’داستان غم‘ به ان اداري جا شايع ڪيل آهن.

حافظ شاهه نه فقط ڪامياب وڪيل هو، پر ان سان گڏ هڪ سٺو نثرنگار ۽ شاعر پڻ هو. سندس نثر رنگين مرصع، دلڪش ۽ پختو آهي ۽ سندس عبارت ۾ سلاست ۽ مينا ج آهي. سندس شاعري به فني لحاظ سان تعريف جي قابل آهي. سندس اڪثر ڪلام ’مهراڻ‘ ۽ سنڌ جي رسالن ۾ شايع ٿيندو آيو آهي.

صحافي ادب ۾، سندس ايڊٽ ڪيل رسالو ”لطيف“ هڪ عمدو يادگار آهي، جو ڪراچيءَ مان شايع ٿيو.

شاهه صاحب هڪ مخلص ۽ محنتي ماهر قانون جي حيثيت سان به وڏي ڪاميابي ۽ شهرت حاصل ڪئي، آخر ڏائين ڪيترن اهم ادارن جو قانوني مشير پڻ رهندو آيو.

مرحوم حافظ شاهه حسينيءَ جي ذات ڏکڻ جي

روايات جو گويا عمدو يادگار ڇڏي سگهجي ٿي. اسان هن صدمي جانڪاهہ ۾، سندس عزيزن ۽ قريبن، خاص طرح سان سندس پاڻرن ڊاڪٽر سيد اسدالله شاھہ الحسيني چيئرمين ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ، ۽ جناب سيد شبير 'هاتف' ڊائريڪٽر نئشنل بوڪ فائونڊيشن سان اظهار تعزيت ڪندي، ڏک جو اظهار ڪريون ٿا.

دعا آهي تہ رب ڪريم مرحوم کي مرهي ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندن پسماندن، فرزندن ۽ عزيزن کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي- آمين.

[نمبر 2، سال 1974ع]

# لاهوتي اڏي ويا

سنڌ جي ادبي ۽ علمي تاريخ ۾ هي سال ڏاڍو ڳرو ثابت ٿيو آهي. . هن سال ۾ سنڌي ادب جي وفاشعار خدمتگذارن مان پورو سات ڄڻا هِن پار پهچي چڪو آهي. ان سات جي وڇوڙي نه فقط سنڌي ادب ۾ خال پيدا ڪيو آهي، پر ان سان گڏ سنڌي ادب جي خدمتگذارن کي به جهوري وڌو آهي.

'موت'، زندگيءَ لاءِ لازم ملزوم شرط آهي. 'موت' هڪ فطري امر آهي، جنهن کان ڪوبه انسان بچي نٿو سگهي، پر ڪي ڪي اهڙا واقعا ٿين ٿا، جن جو اثر ڪافي زماني تائين قائم رهي ٿو ۽ انهن جي تلافيءَ جي ڪابه صورت نظر نه ٿي اچي.

هينئر تائين جديد فلسفي ۽ مذهبيات جي مطالع وارن اهو ثابت ڪيو آهي ته زندگي هڪ ارتقا پذير حرڪت آهي، ۽ اها حرڪت مسلسل هلندي ٿي اچي. آد جڳاد کان وٺي، نامعلوم زماني تائين، زندگي ۽ ڪائنات جي اها ارتقا پذير حرڪت، مسلسل ۽ لاڳيتي هلندي آهي ۽ ان جي حرڪت ۾ ڪٿي به ڪو ڇيهو ۽ وقفو نــه آهي. ان طول طويل سفر ۾ 'موت' هڪ عارضي منزل

آهي، جنهن کان پوءِ حيات بعدالممات جو سفر شروع ٿو ٿئي. فلسفي ۽ تصوف جا ڄاڻو حڪيم ۽ فيلسوف چون ٿا ته معنوي طور تي انسان، روح ۽ حيات بقي ۽ لافاني، زنده ۽ جاودان آهي. باقي عناصرن مان ٺهيل جسم فاني آهي، ڇو ته عناصر به فاني آهن، ۽ مادي کي حيات جاوداني حاصل ناهي. روح ئي لازوال ۽ لافاني آهي.

قدرت جي ڪارخاني ۾ 'انسان' به هڪ وڏي وٿ آهي، حقيقي ڪارساز جو نائب ۽ خليفو آهي. هن زندگيءَ کي سنوارڻ ۽ ترقي وٺائڻ سندس منصبي فرض آهي. بلڪ چيو ويو آهي ته هيءَ ڪائنات ۽ ان جي ارتقا ۽ تسخير آهي ئي انسان لاءِ. نظام شمسي، زمين ۽ هوائون، باغ ۽ راغ، اوڙ ۽ سيول، حيوان ۽ پيا جاندار سڀ 'انسان' لاءِ خلقيا ويا آهن ۽ هيءَ ڪائنات بي مقصد نه خلقي وئي آهي. 'انسان' جي حيثيت هن ڪائنات ۾ نهايت اهم آهي. ان اهميت کي محسوس ڪندي ئي علم وارن چيو آهي ته 'انسان' 'عالم صغير' آهي. ان جي معنوي حيات لاءِ 'موت' کان پوءِ به حياتيءَ جي ارتقا موجود رهندي. لطيف چيو آهي:

”نه ڪا ابتدا عبد جي، نه ڪا انتها“

بهرحال، عالمن چيو آهي ته انسان ۽ ان جو روح ۽ ان جا ڪارناما سڀ زنده رهن ٿا. گويا 'انسان'

ڪي موت به هميشه لاءِ مٽائي نٿو سگهي، بلڪ موت مندس سفر جي هڪ عارضي منزل آهي، جنهن کان پوءِ حيات بعدالممات جو سفر جاري رهي ٿو.

لطيف سائينءَ فرمايو آهي:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نه مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جئا.

مرڻ کان اڳ مرڻ ۽ جيئڻ کان اڳ جيئڻ تي، فلسفيانه ۽ صوفيانه بحث موجود آهن، جن جي اپٽار جي هت گنجائش نه آهي. فقط ايترو سوچڻو آهي ته ان ۾ زندگيءَ جي مسلسل حرڪت ۽ حيات جاودان ڪي بيان ڪيو ويو آهي. 'انسان' جي معنوي ڪمال جي به ڪا انتها ناهي؛ اهو معنوي ڪمال، هن رنگ ۽ بوءِ جي دنيا ۾، جسماني موت کان پوءِ به قائم ۽ دائم رهي ٿو، ۽ اهو ئي آهي، "مرڻ کان اڳ مرڻ ۽ جيئڻ کان اڳ جيئڻ."

سنڌي ادب مان وڇڙيل ساٿي، اگرچ اڄ جسماني لحاظ سان، هن رنگ ۽ بوءِ جي دنيا ۾ موجود ناهن، پر سندن علمي ۽ ادبي، فني ۽ اخلاقي، عملي ۽ ذهني وجود ۽ ڪارناما اڄ به موجود آهن ۽ موجود رهندا، انڪري، اهي جڻ ته اسان وٽ حيات به آهن ۽ اسان وٽ موجود به آهن. ظاهري طرح سان اهي لاهوتي لڏي ويا آهن، پر اسان وٽ پنهنجو علم ۽ فن ڇڏي ويا آهن.

انهن جي علم ۽ فن کي سهيڙڻ ۽ سنوارڻ ۽ انهن جي منصبي فرض کي اڳتي وڌائڻ اسان جي فرض ۾ شامل آهي.

اسان جا ساٿي پنهنجو وارو وڃائي ويا، هاڻي اسان کي انهن جي ڪم کي تڪميل تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. لاڏي ويل ساٿين جي يادگيريءَ جو اهو هڪ بهترين ۽ مثالي طريقو آهي. ان جي مقابلي ۾، رڳو ماتم سرائيءَ ۽ اشڪ شوئيءَ مان ته ڪجهه، به ورڻو ناهي.

لاڏي ويل سات ۾، جي ساٿي اسان کان وڇڙي چڪا آهن، تن جي علمي ۽ ادبي ڪارنامن کي تفصيل سان بيان ڪرڻ جي هت في الحال ڪا به گنجائش ناهي. اهم ڪم اڳتي هلي سنڌي ادب جا عالم دانشور ئي ڪندا. في الحال سندن نالن پيش ڪرڻ تي اڪتفا ڪجي ٿي.

هن سلسلي ۾ مرحوم بيگم زينت چنا جو اسم گرامي سر فهرست آهي. سنڌ جا اديب ۽ دانشور، پيار ۽ پاپوهه وچان کين "جيجي" ڪري سڏيندا هئا. سندن علمي، ادبي ۽ سماجي خدمتون سنڌي ادب جي تاريخ ۾ امر رهنديون.

ان طرح حيدرآباد جي رچ چڱي مڙس مرحوم سرائي اسد عليءَ جهڙي ڪهنه مشق افسانه نگار، شيخ عبدالله عبد مرحوم جهڙي عالم ۽ ناقد، مولوي الله ورائي بروهيءَ جهڙي عالم دين ۽ صاحب قلم، ضياءالله غلام علي نانا

جهڙي قضيات پرئـــي بزرگـــ، مرحوم علي محمد خالديءَ جهڙي پياري قربائتي ۽ زندهہ دل شاعر، مرحوم جان محمد جماليءَ جهڙي محترم استاد ۽ تعليمي سڌارڪ، مرحوم محمد حسين آتش جهڙي قادرالڪلام غزل گو شاعر ۽ مرحوم عبدالغفور انصاري جهڙي نوجوان اديب ۽ ماهر تعليم ۽ مرحوم ممتاز حسن جهڙي انسان دوست ۽ سنڌي ادب جـي خيرخواهہ دانشور کان وڇڙي چڪا آهين.

دعا آهي تہ رب ڪريم ڪين مرهي ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندن پسماندن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي ۽ ان سان گڏ الله تعاليٰ سنڌي اديبن ۽ دانشورن کي پڻ پنهنجي فرض ادائيءَ جي توفيق عنايت فرمائي، جيئن هو سنڌي ادب جي وڇڙيل سات جي فن ۽ علمي ذخيري کي سهيڙي، سنواري ۽ شايع ڪري سگهن، سنڌي ادب جي خدمت جي سلسلي ۾ اها هڪ وڏي خدمت ۽ فرض شناسي ڇئي سگهجي ٿي.

[نمبر 3 ۽ 4، سال 1974ع]

## مير سڪندر خان کوسو

سنڌ جي مشهور ’ڪوسہ‘ بلوچ قبيلي جي فقيرمنش ۽ ادب نواز شخصيت مير سڪندر خان کوسي ”سڪندر“ مسلسل علالت کان پوءِ، تاريخ 28 – مئي 1975ع تي پنهنجي جان، جان آفرين جي سپرد ڪئي. اناالله وانااليه راجعون .

مير صاحب مرحوم پنهنجي ذاتي اوصاف جي حيثيت سان هڪ منفرد سيرت جو صاحب هو. سندس هردلعزيز شخصيت، تڪلف ۽ تصنع کان بي نياز هئي. حدڪان وڌيڪ متواضع، ملنسار، شفيق ۽ قرباعتو هو. سوز ۽ ساز ، راز ۽ نياز جي نعمت سان پڻ مالا مال هو.

مير صاحب مرحوم اگرچہ زماني جي خيال کان هڪ قومي رئيس هو، پر حقيقت جي خيال کان هڪ فقير ۽ درويش هو. سندس دل جي دنيا رقت ۽ گداز سان ڀرپور هئي، ساز ۽ سوز سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هو . پاڻ سلسلہ چشتيہ سان روحاني طور تي وابستہ هو.

مير صاحب مرحوم جي ادبي دنيا ۾ شناسائي سندس

شعر و شاعريءَ جي ڪري ٿي آهي، سندس ڪلام جو مجموعو ”سپ ۾ پنهون پاڻ“، سنڌي شاعريءَ جي ذخيري ۾ بيش بها اضافو آهي. ان ڪري هڪ ڪامل الفن ۽ قادرالڪلام شاعر جي حيثيت سان مير صاحب مرحوم جو نالو سنڌي ادبي تاريخ ۾ قائم ۽ دائم رهندو.

پنهنجي تعارف ڪرائيندي مير صاحب مرحوم چيو آهي:

”مان نه ته پاڻ کي اهل نظم ٿو سمجهان ۽ نه اهل حق. ها ايترو ضرور لکندس ته پنهن جي سيني ۾ هڪ نرم ۽ نازڪ دل رکندڙ آهيان، جنهن ۾ درد آهي ۽ ان درد جو هميشه کان وٺي طلبگار آهيان.... بقول لطيف:

سو سکن ڏيئي، ورهه وهايم هيڪڙو،
مون کي تنهن نيئي، پير پسايو پرينءَ جو.

مير صاحب مرحوم جوانيءَ کان وٺي سلوڪ ۽ تصوف سان وابسته رهيو. سندن بيعت سلسله عاليه چشتيه ۾ ان وقت جي قطب الارشاد حضرت خواجه گل محمد رحه (ٺلهه شريف وارا) سان ٿي، جن جي ڪيميا اثر نگاهه کيس سون بڻائي ڇڏيو. پنهنجي ڪامل مرشد جي توجهات خصوصيءَ جو ذڪر ڪندي مير صاحب لکي ٿو:

”الله جو ڪرم سون تي اهو ٿيو جو شروع کان وٺي ڪاملن، بزرگن، درويشن ۽ مخدومن جي صحبت نصيب ٿي. منهن جي ڪامل مرشد جيڪا منهنجي رهبري ڪئي آهي، ان لاءِ مان اکر ڪٿان آڻيان، جو بيان ڪري سگهان. پير مغان جي صحبت اندر ۾ عشق جي چڻنگ دکائي ڇڏي، جا ڪٿي مجاز جي مهميز ذريعي ڀڙ ڀڙ ٿي پڙڪي ته ڪٿي وري حقيقت جي روپ ۾ رونما ٿي.“

مير صاحب مرحوم اوائلي دور ۾ ملڪي ۽ قومي معاملات ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ پنهنجي قوم جي ڪافي خدمت ڪيائون. سندس آخري زندگي خلوت نشيني، فڪر و ذڪر، مطالع ۽ روحاني رهاڻ، عالمن ۽ شاعرن جي صحبت ۽ راڳ ۽ ويراڳ جي ڪچهرين ۾ گذري. مير صاحب پڇاڙيءَ تائين پنهنجي وضعداريءَ تي قائم رهندو آيو، ۽ هر ڪنهن سان قرب ۽ مريادا جو ورتاءُ ونڊيندو رهيو.

مير صاحب مرحوم کوسا بلوچ قبيلي جي بکراڻي شاخ جو چشم و چراغ هو. سندس والد ماجد مير بهادر خان، پنهنجي زماني جو رڄ چڱو مڙس، باحوصلو ۽ اورچ شخص هو. مير سڪندر خان پنهنجي والد ماجد جي ٻڌايل ڳوٺ بهادر پور ضلع جيڪب آباد ۾ 1916ع ۾ تولد ٿيو.

اسان مير صاحب مرحوم جي ٽن فرزندن ـ مير غلام فخرالدين خان، محمد علي خان ۽ لياقت علي خان سان گڏ سنڌس لائق ۽ سڄاڻ پاڻٺي مير دريا خان کوسي، ميمبر قومي اسيمبلي پاڪستان، سان هن قومي ۽ خانداني سانحي ۾ شريڪ غم آهيون ۽ دست بہ دعا آهيون تہ رب ڪريم مرحوم کي مرهيءِ ڪيس پرينءَ جو پاڙو نصيب ڪري ۽ پسماندگان کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي.

## نواب محمد علي خان لغاري

هيءَ خبر علمي ۽ ادبي دنيا لاءِ نهايت ڏک پهچائيندڙ آهي تہ تاجپور جي لغاري نوابن جي خاندان جي چشم و چراغ ۽ مشهور علم دوست بزرگ نواب حاجي محمد علي خان 9 ـ سيپٽمبر 1975ع تي وفات ڪئي. انالله واناالیه راجعون.

نواب محمد علي خان مرحوم تاجپور جي لغاري نوابن جي مورث اعليٰ نواب ولي محمد خان (وزيراعظم سنڌ) جي خاندان جو چشم و چراغ هو. مرحوم نواب صاحب جي ساري زندگي ڪتابن جي مطالع ۾ گذري. ڪتابن جو اهڙو شوقين ڪو ورلي هوندو. مرحوم پنهنجي علمي ذوق جي سلسلي ۾ ڪيئي ناياب ڪتاب گڏ ڪيا، جن جو اڄڪلهہ ملڻ نهايت مشڪل آهي. سنڌي

اردو، فارسي، عربي ۽ انگريزي ڪتابن، رسالن ۽ مخزنن جو نهايت قيمتي ذخيرو گڏ ڪيائين. سنڌس ڪتبخانو ساري سنڌ ۾ شهرت حاصل ڪري چڪو آهي.

علمي ۽ ادبي خدمت جي سلسلي ۾ سنڌ جي زراعت جي اصلاح ۽ هارين جي رهنمائيءَ لاءِ هڪ رنگين ۽ باتصوير رسالو "نئين کيتي" ماهوار شايع ڪرايائين. ان رسالي جو سرپرست نواب حاجي نوراحمد خان لغاري هو، ۽ ايڊيٽر نواب حاجي جان علي خان لغاري رهيو. ان رسالي ۾ علم ۽ ادب، تاريخ ۽ تهذيب کان علاوه، شعر و شاعري ۽ ديني معلومات تي به معياري مقالا شايع ٿيندا هئا. خاص طرح سان سنڌ جي زراعت ۽ ان جي فني مسئلن ۽ مشڪلاتن متعلق ماهرن کان مقالا لکايا ويندا هئا. اهو حصو مسٽر ڪريمڏني راڄپر جهڙي زراعت جي ماهر جي مشوري سان تيار ڪيو ويندو هو. ان سلسلي ۾ نئين کيتي پبليڪيشن پاران ڪافي ڪتاب شايع ڪيا ويا، جن جو تعلق سنڌ جي زراعت سان آهي، مثلاً ڪپهه، ڪڻڪ، ڪمند، سارين ۽ ٻين جنسن متعلق رنگين تصويرن سان ڪتاب ڇپايا ويا. رسالو نئين کيتي به لاڳيتو ٽي سال ڪن هليو. افسوس جو اهو رسالو گهڻي هلي جاري رهي نه سگهيو. اڄ به اگر نئين کيتي رسالي ۾ آيل فني مقالن کي

ترتيب ڏئي ڇپايو ويئي ته هوند سنڌ جي زراعت تي ڪافي علمي ذخيرو گڏ ٿي سگهي ٿو. ان متعلق سنڌس متعلقين ۽ عزيزن کي سوچڻ گهرجي، مرحوم مغفور نواب صاحب جو اهو علمي ذخيرو ٿي تاريخي يادگار بڻجي سگهي ٿو ۽ اهوئي سندس ورثو آهي.

نواب صاحب مرحوم هڪ وڏي خاندان جي مشهور فرد ۽ بااثر زميندار ۽ جاگيردار هجڻ جي باوجود، نهايت ملنسار ۽ متواضع شخصيت جو مالڪ هو. مرحوم ڪچهرين جو مور هو. علمي تبادله خيالات ۽ ڪتابن ۽ رسالن جي مطالع ۾ گذ ڪرڻ ۾ ئي وقت گذاريندو هو. عالمن ۽ اديبن، شاعرن ۽ سگهڙن، ديندارن ۽ علم وارن ساڻهن سان سندس مخلصانه ۽ دوستانه تعلق پڇاڙيءَ تائين قائم رهيو. سندس دستر خوان بيحد وسيع هو. مهمانن جي موجودگي سندس لاءِ وڏي نعمت هوندي هئي، هميشه گوشه نشين ٿي رهيو ۽ وقت جي نزاڪت کي محسوس ڪري خاموش زندگي گذاريائين.

نواب صاحب مرحوم مشهور جامعه عربيه تحريڪ جي بانين مان هو. شمس العلماء دائود پوٽي ۽ مرحوم سيد علي اڪبر شاهه صاحب سان گڏ جي ڪم ڪيائين ۽ ان مقصد لاءِ مالي مدد به ڪندو رهيو. آخر دم تائين جامعه عربيه جو سيڪريٽري ٿي رهيو. اڄ جامعه

عربيه ڪاليج سنڌ جي مشهور علمي درسگاهن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

مرحوم، خانداني شرافت جو مجسمو، وضعدار ۽ قربدار، مخلص ۽ نهايت محنتي انسان هو. زراعت جي فن ۾ سندس مهارت سرڪاري عملدارن پڻ تسليم ڪئي آهي. مرحوم سخي به هڪڙو ئي هو، ڪڏهن به ڪنهن سائل کي خالي هٿين نه ڇڏيائين. مرحوم پاڻ ئي پيرا اسلامي ملڪن جو سير ۽ سفر ڪيو، ۽ اتي جي نوادرات، ڪتابن ۽ نقشن جو وڏو ذخيرو خريد ڪري آندائين. ان طرح ڪافي پيرا حج ڪيائين.

مرحوم نواب صاحب وڏي مطالع وارو شخص هو، تاريخ، تهذيب، تصوف ۽ شعر و شاعريءَ تي سندس معلومات کي ڏسي علمي طبقو حيران ٿي ويندو هو. مرحوم جي دوستن جو حلقو نهايت وسيع آهي. سندس عمر 67 سال هئي. سندس وصيت موجب کيس شاهه عنايت شهيد رحه جي پاڙي ۾، جهوڪ شريف ۾ دفن ڪيو ويو. اسان هن جانڪاهه صدمي ۾، سندس عزيز نواب نور احمد خان لغاري، پائرن نواب جان علي خان لغاري ۽ نواب محمد خان لغاري ۽ فرزندن ۾

نواب شير محمد خان لغاري، نواب سيف الدين خان لغاري ۽ نواب خليل احمد خان لغاريءَ سان دلي طور شريڪ آهيون. دعا آهي ته رب ڪريم مرحوم کي مرهي ۽ سندس عزيزن کي صبر جميل جي توفيق عنايت فرمائي.

[نمبر 2 ۽ 3، سال 1975ع]

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٿِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)